# سنڌي ٻولي

سراج الحق
بي. اي. (آنرس)، ايم. اي.، ايل. ايل. بي.

عظيم پبليڪيشنس - حيدرآباد سنڌ

پهريون ڇاپو    اپريل ١٩٦٤ع    هڪ هزار



قيمت — **ڇهه روپيا**

---

هيءُ ڪتاب سنڌ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو
۽ عبدالحق "عظيم"، عظيم پبليڪيشنس،
گاڏي کاتي، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# سنڌي ٻولي

جهوريان جهونا ڪوڙ، الو ميان، ڪوٽ سوين ڪيرايان، ووءِ
ڌرتي منهنجو ديس، مگر مان سنڌڙي جندڙيءَ لايان، ووءِ
ڪافر مومن ناهيان!

"اياز"

## انتساب

مون کي ٻولين جو عشق هڪ طرح سان ورثي ۾ مليو آهي. منهنجي پهرئين استاد ان ورثي کي سنوارڻ ۽ سنئين ڏگ لڳائڻ جو هڪ عجيب دل لڀائيندڙ طريقو ڪم آندو هو. سنڌي الف-ب سيکارڻ لاءِ، پنهنجي هٿن سان شيشي جي فريم سان هڪ بند پيتي ٺاهيائين — بلڪل ”پنڊورا جي پيتيءَ“ جهڙي —، جنهن جي ٻن پاسن مان آرپار ٻه ڪاٺ جون نڙانڊيون ڦرموٽيءَ وانگر ٿي ڦريون. انهن ٻن نڙانڊين تي ٿلهو ڊرائنگ ڪاغذ ويڙهيل هو. ان ڪاغذ ۾ ٻه ڪالم هئا: هڪ ڪالم ۾ سندس هٿ سان ڪڍيل رنگين تصويرون هيون، ۽ انهن جي سامهون ٻئي ڪالم ۾ الف-ب جا موزون اکر. هڪ نڙانڊيءَ کي هٿ سان ڦيرائڻ سان، تصويرون ٻيءَ نڙانڊيءَ تان ڊوڙنديون، پهرينءَ تي ويڙهجنديون وينديون هيون، ۽ جڏهن ڪاغذ جو اهو ويڙهو پورو ٿيندو هو ته وري ٻيءَ نڙانڊيءَ کي ڦيرائڻ سان، تصويرون ان پاسي ڊوڙڻ لڳنديون هيون... ۽ آءٌ حيرت مان سڄو ڏينهن ان جادوءَ جي شيشي ۾ اکيون پايو ويٺو هوندو هوس. اهو هو منهنجو سنڌي ٻاراڻو! ان پنڊورا جي پيتيءَ، منهنجي ذهن ۾ هميشه لاءِ تجسس ۽ ڳولا (curiosity) جو امنگ پيدا ڪيو.

اهو پهريون مڪمل ۽ شفيق استاد آهي، منهنجو بهترين دوست ۽ والد محمد يعقوب ”نياز“. پر ان استاد جي سبق جو مواد وري، منهنجي ماءُ جي عطا ڪيل مٺڙي سنڌي ٻولي هئي. ان ڪري هي ڪتاب منسوب ڪريان ٿو پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي نالي، جن زندگي، ۽ ٻين بخششن کان سواءِ، مون کي سنڌي ٻولي به عطا ڪئي.

’سو سِرَ ن پائي، جي تند برابر توريان
اڌل اوڏانهين ٿئي، جت ٻيجل ٻرائي.‘

— سراج

| صفحو | عنوان | |
|---|---|---|
| | پيش لفظ (مصنف) | ١. |
| | ديباچو محمد ابراهيم جويو | ٢. |
| ١ | انسان ڳالهائڻ ڪيئن سکيو؟ | ٣. |
| ٢٠ | سنڌي ٻولي | ٤. |
| ٨٦ | سنڌي تمدن | ٥. |
| ١٠٠ | موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي (١) | ٦. |
| ١١٩ | موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي (٢) | ٧. |

## موهن جي دڙي لاءِ

جنهن وسريل گيت کي چپ تي آڻي

جنهن اوچتو سور جي سنڌ اپري:

اهڙين تنهنجون ڪهاڻيون ياد آيون

اهڙين تنهنجا فسانا ياد آيا!

"تنوير"

## پيش لفظ

جڏهن به ڪو نئون ڪتاب ڇپجندو آهي، تڏهن ان جا پڙهندڙ، ليکڪ جي دل جي ته، جي ڳالهه ڳولڻ لاءِ، اول سندس لکيل پيش لفظ ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن. پوءِ خود ليکڪ ۽ اديب جي سڃاڻپ ۽ تعارف لاءِ ديباچي يا مهاڳ کي جاچيندا آهن. هن ڪتاب ۾ به اوهان لاءِ پيئي شيون موجود آهن — پر هڪ بلڪل نئين مقصد سان. منهنجي دل جي ته، جي ڳالهه ڳولڻ ۽ سمجهڻ لاءِ اوهان کي، پيش لفظ بدران، ڪتاب جا گهٽ ۾ گهٽ ويهه صفحا ته پڙهڻا پوندا — ۽ جيڪڏهن اوهان ويهه صفحا پڙهي ويا ته پوءِ يقين اٿم ته آخري صفحي پڙهڻ تائين اوهان کي منهنجي دل جي ڳالهه، بنهه دل تان لهي وينديءَ، ۽ اوهان جي ذهن ۾ سنڌي ٻولي پنهنجي سمورين سهاڄهڙين ڳالهين سان، مرڪندي، کلندي، روئندي، ڳائيندي رهندي. ڪتاب ۾ اوهان کي محمد ابراهيم جويي جو مهاڳ به ملندو، پر ان ۾ اوهان کي منهنجي ڪا سڃاڻپ، منهنجو ڪو تعارف نه ملندو. هن مون کي تعارف لائق سمجهيو ئي، ڪونهي: هن اکيان ته تعارف لائق فقط هڪ شيءِ آهي — ۽ سا آهي هن جي، منهنجي، ۽ اوهان جي سنڌي ٻولي. هن مهاڳ ڇا لکيو آهي، چڱو موچارو تنقيدي مضمون آهي، جنهن جي سنڌي ادب ۾ هڪ مستقل جاءِ رهندي. ابراهيم جويو سنڌ جو اهو سپوت آهي، جنهن لاءِ شيخ اياز کي شاهه لطيف کان هي لفظ اڌارا وٺڻا پيا ته

ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اڃي بوءِ بسنت جي!

هي نحيف و نزاد اديب، جنهن جي لونءِ لونءِ ۾ ساهه پساهه ۾، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا خيما ڪتل
آهن، بلڪل ٻارن جهڙو نڊر شخص آهي، ۽ سنڌس
اهڙا نڊرتا هن ڪتاب جي لکڻ جو باعث آهي. ۱۹۵۹ع ۾
محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جو هڪ مضمون،
”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“، ”مهراڻ“ سماهيءَ ۾
ڇپيو، جنهن مضمون منهنجي دل دماغ ۾ هڪ عجيب طوفان
مچائي ڏنو هو. سو هڪ ڏينهن ڇيومانس ته ”ابراهيم، ڊاڪٽر
صاحب جن جو مضمون، ماڻهن ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تمدن لاءِ
بنهه غير علمي روايتون ۽ مفروضا عام ڪري ڇڏيندو، ۽
ٻاهريان ته سنڌي ٻوليءَ ۽ تمدن کي هڪ خيرات ٽيل ۽
اڌارو سمجهندا. تون ڇو نه ٿو ان جي جواب ۾ ڪو مضمون
لکين؟“ ڪجهه وقت ته هو ويچار ۾ پئجي ويو، ۽ پوءِ چيائين:
ته ”سنڌي ٻوليءَ جي عظمت ۽ اهميت کي اهڙا مضمون ڪو
ڇيهو رسائي سگهندا، سا ڳالهه منهنجو ذهن قبول ئي نٿو
ڪري. هر ڪنهن کي پنهنجي راءِ جي اظهار جو اختيار آهي
— ۽ ڊاڪٽر صاحب جن پنهنجي ان حق کي استعمال ڪيو
آهي. تون جيڪڏهن ان کان مختلف راءِ رکين ٿو ته تون
ٻه ڪٿي مضمون لک. جيڪا راءِ وڌيڪ علمي هوندي، ان
جو ئي زياده تر پڙهندڙ قدر ڪندا!“ ”ڳالهه آئي ويئي ٿي
ويئي — ۽ آءٌ اتان کسڪي ويس. هفتي ڏهن ڏينهن کان پوءِ
مليو: پهريون سوال اهو ڪيائين — ”مضمون لکيئه؟“ مون
چيو، ”ڪهڙو مضمون؟“ ته چيائين ”سنڌي ٻوليءَ تي؟“ آءٌ
پشيمان ۽ پريشان، ته ڇا لکي سراج، ۽ ڇا لکي سنڌ يونيورسٽيءَ
جي ڊين آف آرٽس، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جهڙي
عالم فاضل جي جواب ۾ مضمون! پر نڊر ۽ مچڏو ابراهيم مسلسل
تقاضائن — ڪڏهن طعنن مهڻن ته ڪڏهن ٻاٻوهه ۽ همت افزائيءَ
سان، مون کان مضمون لکرائي ساهه ٻٽيو. جڏهن مضمون

شايع ٿيو ته چڻ ته هڪ هنگامو مچي ويو: ڪن شاباس ڏني، ته ڪن ڪچيون گاريون. ايترو احساس ٿيم ته جيڪڏهن منهنجي مضمون ماڻهن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي، سندن ذهنن کي لوڏي وڌو آهي، ته ضرور منجهس ڪا ڳالهه آهي. ڊاڪٽر صاحب جن پڻ ان مضمون جي جواب ۾ هڪ مضمون لکيو، جنهن جي جواب ۾، مون وري ڪجهه گذارشون ان جواب در جواب جي جواب ۾ لکيون — پر ان سلسلي ۱۹۵۹ع کان سنڌي ٻولي ۽ تمدن بابت منهنجي ذهن ۾ ڪجهه اهڙو هيجان پيدا ڪيو، جو بيان کان ٻاهر: اوهين ان مان اندازو لڳايو ته رڳو ۱۹۶۰ع جي سياري ۾ پنج ڇهه دفعا، موهن جي دڙي جي ويرانين ۾، وڃائجن وانگر، منهن ڇاڻيندو رهيس. مون کي خواب ۾ به موهن جي دڙي جا ماڻهو — ڇاپيئن ڏاڙهي، ڀنون ڪٽ وار، وچان سينڌ نڪتل —، ۽ زالون — عاج جي ٻانهين سان ڪلهي تائين ڍڪيل ٻانهون، نڪ ۾ بولو، وارن ۾ ڪاٺ جي ڦڻي وڌل — مون سان سنڌي ڳالهائيندا نظر ايندا هئا. ان سپني جي عالم ۾ ئي، ان کان پوءِ وارا ٽي سال گذاريم ۽ ان وقت ۾ مختلف ٻولين، قديم رسم الخطن ۽ ٻين اهڙن موضوعن تي ڪتاب ڇنڊيندو رهيس — ۽ ۱۹۶۳ع ۾ انهن مان ورتل نوٽ ايترا ٿي ويا، جو منهنجي ننڍي ٻاءُ، انعام، جنهن هن ڪتاب جو ٽائيپ ٽاهي ڏنو آهي، ذري گهٽ ٻن ـ ٽن رهين ۾ اهي ڪاغذ رديءَ ۾ وڪڻڻ وارو هو. ان وچ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن پنهنجي مضمون کي، ڪجهه هارسينگار ڏيئي، اڳي کان اڳرو ڪري، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايو. ڪتاب شايع ٿيو ته يار وري منهنجي پويان پئجي ويا. ابراهيم، اياز، تنوير، رباني، شمشير، گراميءَ جهڙا دلبر، ڪراچي هوٽل يا هوٽل فاروئيل ۾، ٻنان ڪير ڪافي، ۽ ٻنان ڪنڊ چانهه پياري، — (اياز ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن جي موجودگيءَ ۾، ڪراڙ جي

ڪناري تي، جن پياري تقاضا ڪئي هئي) ـــ اهي تقاضائون
شروع ڪيون ته "سراج، تنهنجو ڪتاب ڪڏهن ٿو اچي؟"
هنن يارن جي سوالن مان ته ائين ٿي ڀانيو، ڄڻ ته آءٌ پيٽ
سان هوس، ۽ هنن کي رڳو منهنجي ويامڻ جو انتظار هو!

خير سائين، ڪتاب لکيم، ۽ اڄ اوهان جي هٿن ۾
آهي. جڏهن ڊاڪٽر صاحب جن جي جواب ۾ مضمون لکيو
هوم، تڏهن منهنجو مقصد فقط سندن قائم ڪيل مفروضن ۽
دليلن کي ڊوڙڻ جو هو، ۽ ان لاءِ مون هڪ منفي طريقو
استعمال ڪيو هو: يعني جيڪي غلط مفروضا سندن مضمون
۾ هئا، انهن کي رد ڏيڻ کي ڪافي سمجهيو هوم. پر ان
مضمون ۾ به مون اهو چيو هو ته باوجود ان ڳالهه جي ته
سنڌي ۽ سنسڪرت جو مائٽاڻو ناتو ثابت ٿئي ٿو، سنڌيءَ جي
تاريخ سنسڪرت کان به ڪهني آهي، ۽ هڪ طرح سان سنسڪرت
۽ ان سان لاڳاپيل تمدن سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ مان اسريا آهن.
جڏهن چار سال کن ٻولين جي تاريخ، سنڌي تمدن ۽ موهن جي
دڙي متعلق ڪجهه قدر وڌيڪ مطالعو ڪيم ته حيرت انگيز ڳالهيون
نظر آيون. سڀ کان اهم ڳالهه ته اها نظر آئي ته ٻوليءَ جي
ماهرن ۽ تاريخدانن سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي تمدن سان بلڪل
ماٽي جي ماءُ وارو سلوڪ پئي ڪيو آهي. ٻي ڳالهه جنهن منهنجي
ذهن ۾ مترڪا (سنڌي مترڪا، نه عربي مطرقه!) هڻڻ شروع ڪيا،
سا اها ته سنسڪرت ۽ سنڌيءَ جو مائٽاڻو لاڳاپو ته آهي، پر ائين
نه، جيئن اسان وٽ زبان زد آهي: دراصل ڳالهه ته مرڳوئي
ابتي آهي ـــ سنڌي جيڪڏهن ڪن سنسڪرت لفظن جي
مرهون منت آهي ته سنسڪرت تي ته سنڌيءَ جو ان کان به
وڏو قرض آهي. سنسڪرت ته هڪ طرح سان سنڌيءَ جي
جائي آهي ـــ سڌيءَ طرح نه سهي، اڻ سڌيءَ طرح سهي. اهو
اهڙو احساس ۽ خيال هو، جنهن لاءِ مون سمجهيو ته دنيا
مون کي پاڳل سمجهندي. ان لاءِ ثبوت کان سواءِ ڳالهائڻ

وات وڃائڻو ٿيندو. اهو ئي سبب هو، جو مون موهن جي
دڙي جي ٻوليءَ ڏانهن ڌيان ڏنو — ۽ جڏهن ان جي پڙهڻ
۾ ڪامياب ٿيس ته ذري گهٽ مون کي "هارٽ اٽيڪ" ٿيڻ
واري هئي!

هت آءٌ ڪليل لفظن ۾ اعتراف ڪرڻ گهران ٿو ته موهن
جي دڙي جي ٻوليءَ کي حل ڪرڻ متعلق مون کي ڪا
خوش فهمي نه آهي. اڄ تائين ان کي ڪنهن به حل نه ڪيو آهي
— جيتوڻيڪ ڪوششون گهڻن ئي ماهرن ڪيون آهن. منهنجي
هن ڪتاب کي به هڪ ڪوشش سمجهڻ گهرجي. عين ممڪن
آهي ته منهنجي ڪوشش به قطعي غلط هجي. ان حالت ۾
اميد ته پڙهندڙ ۽ عالم ان کي هڪ طالبعلم جي ڪوشش
۽ پيار جو پورهيو سمجهي معاف ڪندا. پر جن ڳالهين مون
۾ اميد پيدا ڪئي آهي ته ممڪن آهي ته آءٌ صحيح آهيان،
سي هي آهن ته هڪ ته مون جيڪي نشانين جا ملهه قائم
ڪيا آهن، سي پائدار ملهه آهن؛ يعني مون نشانين جو ملهه
هڪ هنڌان ٻئي هنڌ مٽايو يا ڦيرايو نه آهي — هر لکت ۾
ساڳيو ئي ملهه قائم رکيو اٿم؛ ٻيو ته ملهه موجوده علم ۽
شاهدين جي بنياد تي قائم ڪيل آهن؛ ۽ ٽيون ته انهن ملهن
مان بامعنيٰ لفظ پيدا ٿين ٿا، جن ۾ ٻوليءَ جي صورت اهڙي ڪچي
۽ اڻ گهڙيل آهي، جو پڙهڻيءَ جي صحيح هجڻ جو امڪان آهي.
البت هيءَ ڪوشش نهايت محدود آهي. مون وٽ مواد ته
گهڻو ئي آهي، پر ان جي باوجود اصلوڪيون مهرون، ان
موضوع سان متعلق سمورا ڪتاب ۽ ريسرچ جون سهوليتون
مون کي ميسر نه آهن. اهي چيزون ته برٽش ميوزيم يا
آمريڪا جي ڪنهن اورينٽل انسٽيٽيوٽ جهڙن ادارن ۾ ئي
ملي سگهن ٿيون. ٻيو ته ان ڪم ۾ هٿ وجهڻ لاءِ پئسي
ڏوڪڙ جي ڪشادگي ۽ فرصت هئڻ لازمي آهي، جا اسان
جهڙن اديبن لاءِ الله سائينءَ کي منظور ئي ڪانهي. موهن جي

ڏڙي متعلق مڪمل ريسرچ ڪرڻ ۽ ڪتاب شايع ڪرڻ جي اهتمام ۽ خرچ ڪي ته ڪو علمي ادارو — سنڌي ادبي بورڊ يا سنڌي اڪيڊمي وغيره منهن ڏيئي سگهي ٿو. پر وري به 'يار زنده، صحبت باقي' جي چوڻيءَ موجب، حالتون سازگار ٿيون ته اميد ته موهن جي دڙي تي وڌيڪ تفصيلي ۽ مڪمل ڪتاب لکي پيش ڪندس.

آخر ۾ آءٌ محترم محمد ابراهيم جويي صاحب جو تهدل شڪرگذار آهيان، جنهن نه رڳو ڪتاب لکڻ ۾ هر قدم تي همت افزائي ڪئي، پر هن ڪتاب جو عالمانه مهاڳ پڻ لکيو آهي. هن صاحب مواد جي ٻيهڪ ۽ ٻوليءَ متعلق نهايت سهڻا مشورا ڏنا، ۽ ڪتاب جا پروف پڻ پڙهيا اٿس. آءٌ هميشه سندس انهن احسانن جي زيربار رهندس. شڪرگذار آهيان، پنهنجي والد محمد يعقوب "نياز" جو، جنهن هن ڪتاب کي پڙهي، ڪيترن لفظن متعلق مفيد مشورا ڏنا. پنهنجي ڀاءُ، انعام الحق "عزيز" جو شڪرگذار آهيان جنهن هن ڪتاب جو خوبصورت سرورق (بنان پئسي وٺڻ جي، فقط هڪ فلم ڏيکارڻ جي عيوض) ٺاهي ڏنو. جن اديبن ۽ دوستن هر وقت منهنجي همت افزائي پئي ڪئي، انهن جو پڻ شڪرگذار آهيان — خاص طرح هيٺين ماڻهن — شيخ اياز، تنوير عباسي، غلام رباني، غلام محمد گرامي، شمشيرالحيدري، نياز همايوني ۽ اردوءَ جي ممتاز اديب جميل جالبي صاحب جن جو ازحد ٿورائتو آهيان، جن هر قدم تي منهنجي همت افزائي ڪئي آهي. ڪتاب ۾، باوجود احتياط جي، پروفن جون ڪجهه چڪون رهجي ويون آهن، جن لاءِ معافيءَ جو طلبگار آهيان. هڪ مختصر ڀلنامو به پڇاڙيءَ ۾ ڏنو ويو آهي.

ڪراچي        — سراج

— اپريل ١٩٦٤ع

# ديباچو

(محمد ابراهيم جويو)

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جي چلهه تي سي دل تي“ — انساني لاڳاپن ۾ هيءَ ڳالهه ته شايد عام طرح صحيح به هجي، پر ٻيا ڪيترا معاملا آهن، جن ۾ ڳالهه مرڳوئي ان جي ابتڙ معلوم ٿي ٿئي. جيڪي چيزون انسان کي ٻنهه، ويجهڙيون هونديون آهن، تن ڏانهن هن جو ڌيان اڪثر ڪونه ڇڪبو آهي: مثلاً ”ساهه کڻڻ“ آهي، ”هلڻ“ آهي — انهن ڏانهن عام طرح ڪنهن جو به خاص ڌيان ڪونه ٿو وڃي. ٻولي به اهڙين ئي ويجهڙين شين مان هڪ ويجهڙي ۽ هميشه ساڻ رهندڙ شيءِ آهي. ڪڏهن ڪڏهن سو ماڻهوءَ جو خيال ٻوليءَ ڏانهن ضرور ڇڪبو آهي: جڏهن ان جي ٻن هم-معنيٰ جملن يا ترڪيبن — مثلاً ”رت ڳاڙهو آهي“ يا ”رت ڳاڙهي آهي“ منجهان هن کي سوچڻو پوندو آهي ته ڪهڙي ترڪيب صحيح آهي ۽ ڪهڙي غلط. پر اهڙين حالتن ۾ به هن جي اڪثر هڪ ئي روش رهندي آهي: يا ته هو ڊوڙي وڃي اڳيان لکيل ۽ ڇپيل ڪتاب ڏسندو آهي يا وري هڪدم ڪنهن نه ڪنهن لغت کي وڃي ڦولهيندو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سندس اڪثر عقيدو هيءُ هوندو آهي ته اڳين عالمن ۽ اديبن ٻوليءَ جي اهڙن مسئلن متعلق دائمي ۽ آخرين فيصلا ڏيئي ڇڏيا آهن. عام طرح ته

ڪتابن ۽ لغتن ڏانهن رجوع ٿيڻ جي به هو ڪا ضرورت محسوس
ڪانه ڪندو آهي، ڇاڪاڻ ته گرامر جا عام قاعدا ۽ اصول —
"فاعل"، "مفعول"، "عدد"، "جنس"، "زمان" وغيره متعلق
— هن جي سامهون هوندا ئي آهن، جن جي آڌار تي هو سمجهندو
آهي ته ٻوليءَ جي اهڙن مونجهارن کي هو آسانيءَ سان حل
ڪري سگهي ٿو. پر حقيقت ۾ اهڙن سڌن سنون ۽ ساڳئي
وقت ڪُتل ويچارن دوران ٻوليءَ بابت ڪا به بنيادي تحقيقات
ممڪن نٿي ٿي سگهي. شايد سؤ يا ڏيڍ سؤ سال مس ٿيا آهن،
جو ٻوليءَ بابت مطالعي ۽ فڪر جو اهو آسان ۽ ٻاراڻو انداز
ڇڏي ڪري، ڪن عالمن ۽ مفڪرن نج علمي ۽ تحقيقاتي
بنيادن تي انهيءَ ڏس ۾ سوچڻ ۽ ويچارڻ شروع ڪيو آهي.
ٻوليءَ جي صحيح ۽ ڪارائتي مطالعي جو لازمي شرط هيءُ آهي
ته پهريائين ان متعلق عام عقيدن کي يا ته بنهه نظرانداز ڪيو
وڃي، يا گهٽ ۾ گهٽ انهن تي نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت
کي هميشه سامهون رکيو وڃي، ۽ اهڙيءَ طرح ان مسئلي جي
ذري پرزي جانچ پڙتال خالص عقل جي روشنيءَ ۾ نوس حقيقتن
جي بنياد تي ئي ڪئي وڃي.

قديم يونانين روزمره جي عام واقعن ۽ بنهه رواجي ڳالهين
تي هڪ عجيب ۽ بي خوف اندازَ ۽ اورچائيءَ سان سوچيو ۽
ويچاريو، ۽ ساري دنيا عام طرح ۽ مغربي دنيا خاص طرح اڄ
به انهن جي عظيم احسانن کي پيئي ڳائي ۽ انهن مان پنهنجي
فڪر جا رستا روشن ڪري. پر اڄ انهن اوائلي يوناني مفڪرن
جي ٻڌايل نتيجن تي جيڪڏهن ڪو بنهه ڳنڀير ٿي ويهي رهي،
ته هوند علمي نقطہ نگاهه کان اهڙي ماڻهوءَ کي شايد ئي "سڌريل
انسان" سڏي سگهبو. مثلاً ۵ صدي قبل مسيح جو يوناني
فيلسوف، هيرو ڊوٽَس، پنهنجي ڪتاب "تاريخ" (جلد ۲، باب ۲)
۾ مصر جي هڪ بادشاهه، ساميٽيڪَس، جي ڳالهه ٿو ٻڌائي ته
ان بادشاهه کي هڪ ڀيري اچي خيال ٿيو ته معلوم ڪجي ته

دنيا ۾ سڀ کان پراڻي ٻولي ڪهڙي هئي — سو ڇا ڪيائين جو ٻن نون ڄاول ٻارن کي هڪ ٻوڙي ۽ گونگي شخص جي سنڀال هيٺ، هڪڙي جهنگ ۾ ڇڏي ڏنائين. سندس خيال هو ته ٻي ڪا به ٻولي، جو هي ٻار ڪنهن نه ٻڌندا، سو هو آخرڪار جيڪو پهريون لفظ وات مان ڪڍندا، سو ئي لفظ انسان جي پهرينءَ ٻوليءَ جو پهريون لفظ هوندو. چنانچه هنن ٻارن نيٺ هڪڙو لفظ وات مان ڪڍيو — ۽ اهو هو "بيڪوس"، جيڪو فرجين ٻوليءَ جو لفظ هو ۽ معنيٰ هيس "ماني". بس، انهيءَ تجربي جي بنا تي اعلان ڪيو ويو ته "فرجين" ٻولي انسان جي پهرين ٻولي هئي. هيرو ڊوٽس جي نظر ۾ به اهو تجربو فيصله-ڪن هو — ڇو ته سندس خيال ۾ ماڻهوءَ جي گهُر "ماني" ئي ٿي ٿي سگهي! پر افسوس، جو هيرو ڊوٽس هن تجربي کي بيان ڪندي ان جو هڪڙو تفصيل هيءُ به بيان ڪري ٿو ته ان گونگي ٻوڙي شخص وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جو ڌڻ به سانڍ هو. رڍون ۽ ٻڪريون ته ظاهر آهي ته سواءِ "ب‌ي‌ي ب‌ي‌ي" جي ٻيو ڪو آواز ڪونه ڄاڻن. تنهنڪري انهيءَ سوچ پٽاندر ته وڌيڪ صحيح ڳالهه هيءَ ليکي سگهبي ته دنيا ۾ پهرين ٻولي رڍن ۽ ٻڪرين ئي ڳالهائي!

افلاطون پنهنجي هڪ ڊايالاگ، بعنوان "ڪرٽيلس"، ۾ لفظن جي اصليت تي بحث ڪندي، هڪڙو سوال پيش ڪيو آهي: ڇا شين ۽ شين جي نالن وارن لفظن جو باهمي تعلق فطري آهي، يا اهو انسانن جو هٿراڌو ٺاهيل ۽ روايتي تعلق آهي؟ بس اتان ئي ٻولي وگيان ۾ "لاڳاپي" (Anology) ۽ "نيارائي" (Anomaly) جو اختلاف شروع ٿيو. "لاڳاپي" جا حامي چوڻ لڳا ته ٻولي هڪ فطري (يعني قدرت طرفان عطا ڪيل) چيز آهي ۽ منطقي ۽ پيمائتي آهي — (يوناني هن عقيدي جا هئا ته فطرت منطقي ۽ پيمائتي آهي، ۽ رڳو انسانُ غير منطقي ۽ اڻ پيمائتو آهي) — ۽ "نيارائيءَ" جا حامي، جن

جو انهيءَ گالهه سان اختلاف هو، پنهنجي طرفان ٻوليءَ جي ٻيهڪ ۽ ڏانچي ۾ ني قاعدگيون ۽ ڏنگائيون ڦڏايون ڳوليندا ۽ ٻڌائيندا رهيا. ”لاڳاپي“ جي حامين جو خيال هو ته لفظن جي شڪل ۽ بناوت مان سندن اصل ۽ حقيقي معنيٰ لهي سگهجي ٿي — ۽ ان مطالعي کي هنن علم اشتقاق (Etymology) سڏيو. ”اشتقاق“ جو لفظ اڄ به عام استعمال ۾ آهي — جيتوڻيڪ هاڻي ان جو مفهوم ڪجهه قدري مختلف ليکيو وڃي ٿو.

قديم يونانين پنهنجي ٻوليءَ جو خوب مطالعو ڪيو، پر اهو سڄو سندن هن نظريي تي ٻڌل هو ته سندن ٻوليءَ جي ڍانچي ۾ انساني فڪر جا همه گير اظهاري نمونا موجود هئا. چنانچه هنن گرامر جا عام قاعدا ۽ اصول وضع ڪيا ۽ انهن کي علمي ويس ڏنو، پر ظاهر آهي ته اهي قاعدا فقط هڪڙيءَ ٻوليءَ تائين ئي محدود هئا. ٻيءَ صدي ق.م ۾ ڊيونيسس ٿرڪس، ۽ ٻي صدي بعد مسيح ۾ اپالونيس ڊسڪولس انهيءَ ئي فلسفيانه تعميمي پيرائي ۾ پنهنجا پنهنجا گرامر پيش ڪيا. ٻوليءَ جي جزئياتي مطالعي طور، هومر جي ”ايليڊ“ ۽ ”آڊيسي“ ڪتابن جي جيڪا هڪ ٻئي يوناني عالم، آرسٽارڪس (٢١٦–١٤٤ ق.م)، تفصيلي چنڊ ڇاڻ ڪئي، سا پڻ پنهنجي وقت جي نهايت قابل قدر ڪوشش هئي. بهرحال هنن يوناني عالمن جيڪي ٻولي و گيان جي ميدان ۾ هڪ پاساوان ۽ مخصوص نتيجا پيش ڪيا، سي ارڙهين صديءَ تائين بحال ۽ قابل قبول رهيا. ان کان پوءِ عالمن انهن خيالن کي ڇڏڻ شروع ڪيو، ۽ اهو عام ويساهه ته ٻولي سنئين سڌي ۽ جيئن آهي تيئن خدا جي عطا ڪيل ذات آهي، ان جي بدران ٻوليءَ جي ابتدا متعلق ٽئين قسم جي سوچ ويچار ۽ تحقيق شروع ٿي، ۽ هلندي هلندي، ان بابت هيٺيان نظريا پيش ڪيا ويا:

(١) ماڻهن جيڪي پنهنجي چوڌاري عام آواز ۽ شور ٻڌا، تن جي نقل ڪرڻ جي هنن ڪوشش ڪئي، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي ”هو، هو“ يا ”وو، وو“ (the bow vow)

جو نظريو سڏين ٿا.

(٢) ماڻهن پنهنجي ماحول ۾ جڏهن ڪي خاص ۽ ڏنگائتا آواز ٻڌا، تڏهن اهڙا آواز ازخود ڪڍڻ شروع ڪيائون، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي "ٽڻ ٽڻ" (گهنڊ جي) يا "ڊم ڊم" (the ding dong) جو نظريو سڏيو ويو.

(٣) ماڻهن پنهنجن اندروني اڌمن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ خودبخود آواز — ڪاوڙ جا، عجب جا، خوشيءَ جا، ڏک جا وغيره — ڪڍڻ شروع ڪيا، ۽ ائين ٻولي شروع ٿي. هن کي "آهه آهه" يا "واهه واهه" (the pooh pooh) جو نظريو سڏيو ويو.

— ٻئي پاسي يوناني عالمن جي "علم اشتقاق" بابت جڳ مشهور فرينچ فيلسوف، والٽيئر (١٦٩٤-١٧٧٨ع)، انهيءَ حد تائين چئي ڏنو ته "اشتقاق هڪ اهڙو علم آهي، جنهن ۾ حروف علت جي ڪا اهميت ڪانهي ۽ حروف صحيح به ڪنهن خاص شمار ۾ ڪونه ٿا رهن!"

اِنهيءَ وچ ۾، رومن لوڪن پنهنجي لاطيني ٻوليءَ جا پڻ گرامر مرتب ڪيا، پر انهن کي يوناني ٻوليءَ جي ئي گرامر جي سانچي ۾ ٺهڪائي پيش ڪيائون. چوٿين صديءَ ۾ ڊونيٽس نالي، ۽ ڇهين صديءَ ۾ پريسيان نالي، لاطيني ٻوليءَ جا ٻه گرامر نويس پيدا ٿيا، جن جا گرامر سڄي وچولي زماني ۾ حرف آخر طور شمار ٿيندا ۽ استعمال ٿيندا رهيا. اُنهيءَ سڄي دور ۾، جڏهن لاطيني ٻولي، ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، بدلجي بدلجي رومانس (Romance) يعني ڏيهي يورپي ٻولين، جهڙوڪ رومينين، فرينچ، اٽالين وغيره جا روپ وٺي رهي هئي، ٻوليءَ جي تحريري صورت اُهائي ڪلاسيڪي لاطيني واري اختيار ٿيندي رهي.* يورپ

* لفظ "رومان"، "رومانوي ادب" پهريائين هر انهيءَ ادبي پيشڪش لاءِ استعمال ٿيو، جيڪا لاطيني ٻوليءَ بدران انهن رومانس (يعني ڏيهي) ٻولين ۾ لکي ويندي هئي.

جي اڪثر ملڪن ۾، انهيءَ زماني جا عالم رڳو ڪلاسيڪي
لئٽن جي ئي مطالعي ۾ مشغول رهيا. هن صورتحال جا نشان
اڄ ڏينهن تائين مغرب جي اڪثر يونيورسٽين ۾ موجود ڏسجن
ٿا، جن جي نصاب ۾ ڪلاسيڪي لئٽن هڪ مضمون طور اڄ
بہ موجود آهي. وچولي زماني جي عالمن لئٽن گرامر جا ڪي
نوان اصول، مثلاً اسم ۽ صفت جو فرق، وغيره ڳولي ڪڍيا،
پر جيڪا تحقيق ۽ جيڪو مطالعو ڪلاسيڪي لئٽن ٻوليءَ جو
اڳيان گرامر نويس پيش ڪري چڪا هئا، تنهن جي مثال کي
هو پوءِ بہ پهچي ڪونہ سگهيا — چاڪاڻ تہ سندن زماني ۾ ٻولي،
ڳالهائجڻ جي حيثيت ۾، پنهنجو روپ ڪافي بدلائي چڪي
هئي، ۽ هو ڪلاسيڪي لئٽن جي بيهڪ ۽ بناوت کي ئي انساني
ڪلام جو عين منطقي ۽ مثالي ماڻ ڪري شمار ڪندا رهيا.
هنن عالمن جي پيرويءَ ۾، ڪيترن نسبتاً جديد زماني جي عالمن
پڻ گرامر جا ڪتاب لکيا، جن ۾ هنن، پنهنجي پنهنجي پسند ۽
واسطي پٽاندڙ، لئٽن توڙي ٻين ٻولين جي بناوت کي منطق جي
عالمي اصولن جو مظهر ۽ امتيازي مثال ڪري ثابت ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي. اهڙي گرامر جي ڪتابن مان سڀ کان وڌيڪ
مشهور (Grammaire Generale et Raisonnee) نالي ڪتاب
آهي، جو فرانس جي پورٽ رايل شهر جي هڪ خانقاهہ ۾
سنہ ١٦٦٠ع ۾ لکيو ويو. ٻولين بابت هن قسم جو محض فلسفيانہ
طرز جو خيال اوڻيهين صديءَ تائين قائم رهيو. ١٨٠١ع ۾،
گاٽفريڊ هرمن نالي هڪ جرمن عالم ساڳئي قسم جو هڪ گرامر
جو ڪتاب(١) تيار ڪيو، جنهن ۾ هن رڳو هيءَ ڳالهہ ثابت
ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ دنيا ۾ جيڪڏهن ڪا عالمانہ ٻولي
موجود هئي، تہ اها فقط لئٽن ٻولي ئي هئي.

مطلب تہ وچولي دور جي مغربي عالمن لاءِ ڌيان لائق

---

(1) De Emmendanda Ratione Graecae Grammaticae, (1801)

ڪا ٻولي يا زبان فقط لکيل ڪلاسيڪي لئٽن ٻولي هئي؛ ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ ۾ سنڌن دلچسپيءَ يا ان جي مطالعي جو، علمي دنيا ۾ خاص ڪو نشان ڪونه ٿو ملي. جڏهن يورپ ۾ سجاڳيءَ (Renaissance) جو دور آيو، تڏهن البت يوناني ٻوليءَ جو وري ڪجهه قدر چرچو شروع ٿيو، ۽ صليبي لڙاين سبب عربي ۽ هيبريو ٻولين پڻ عالمن جي مطالعي هيٺ اچڻ شروع ٿيون. ساڳئي وقت، هيءُ زمانو عام تلاش ۽ کوجنا جو زمانو هو. ڪيترائي ڏورانهن ملڪن تان موٽندڙ مسافر ڪنهن قدر اتان جون ٻوليون سکي واپس پنهنجن پنهنجن ملڪن ڏانهن موٽندا ٿي رهيا، ۽ پڻ عيسائي پادرين هٿان مذهبي ڪتابن جا والاريل ملڪن جي ٻولين ۾ ترجما ٿيڻ شروع ٿيا. انهن ٻولين جي گرامرن ۽ لغتن ناهڻ جون پڻ ڪنهن حد تائين ڪوششون ٿيڻ شروع ٿيون. اسپين جي پادرين ١٥٠٠ع کان پنهنجي تبليغ جي ڪم سان گڏ و گڏ ڪيترين اصلوڪين 'آمريڪي' ٻولين ۽ فلپائين جي ٻولين تي ڪافي ڪتاب لکيا. پر پادرين جي انهن ڪتابن کي ٻولي وگيان جي دائري ۾ اڄ ڪا خاص اهميت ڪانه ٿي ڏني وڃي. هڪ ته هنن پادري عالمن کي ڌارين ٻولين جي آوازن سڃاڻڻ جي ڪا خاص تربيت حاصل ڪانه هئي، تنهنڪري هو انهن ٻولين کي صحيح صورت ۾ قلمبند ڪري ڪين سگهيا، ۽ ٻيو ته تڏهوڪي دستور موجب هو پڻ مختلف ٻولين جي گرامرن کي لئٽن ٻوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ ئي پلٽائڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا، جنهنڪري محنت جي زيان سان گڏ انهن ٻولين متعلق ڪيتري وقتائتي معلومات پڻ جديد ٻولي وگيانين کان گويا هميشه لاءِ گم ٿي ويئي.

دنيا ۾ وڻج واپار جي واڌاري ۽ ملڪان ملڪ ماڻهن جي اچ وڃ سبب بهرحال ڪيترين ئي چاتل سڃاتل ٻولين جا گرامر ۽ لغتون ٺهڻ شروع ٿيون. ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري ٻولي وگيان جي ترقيءَ جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو

ته روس جي مهاراڻي ڪئٿرين جي چوڻ تي يورپ ۽ ايشيا جي
۲۰۰ ٻولين جي هڪ تقابلي شبد مالها(۱) تيار ٿي، جنهن ۾
۲۸۵ لفظ گڏ ڪيل هئا. هن ڪتاب جي ٻي ايڊيشن ۱۷۹۱ع
۾ شايع ٿي، جنهن ۾ وڌيڪ ۸۰ ٻوليون، جن ۾ ڪي آفريڪي
۽ 'آمريڪي' ٻوليون به هيون، شامل ڪيون ويون. هن تقابلي
شبد مالها جي ترتيب ڪجهه هن ريت هئي:

| انگريزي | ڊچ | جرمن | ڊئنش | سئيڊش وغيره |
|---|---|---|---|---|
| مئَن^ (Man) | مان^ | مان^ | مانَق^ | مان^ |
| هئَنڊ (Hand) | هانْٽ^ | هانْٽ^ | هانْق^ | هانْڊ^ |
| فُٽ^ (Foot) | وُٽ^ | فُس^ | فوقْز^ | فوُٽ^ |
| فِنگَر^ (Finger) | وِنگَر^ | فِنگَر^ | فِينگْقَر^ | فِنگَر^ |
| هائُوس^ (House) | هوئُيْس^ | هائُوس^ | هُقْس^ | هُوُس^ |

هِئِي طرف ڪن عالمن پنهنجين ٻولين جي آڳاٽين لکيتن
ڏانهن ڌيان ڏنو. هن ڏس ۾ انگريزي ٻوليءَ ۽ ٻين قريبي ٻولين
مثلاً فِرسِيَن، ڊچ، جرمن، اسڪئنڊينيوين ۽ گوٿڪ وغيره جي
مطالعي تي فِرئنسِسڪس جونَس (۱۵۸۹–۱۶۷۷ع) نالي هڪ
ٻولي وگياني وڏي محنت صرف ڪئي. جارج هائيڪْس^
(۱۶۴۲–۱۷۱۵ع) نالي هِئِي هڪ عالم گوٿڪ ۽ ائنگلوسئڪسن
ٻولين جو هڪ گرامر(۲) تيار ڪيو ۽ پڻ انگريزيءَ ۽ ٻين
قريبي ٻولين جي قديم صورتن متعلق هڪ متفرقه معلومات جو
ذخيرو(۳) شايع ڪيو.

ارڙهين صديءَ جي هنن عالمن جي ٻولين بابت معلومات

---

(1) Linguarium folis Orbis Vocabularia Comparativa— St: Petersburg, 1786-89 —edited by P. S. Pallos

(2) Institutiones Grammaticae Anglo Saxonicae et Mesogothicae —Oxford, 1689.

(3) Linguarum Thesaurus — Oxford, 1705.

مجموعي طور هيئن بيان ڪري سگهجي ٿي: (۱) ٻوليءَ جون گرامري خصوصيتون عام طرح هنن رڳو فيلسوفي انداز جي تعميمي صورت ۾ بيان ٿي ڪيون، ۽ ٻولين جي پنهنجي پنهنجي الڳ بناوت ڏانهن هنن ڪو خاص ڌيان ڪونه ٿي ڏنو، بلڪ اهڙن فرقن ۽ تفاوتن کي هُنن لاتني ٻوليءَ جي گرامر جي سانچي ۾ پيچائي، مرڳو ئي لتي ٿي ڇڏيو؛ (۲) ٻوليءَ جي آوازي صورت ني ويچار ڪرڻ بدران، ان کي رڳو لکيل الف-بي جي نشانين سان ئي لاڳاپيل سمجهيو ٿي ويو؛ (۳) ڇاڪاڻ ته هو اِها ڳالهه محسوس ڪانه ٿي ڪري سگهيا ته ڪلاسيڪي لاتني ٻوليءَ جو استعمال محض هڪ مصنوعي ۽ خالص علمي مشق جي حيثيت کي وڃي رسيو هو، تنهنڪري هو هن ڳالهه کي چنبڙيا رهيا ته ٻولي فقط پڙهيل ۽ باخبر مائهن جي خاص استعمال سبب ئي محفوظ رهي ٿي سگهي، ۽ رڳو عام مائهو، جيڪي سندن نگاهن ۾ ڇٽ هئا، ان کي بگاڙيندا ۽ بدلائيندا ٿي رهيا. پنهنجي انهي عقيدي ماتحت، هي گرامر جا عالم پنهنجي مرضيءَ موجب ٻولين جا عجيب غريب قاعدا مرتب ڪندا رهيا، جن جو بنياد سندن خيال ۾ منطق تي ٻڌل هو، جنهن ۾ اختلاف جي ڪا گنجائش ڪانه هئي. اهڙن اڻپورن ۽ غلط خيالن سبب هي عالم گهربل حقيقتن ۽ ٺوس مواد جي موجود هوندي — مثلاً قديم ٻولين جون لکيتون، جهنگلي قبيلن جي اڻ تراشيل ٻولين بابت معلومات، جديد ٻوليون ۽ انهن جون اپڀاشائون، ۽ سڀ کان وڌيڪ، ساڳيءَ ٻوليءَ مثلاً لاتني، جديد رومانس ٻولين، انگلو سئڪسن ۽ جديد جرمنڪ ٻولين جي تدريجي اوسر بابت شهادتون، وغيره — انهن سمورين حقيقتن ۽ ان سچي مواد کي استعمال ڪرڻ کان هو قاصر رهيا. جيتوڻيڪ سندن علم ۾ هيءَ ڳالهه هئي ته ڪن ٻولين جي هڪٻئي سان مشابهت آهي، تنهن هوندي به انهن مشابهتن جي مطالعي کان هو حذر ڪندا رهيا، ڇاڪاڻ ته سندن نظريي موجب آهي

مشابهتون محض اتفاقي ٻگاڙي جو نتيجو هيون ۽ بس. سندن ذهن ۾ جو هيءُ خيال ويٺل هو تہ لاطيني ٻوليءَ ۾ ڪا ڦيرگهير ڪانہ آئي هئي ۽ اها جنهن اصل هئي تيئن ئي وٽن موجود هئي، تنهنڪري هو ائين سمجهڻ لڳا تہ ٻيون آسپاس جون ٻوليون ئي، اتفاقي ٻگاڙي سبب، هڪڙي منجهان ڦٽي نڪتيون هيون. منجهانئن گهڻن هيبريو (عبرانيءَ) کي منڍ جي ٻوليءَ جو درجو ڏنو ٿي، پر ڪن جي راءِ ان کان الڳ هئي. انٽورپ جي جي رهواسيءَ، گوروپيس ٻيڪانس، جو پاڻ ڊچ هو، پنهنجي وطني حب جو مظاهرو ڪندي، هيءُ ظاهر ڪيو تہ لاطيني کان سواءِ يورپ جون ٻيون سڀ ٻوليون ڊچ ٻوليءَ منجهان نڪتل هيون.

تقريباً انهيءَ زماني ۾، يعني ارڙهين صديءَ جي آخر ڌاري يوروپي عالمن کي پاڻنيءَ جي گرامر جي سڌ پيئي. سنسڪرت جي گرامر جو هيءُ ڪتاب ڪنهن مخصوص مفروضي بدران، حقيقتن ۽ مشاهدي جي روشنيءَ ۾ مرتب ٿيل هو، ۽ ان جي وسيلي يوروپي عالمن جي سامهون ٻولين جي تقابلي مطالعي جا امڪان پڌرا ٿيا. پاڻنيءَ جي گرامر ٻوليءَ جي ڇيد جو اصول سيکاريو، جنهن موجب ٻولين جي ترڪيبي جزن جي پيٽ سان سندن هڪجهڙاين، جيڪي هوندي لڪل ۽ ڍڪيل رهن ٿيون، سي پوري پروسي سان ليکي سگهيون ٿي. سڀ کان اول ٻولي وگيان جي ماهر، وليم جونس (۱۷۴۶-۱۷۹۴ع)، هيءَ وضاحت پيش ڪئي تہ لاطيني، سنسڪرت، انگريزي، فارسي وغيره ڪنهن هڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ جون الڳ الڳ صورتون هيون. سندس چوڻ موجب ”سنسڪرت، يوناني ۽ لاطيني ۾ ايتري تہ ويجهي مشابهت آهي، جو اها محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو نٿي ٿي سگهي؛ بلڪ ان مان اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ اهي ٽيئي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ منڍ واريءَ ٻوليءَ منجهان ڦٽيون آهن، جيڪا شايد اڄ ڪٿي موجود ڪانهي؛ ۽ گوٿڪ

(جرمئنڪ) ۽ ڪيلٽڪ ٻوليون به شايد ان ساڳيءَ ئي منبع واريءَ ٻوليءَ مان نڪتل آهن(١)". وليم جونس جي انهيءَ بيان کان پوءِ يوروپي ٻولين، وڳيانين جيڪو هند-يوروپي ٻولين جو تقابلي مطالعو ڪيو آهي، سو واقعي هڪ نهايت قلدائڪ ڪوشش ثابت ٿي آهي. وليم جونس جو هيءُ چوڻ ته جرمئنڪ ٻولين جو لئٽن، يوناني وغيره ٻولين سان تعلق آهي، سچو ثابت ٿي چڪو آهي، ۽ ساڳيءَ طرح سنڌس اهو اندازو ڪيلٽڪ ٻولين (آئرش، ويلش، ڪارنِش، وغيره) بابت پڻ صحيح ثابت ٿي چڪو آهي. فارسي، آلبانـي، هِٽِيءَ، ۽ پڻ ڪيتريون مشرقي ٻوليون، جن جون بنهه مختصر لکيتون ئي موجود هيون، سي پڻ هند-يوروپي سٽ منجهان ثابت ٿي چڪيون آهن.

جيڪڏهن ڪا ٻولـي ڪـهن وڏيءَ ايـراضيءَ ۾، يـا، لڏپلاڻ سبب، گهڻين الڳ الڳ ايراضين ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، ته ان ٻوليءَ ۾ جدا جدا هنڌن تي جدا جدا انداز ۽ نمونن سان ڦيرگهير واقع ٿيندي. ان ڦيرگهير جو نتيجو هيءُ نڪرندو ته مختلف مـگر لاڳاپيل ٻوليون وجود ۾ اينديون ـــ مثلاً اِٽالين، فرينچ، پورچوگيز، رومينين، ڪئٽالين، اسپئنش ۽ ٻيون رومانس ٻوليون، جن کي هڪ ئي سٽ يا گروهه جون ٻوليون سڏي سگهبو. ساڳيءَ ريت ٻين لاڳاپيل ٻولين جي ٽولن کي پڻ، مثلاً هند-پاڪستاني، سِلاو ۽ ٻين اهڙن ٻولين جي ٽولن کي، جن ۾ پڻ ساڳئي قسم جون هڪجهڙايون موجود ڏسبيون، ساڳئي ئي طريقي سان پيدا ٿيل سڏي سگهبو. هيءُ هڪ خالص تاريخي اتفاق آهـي، جو اسان وٽ ٻولـيءَ جو اوائلي تحريري رڪارڊ موجود ڪونه آهي. هـنن اصلوڪين اڻ لـکيل ۽ هن وقت غير موجود ٻولين کي ٻولي وڳيان ۾ پـروٽو^ سلاوڪ، پروٽو جرمئنڪ، پروٽو اِنڊڪ وغيره نالا ڏنا ويا آهن. ان کان پوءِ جڏهن ٻولين

(1) "Asiatic Researches"—Calcutta, 1788 (1 : 422)

جي هنن ٻولن جي وچ ۾ اهڙيون ڪي هڪجهڙايون ڏسجن ٿيون، جيڪي محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو نٿيون ٿي سگهن، تڏهن اسان انهن کي هڪ ئي مُک ست (هند-يوروپي) جون ٻوليون شمار ڪري ٿا سگهون، ۽ وليم جونس جي چوڻ موجب اِها پختي راءِ قائم ڪري سگهون ٿا ته آهي سڀئي ٻوليون ڪنهن هڪ ئي قبل از تاريخي ٻوليءَ منجهان اسريل آهن، جنهن هڪڙيءَ بنهه شروعاتي ٻوليءَ کي ٻولي وگيان ۾ اڄ پروٽو-هند-يوروپي ٻولي سڏيو وڃي ٿو.

هند-يوروپي ٻولين جي سلسليوار ڀيٽ جي شروعات سنسڪرت، يوناني، لاطيني، فارسي ۽ جرمنڪ ٻولين جي فعلي گردانن جي ڀيٽ سان ٿي، ۽ جرمن عالم، فرئنز باپ، سنه ١٨١٦ع ۾ هڪ ڪتاب(١) شايع ڪيو، جو ان سلسلي جو هڪ بنيادي ڪتاب ليکيو وڃي ٿو. ١٨١٩ع ۾ هڪ ٻئي جرمن عالم، جيڪب گرم، پنهنجي ڪتاب Deutsch Grammatic جو پهريون جلد، ۽ ٽي سال پوءِ، ١٨٢٢ع ۾، ان جو ٻيو جلد پڌرو ڪيو، جن ۾ هن جرمنڪ ۽ ٻين هند-يوروپي ٻولين جي وچ ۾ 'صحيح حرفن' جي آوازي مشابهت تي هڪ تفصيلي بيان پيش ڪيو، جنهن ۾ جيتوڻيڪ بنيادي طرح ٻولين جي تاريخ جو ئي ورنن ڪيو ويو هو، پر ان آوازي مشابهت يا هم آهنگيءَ جي ٻيءَ طرح به هڪ وڏي اهميت هئي. ان مان هيءَ ڳالهه ثابت ٿي ته، جيئن انساني عمل جي ٻين دائرن ۾، تيئن ٻولين جي طويل اوسر ۾، آوازن جو پيدا ٿيڻ ۽ ان ۾ ڦيرگهير جو واقع ٿيڻ پڻ هڪ قسم جي باقاعدگيءَ ۽ ترتيب سان عمل ۾ اچي ٿو.

سنه ١٨٣٣ع ۾ مٿي ذڪر ڪيل جرمن عالم، فرئنز باپ،

---

(1) Franz Bopp: "Uber das Konjugations Systeme der Sanskritsproche, 1816—Franfurt an Main.

هند-يوروپي ٻولين جي تقابلي گرامر جو هڪ تفصيلي ڪتاب(١) پيش ڪيو، جيڪو ٻولي و گيان ۾ وڏيءَ اهميت جو ڪتاب شمار ٿئي ٿو. اُنهيءَ سال ساڳيءَ ئي اهميت وارو هڪ ٻيو ڪتاب(٢) پڻ هند-جرمنڪ ٻولين متعلق علم اشتقاق جي موضوع تي شايع ٿيو، جنهن جي اشاعت سان ٻولي و گيان ۾ لفظ "اشتقاق" جي آخرڪار هڪ صاف ۽ واضح معنيٰ مقرر ٿي. يوناني عالمن وٽ هن لفظ جو مطلب هيءُ هوندو هو ته لفظن جي صورت ۽ متعلق شين سان سندن نسبت جو مطالعو ڪيو وڃي. پر هاڻي ان جي معنيٰ هيءَ مقرر ٿي ته ڪنهن لفظ جي تاريخ جو اهڙيءَ ريت مطالعو ڪيو وڃي، جو ٻوليءَ ۾ ان جون پراڻيون صورتون ۽ ٻين لاڳاپيل ٻولين ۾ ان جون آهي صورتون جيڪي سندس اصل صورت جا ڏار ڏار روپ يا نمونا آهن، آهي ظاهر ٿي سگهن. اِنهيءَ لحاظ کان انگريزي لفظ مَدَر (ماءُ = mother) جو اشتقاق نائين صديءَ جي پراڻيءَ انگريزي لفظ مُدوٓرٓ آهي، جيڪو پراڻيءَ نارس ٻوليءَ جي لفظ مُوٓڙيرٓ، پراڻيءَ فِرسين جي مُديرٓ، پراڻيءَ سئڪسن جي مُدارٓ، پراڻيءَ جرمن جي مُوٓئوٓتيرٓ (جيڪو نڪتل آهي پروٽو جرمن جي مُديرٓ مان) سان لاڳاپيل آهي. هن لفظ جون اِهي جرمنڪ صورتون وري سنسڪرت جي لفظ ماتا، اويستا (پراڻي پارسيءَ) جي ماتا، پراڻيءَ آرمينين جي مِيئيرٓ، قديم يونانيءَ جي مِيئتيرٓ، آلبانيءَ جي موٓتِرٓ (هتي لفظ جي هن صورت جي معنيٰ آهي "ڀيڻ"، جنهن مان ڏسي سگهجي ٿو ته ڪيئن هڪ قديم اصل وارو لفظ معنيٰ ۾ ڦري ٿو)، لاٽن جي ماتيرٓ، پراڻيءَ آئرش جي ماٿِرٓ، پراڻيءَ سلاوڪ جي ماتِي، لٿونين جي موٓتي (هتي هن جي معنيٰ آهي

(1) "Vergelenchende Grammatik des Sanskrit, Zend, Greichischen, Lateinische, Littonischen, Gottischen und Deutschen Sprochen".

(2) H.F. Pott: "Etymologische der Indo-Germanischen".

”زال“ — جيڪو البانيءَ ۾ معنيٰ جو ڦيرو ڏنوسون، هي ان جو ٻيو مثال آهي) سان لاڳاپيل آهن. هن لفظ جون اهي مڙيئي صورتون هڪ ئي منڍ واريءَ يعني پروٽو هند-يوروپيءَ جي گهڙيل يا فرض ڪري ورتل لفظ ”ماتيرِ“[8] مان نڪتل شمار ڪيون وڃن ٿيون. ياد رکڻ گهرجي ته مثال طور ڪنيل هن لفظ جون اصلوڪيون صورتون ڪا هروڀرو پراڻي يا وڏيڪ صاف معنيٰ اسان کي ڪانه ٿيون ڏسين.

هڪ ڳالهه ته صاف آهي ته ڪي ٻوليون هڪٻئي سان ايتري قدر ته مشابهت رکن ٿيون، جو ان کي محض ڪنهن اتفاق جو نتيجو سڏي نٿو سگهجي. هنن مان ڪي مشابهتون ته واقعي اهڙيون آهن، جيڪي رڳو ٻوليءَ جي عام خصوصيتن سبب ئي ائين ڏسجن ٿيون. مثلاً آواز، پد، لفظ، جملا وغيره — اِهي ته هرڪنهن ٻوليءَ ۾ موجود آهن، ۽ اُهي خصوصيتون هر ٻوليءَ جي عمارت لاءِ ڄڻ سرن ۽ گاري جو ڪم ڏين ٿيون. ٻيون به اهڙيون خصوصيتون، مثلاً اسم-نما لفظ ۽ فعل-نما لفظ، جيتوڻيڪ سڀني ٻولين ۾ مشترڪ نه آهن، پر اُهي ايتري قدر ته اڪثر ٻولين ۾ موجود آهن، جو ان سبب انهن ٻولين ۾ ڪنهن نه ڪنهن لاڳاپي جو انومان ضرور ٿئي ٿو. ساڳئي وقت ڪي مشابهتون ته ٻولين ۾ اهڙيون پڻ آهن، جي واقعي صرف اتفاق جو نتيجو آهن. مثلاً، جديد يوناني ٻوليءَ ۾ لفظ ”ماتِي“ (=اک) ذري گهٽ ملايائي ٻوليءَ جي لفظ ”ماتا“ جهڙو آهي، جنهن جي معنيٰ پڻ ”اک“ آهي. بهرحال، هنن ٻنهي ٻولين جي اوسر جي جيڪا ڄاڻ موجود آهي، تنهن مان چئي سگهون ٿا ته منجهن اِها مشابهت محض اتفاقي آهي. ملايائيءَ ٻوليءَ ۾ لفظ ”ماتا“ ان جي قديم ترين مثالن ۾ پڻ جيئن جو تيئن موجود آهي. پر جديد يونانيءَ جو لفظ ”ماتِي“ نڪتل آهي قديم يونانيءَ جي لفظ ”اَم ماتِيؤن“ مان، جيڪو نڪتل آهي سندس اصل ”آ ممآ“ (اک) منجهان. ساڳيءَ طرح ٻيون

اهڙيون مشابهتون پڻ آهن، جيڪي ثابت ٿيل آهي ته اڌاري طور ورتل آهن. مثلاً سنڌيءَ جو لفظ ”ڪتلي“ انگريزيءَ جي ”ڪيٽل“ مان، يا انگريزي لفظ پيچ (Peach) فرينچ جي ”پيش“ مان، جيڪو هڪ پراڻيءَ فرينچ جي لفظ ”پيسڪا“ مان جيڪو، لاطيني جي ”پيرسڪا“ مان، جيڪو پراڻيءَ لاطيني جي ”پرسڪا“ مان، جيڪو وري پراڻيءَ لاطيني جي اصطلاح پرسڪا فروتا (Perseka Fruta) مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ايراني ميوو“. هڙا لفظ يا انهي قسم جا ٻيا خاصا ٻين ٻولين کان اڌارا ورتا ويندا آهن ته جيئن ڪنهن ٻيءَ ٻولي ۾ نون عنصرن جي داخلا سبب ٻوليءَ جون پيدا ٿيل ضرورتون پوريون ٿي سگهن. انهي قسم جي اڌارڻ کي ٻوليءَ جي سهل پسندي سڏي سگهجي ٿي؛ ڇاڪاڻ ته جڏهن ڪو سيپتائي عنصر اڌارو ٿو ونجي تڏهن ان جو نالو به ان سان گڏ ڪٽي ٿو ونجي. البت اهڙين سيپتائي ضرورتن پوري ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻوليءَ خالص پنهنجا لفظ به گهڙي ٿي، جنهن جو مشهور مثال آمريڪا جي ريڊ انڊين قبيلن ۾ ملي ٿو، جن جڏهن ريل جي انجڻ ڏٺي، تڏهن ان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ سڏيائون ”لوهائون گهوڙو.“ سنڌيءَ ۾ پڻ ان جا مثال ملن ٿا، جيئن ته ”آگ گاڏي“ وغيره.

جڏهن ائين ٿو چئجي ته ٻولين ۾ مشابهت يا هڪجهڙائي سندن لاڳاپي يا سنبڌ سبب آهي، تڏهن ان جو مطلب هيءَ ٿئي ٿو ته اهي ٻوليون ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ جون ٻوءِ پيدا ٿيل صورتون آهن. مثلاً اڄوڪي بنگاليءَ ۽ اڄوڪي سنڌي ڪنهن هڪڙيءَ آڳاٽيءَ ٻوليءَ مان نڪتل چئي سگهجن ٿيون. پراڻي زماني جي ڪنهن به خاص وقت جي نقطي تي آڱر رکي، ائين نٿو چئي سگهجي ته اِجهو هنان اُها نسبتاً اصلوڪي ٻولي هِنن يا هُنن ٻن يا ٽن نين ٻولين جي صورت ۾ ورهائجي ويئي، يا اِجهو هن وقت کان اڄوڪي سنڌي ٻولي وجود ۾ آئي يا اجهو هيتان اڄوڪي بنگالي ٻولي شروع ٿي.

مجموعي طور، ٻوليءَ جي منڍ ۽ قبل از تاريخي دور کي هٿ
ڪرڻ لاءِ ٻولي وگيانين جي جاکوڙ ۽ کوجنا ڪنهن گڏيل ۽
پروسي جهڙي نتيجي تي اچا ڪانه پهتي آهي. ٻولي هڪ سدا
وهندڙ درياءُ آهي، ۽ سندس رخ بدلائڻ جا، سندس سموري
طيءَ ٿيل اکٽ رستي تي، ڪي ٻه ڪليل ۽ هڪ هنداوان نشان
ڪونه ٿا ملي سگهن. ڪهڙين حالتن ۾ ٻولي پنهنجا رخ بدلائي
ٿي، صرف اِها ڳالهه سمجهي سگهجي ٿي ۽ بيان ڪري سگهجي
ٿي. ساڳيءَ ٻوليءَ ڳالهائڻ وارا ماڻهو، خاص طرح ان جي لکيل
صورت ۾ اچڻ کان اڳ، جڏهن ٽولن ٽولن ۾ ورهائجي، جاگرافيائي
طور هڪٻئي کان علحده ٿي وڃن ٿا، ۽ منجهن ڪو جماعتي
سٻنڌ ڪونه ٿو رهي، تڏهن پنهنجي پنهنجي خاص ماحول ۽ الڳ
الڳ روزمره جي ضرورتن پٽاندر سندن ٻوليءَ ۾، آوازن ۽ اچارن،
لفظن جي ذخيري، ساڳين لفظن جي الڳ معنائن ۽ پڻ اهڙين
ڪيترين ئي ڳالهين ۾ علحدگي ۽ اختلاف اُڀري ٿو؛ ۽ جيترا
جيترا اُهي ٽولا پنهنجي پنهنجي نئين ماحول ۾ پنهنجو پنهنجو
اندروني ۽ باهمي سٻنڌ قائم ڪري، پنهنجي پنهنجي تاريخ جا
ڪي دور گذارين ٿا، ايترين ئي صورتون سندن اصلوڪي ٻولي
اختيار ڪري وڃي ٿي. انهيءَ ڪري، ماڻهن جي ڪنهن خاص
تعداد جو هڪڙي ڪا خاص ٻولي ڳالهائڻ هڪ اهڙي ته عظيم
۽ انتهائي گنڀير حقيقت آهي، جنهن جي اهميت جو اندازو،
ثقافتي توڙي سياسي ميدانن ۾، پوريءَ ريت لڳائي ئي نٿو سگهجي.
ٻولي ئي آهي، جنهن جي بنياد تي قوم جو مخصوص مزاج ۽
علحده وجود نهي ٿو ۽ قائم رهي ٿو. سون، هزارن بلڪ لکن
سالن جي تاريخي پس منظر ۾ ئي ٻولي پنهنجي مستقل ۽ علحده
صورت اختيار ڪري ۽ قائم رکي سگهي ٿي. قومون پڻ
پنهنجي تاريخ ۾ ايترين ئي قديم آهن، جيترين سندن علحده
علحده ٻوليون.

جڏهن ڪا قوم پنهنجي شخصيت کان باخبر ٿيندي آهي، تڏهن ان جو ڀريون ڌيان پنهنجي تاريخ ۽ پنهنجي ٻوليءَ ڏانهن ويندو آهي. اسان جي عزيز دوست، محترم سراج صاحب، جو هيءُ ڪتاب ان نوع جي هڪ اهم ڪوشش آهي. لائق مصنف هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ تي پنهنجو مطالعو پيش ڪيو آهي، جنهن مان هن جي جذبي ۽ هن جي محنت جو اندازو پڙهندڙ پاڻ لڳائي سگهندا. سنڌي ٻوليءَ بابت ڪن عام ۽ ڪن خاص راين کي هن ڪتاب ۾ رد ڪيو ويو آهي، ۽ ان بابت هڪ نئون نظريو پڻ پيش ڪيو ويو آهي. سنڌيءَ لاءِ اڃا به اِئين چوڻ ته اُها يارهين يا ٻارهين عيسوي صديءَ ڌاري پيدا ٿي، جديد ٻولي وگيان جي روشنيءَ ۾ هڪَ نهايت ڪسي ۽ بي بنياد راءِ چئي سگهجي ٿي. عربيءَ جو سنڌيءَ تي اثر پڻ صرف هن حد تائين مڃي سگهجي ٿو ته ٻنهي ٻولين هڪٻئي کان اڌارا لفظ ورتا آهن — سنڌيءَ وڌيڪ ۽ عربيءَ گهٽ. ۽ اها صورتحال ٻولين جي سهل پسنديءَ جي اصول مطابق عين ممڪن به آهي ۽ اٽل پڻ. ان کان وڌيڪ هيءُ چوڻ ته سنڌيءَ کي حرفَ علت (vowels) (سي به اکري صورت ۾ نه، پر آوازي صورت ۾!) عربيءَ کان مليا، يا عربي صرف نحو جا قاعدا سنڌيءَ قبوليا، وغيره — اهڙو آهي، جو ان لاءِ انگريزيءَ ۾ لفظ بَنڪ (Bunk) آهي سو ئي ڪم آڻجي ته سونهي. سنڌي ٻوليءَ لاءِ قائم ڪيل اهڙن هٿراڌو مفروضن کي سراج صاحب پختن دليلن سان رد ڪيو آهي. لائق مصنف هن ڳالهه جي مڃڻ کان به انڪاري آهي ته سنڌي ڪا سنسڪرت جي ڄائي آهي. ان باري ۾ سندس راءِ هيءَ آهي ته (هاڻوڪي) سنڌي توڙي سنسڪرت (۽ ٻيون اڪثر هند-پاڪستاني ٻوليون) سڀئي ڪنهن هڪڙيءَ ساڳيءَ آڳاٽيءَ (اوائلي) ٻوليءَ مان نڪتل آهن، جنهن کي پڻ هو ”سنڌي“ سڏي ٿو، پر جنهن لاءِ هو شايد ”پروٽو-سنڌي“ يا ”پروٽو-

انڊڪ" (يا "پروٽو هند-يورپي") لفظ استعمال ڪرڻ وڌيڪ موزون سمجهندو. ان آڳاٽيءَ ٻوليءَ متعلق سندس راءِ آهي تہ آها اصل هتي سنڌو ماٿريءَ ۾ ئي پيدا ٿي، ۽ سنڌو ماٿريءَ جا ماڻهو ئي پوءِ ان کي هند-پاڪستان جي ٻين حصن ۽ ان کان ٻاهر ٻين ملڪن ڏانهن پاڻ سان کڻي ويا، جتي آها ماحول جي تبديليءَ ۽ نين ضرورتن سبب الڳ الڳ ٻولين جي صورت اختيار ڪري ويئي ـــ بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن ڪجھ پوءِ واريءَ منزل تي رومن لوڪن جي لاٽن ٻوليءَ مان، اڳتي هلي، خود ان ملڪ جي اٽالين ٻولي ۽ يورپ جي ٻين ملڪن جون ٻوليون ڦٽي نڪتيون، جن کي رومانس ٽولي جون ٻوليون چيو وڃي ٿو. لائق مصنف ان آڳاٽيءَ ٻوليءَ جا تحريري نشان موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي مهرن ۾ موجود سمجهندي، انهن مهرن کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ جيڪي پڙهڻيون هو قائم ڪري سگهيو آهي، تن مان هو اهو نتيجو ٿو ڪڍي تہ اسان جي (هاڻوڪي) سنڌي ٻولي سڌيءَ طرح ان آڳاٽيءَ ٻوليءَ جي آسريل ۽ ترقي يافتہ صورت آهي. پنهنجي ٻوليءَ جو ايڏو قديم ۽ ايڏو عظيم اصل معلوم ڪري، هر سنڌيءَ کي خوشي ٿيندي ۽ ان تي اسان مان هرڪو بجا طور فخر محسوس ڪري سگهي ٿو ـــ ڇاڪاڻ تہ سنڌيءَ جي عظمت ۽ شان کان الڳ اسان جي ڪا عظمت، اسان جو ڪو شان ڪونہ آهي.

حيدرآباد سنڌ

٢٠ اپريل، ١٩٦٤ع

ـــ محمد ابراهيم جويو

# باب پهريون

## انسان ڳالهائڻ ڪيئن سکيو؟

سنڌي ٻوليءَ تي ڪجهه لکڻ کان اڳ اهو ضروري آهي ته پهرين ڪن بنيادي ڳالهين جو اڀياس ڪجي، جن مان لسانيات يا ٻوليءَ-ڄاڻ جي انهن مڃيل اصولن کي سمجهڻ ۾ آساني ٿي سگهي، جن جي ڪسوٽيءَ تي سنڌي ٻوليءَ کي پرکڻو آهي. ٻولين جي ابتدا لاءِ ڀاشا وگيان -- علم اللسان -- جا مڙئي ماهر هڪ ڳالهه تي يڪراءِ آهن ته هاڻوڪي سائنسي ترقيءَ جي باوجود، پوري يقين سان ائين چوڻ ناممڪن آهي ته انسان جي ڳالهائڻ ۽ ٻولين جي ابتدا ڪڏهن، ڪيئن ۽ ڪٿي ٿي. ٻولين جو جيڪو علم اسريو آهي، سو لکيل ٻولين جي مطالعي منجهان، ۽ انهيءَ کي بنياد بنائي، انسان جي ڳالهائڻ بابت نظريا قائم ڪيا ويا آهن. ٻوليون مختلف تمدنن، تهذيبن ۽ سڀيتائن جو ماڻ آهن -- ۽ اها هڪ فطري ڪمزوري انسانن ۾ آهي ته پنهنجي پنهنجي تمدن کي بهتر ثابت ڪرڻ لاءِ، هر ڪا قوم پنهنجي ٻوليءَ جي قدامت ۽ شاهوڪاري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي رهي آهي. ڪڏهن ان ڪوشش جي پس منظر ۾ قوميت جو احساس هوندو آهي ته ڪڏهن مذهبي تنگدلي. سترهين صديءَ ۾، علم لغت جي هڪ سويڊش ماهر اهو نظريو پيش ڪيو ته ڪائنات خلقڻ وقت الله سائينءَ سويڊش زبان ۾ ڳالهايو، حضرت آدم ڊئنش ٻوليءَ ۾ ۽ شيطان فرينچ ۾. مسلمانن ۾ اهو عام عقيدو آهي

ته حشر جي ڏينهن پڇاڻو عربي زبان ۾ ٿيندو، ۽ لوح محفوظ
تي انسانن جون تقديرون عربيءَ ۾ اڪريل آهن! هندن ۾
وري اهو عقيدو عام آهي ته برهما ۽ ايشور ته ٺهيو، پر
سمورن ديوتائن ۽ اوتارن جي ٻولي سنسڪرت آهي! ١٩٣٤ع
۾ ترڪيءَ ۾ اتان جي ٻولين جي ماهرن جي هڪ ڪانفرنس
گڏ ٿي هئي، جنهن ۾ ٻڪراءِ اهو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته
دنيا جي سمورين ٻولين جي ماءُ ترڪي ٻولي آهي، ۽ سڀني
ٻولين جا مکيه لفظ ترڪي لفظ "غونس" بمعنيٰ "سج" مان
نڪتا آهن، ڇاڪاڻ ته سج ئي پهرين شيءِ هئي، جنهن انسان
جي ذهن کي اول متاثر ۽ پاڻ ڏانهن متوجه ڪيو! هر ڪا
قوم خاص ڪري پنهنجي مقدس لکيتن جي(١) ٻوليءَ کي سڀ
کان قديم ۽ انسان جي فطري زبان سمجهڻ جي ڪوشش
ڪندي رهي آهي.

اهي ته ٿيا مذهبي عقيدا، ۽ مذهبي عقيدن سان عقل
هميشه جنگ جوٽيندو آيو آهي، هاڻ اچو ته ٻولين جي ابتدا
بابت نظريا جاچيون. انهن مان ڪي اهڙا نظريا آهن، جن
کي نيم-سائنسي چئي سگهجي ٿو. انهن مان هڪ نظريو مشهور
سائنسدان (Darwin) پيش ڪيو هو. هن نظريي موجب ٻولين
جو بنياد وات جو سانگ يا اشاريبازي (mouth pantomime)
آهي، جنهن ۾ آواز جي ٽنٽن، لاشعوري طرح، هٿن پيرن جي
حرڪتن ۽ اشارن جي اهل ۽ نقل ڪرڻ شروع ڪيو.
ڪنهن به مقصد لاءِ، جڏهن انسان هٿن جا اشارا ڏيڻ شروع
ڪيا، تڏهن آوازي ٽنٽن به هوبهو هٿن جي نموني تي ڦهلجڻ
۽ سسڻ سان، انهن جو نقل ڪرڻ شروع ڪيو، ۽ ائين

---

1. Max Muller. – Collected works: pp. 146–47. "The language of their sacred writings is by many people taken either for the most ancient language, or for the natural language of mankind."

ڪندي ڪندي، انهن ۾ آواز پيدا ڪيا، جيڪي هزارها سال گذرڻ سان ڪنهن معنيٰ جا حامل ٿيا!

پيا به ڪيترا اهڙا نظريا ٻوليءَ-ڄاڻ جي ماهرن ۾ عام آهن، پر هرڪو ڄاڻو اها ڳالهه مڃي ٿو ته انهن نظرين جي صحت جو ڪو خاص ثبوت وٽن ڪونهي. اهي نظريا نه رڳو محض ظني آهن، پر انهن کي نالا به عجيب ۽ کل جهڙا ڏنا ويا آهن.

"ڊنگ ڊانگ" يا گهنڊ واري نظريي موجب آواز ۽ معنيٰ ۾ هڪ ماورائي تعلق آهي. پر ماورائي ڳالهين وانگر هن ماورائي نظريي کي به سائنسي علم ۾ ڪا جڳهه نه ملي سگهي آهي!

"پوهه-پوهه" نظريي موجب ٻولي اصل ۾ انساني جذبن جهڙوڪ حيرت، ڊپ، خوشي ۽ سور وغيره پيدا ٿيڻ وقت بي ساخته پيدا ٿيندڙ بي معنيٰ آوازن مان آسري آهي. اهڙائي ٻه نظريا پيا آهن: "يو-هي-هو" ۽ "سنگ-سانگ"، جن موجب انساني ٻولي جسماني پورهئي ڪرڻ وقت نڪرندڙ آوازن يا ابتدائي بي معنيٰ رڙين مان پيدا ٿي. هڪ ٻيو نظريو "ٽا-ٽا" به ڊارون جي نظريي مطابق جسم جي عضون جي حرڪتن جي نقاليءَ تي مبني آهي.(١)

ويهين صديءَ جي هڪ ماهر "اسٽرٽيوانٽ" هڪ عجيب نظريو پيش ڪيو آهي، جيڪو جيتوڻيڪ بظاهر عقل ۾ نه ٿو اچي، پر منجهس ڪافي حد تائين سچائي آهي. هو چوي ٿو ته جيئن ته انسان جا سمورا ارادا ۽ جذبا لاشعوري طرح ۽ بيساختگيءَ سان نگاهه، اشاري، ڪنهن جسماني حرڪت يا ڪنهن آواز جي وسيلي ظهور حاصل ڪن ٿا، ان ڪري شعوري ۽ اراديتاً پيدا ٿيندڙ اظهار جا طريقا- جن مان ٻولي

---

(١) هنن نظرين جي تفصيل لاءِ ڏسو:
Mario Pei—"The Story of language": Chapter II, pp. 18-24.

يا ڳالهائڻ به هڪ آهي— اوائلي طرح ضرور ڏونگ ڪرڻ،
يا لکڻ جي نيت مان وجود ۾ آيا هوندا! جيڪي ماڻهو
سياسي تقرير بازيءَ، مذهبي وعظ ۽ ڍنڍلا ڏيندڙ مسئلن جي
اهڙين لفاظين جي ٻڌڻ تي هريل آهن، انهن کي هن نظريي
جي مٺاچري سچائيءَ جو ضرور احساس ٿيندو!(۱)

هڪ نظريو، جنهن تي اڪثر ماهر متفق آهن، پر جنهن
جو ثبوت ملڻ مشڪل آهي، سو آهي فطري آوازن جو نظريو.
آءٌ ذاتي طرح ان نظريي کي ئي نسبتاً صحيح نظريو سمجهان
ٿو، ۽ ٻين ٻولين ۾ ان جو ثبوت ملي نه ملي، سنڌي ٻوليءَ
۾ ان جا ڪافي ثبوت ملن ٿا— ۽ اسان جي ٻوليءَ مان ان
نظريي کي ڪافي تقويت ملي ٿي. ان نظريي موجب، جڏهن
انسان کي پنهنجي غارن واري اوائلي حياتيءَ ۾ فطري عناصرن
مان واسطو پيو، تڏهن هو فطرت کان ڪيتريون ڳالهيون
سکڻ لڳو. انسان ٻاهر به ته قدرت جي اتفاقات مان سکيو،
ڪنوڻ جي ساڙڻ، يا وڻن جي ٽاڻ ۾ گسڻ سان ٻاهر پيدا
ٿيندي ڏسي ئي انسان ٻاهر ٻارڻ سکيو. فطرت ۾ ڪيترائي
آواز ۽ شور غل سمايل آهن. انهن آوازن جي نقالي ڪندي
ڪندي، انسان پنهنجا آواز پيدا ڪرڻ لڳو، ۽ انهن آوازن
کي اهي ئي معنائون ڏيڻ لڳو، جيڪي فطرت جي آوازن مان
ظاهر ٿي ٿيون. ايتري قدر جو جهنگ جي جانورن ۽ پکين جي
ٻولين به هن کي نوان نوان آواز ۽ نوان نوان لفظ ٿي ڏنا.
ان طرح، ٿيندي ٿيندي، پنهنجي جذبن جي اظهار ڪرڻ ۾ انسان
کي سوين ورهيه لڳي ويا هوندا. ان ۾ ايترو ضرور خيال
۾ رکڻو آهي ته جتي جتي انساني زندگي نسري، آسري هوندي،
اتي جي فطري آوازن مطابق بنيادي ٻوليون ٺهيون هونديون،
۽ اهي ٻوليون جئن ته اهڙي ساڳئي ۽ عام محرڪ مان هيون،
ان ڪري لازمي طور انهن ۾ ڪافي هڪجهڙائي هوندي.

---

1. Edgar H. Sturtevant—"Intorduction to Linguistics" pp. 48-49.

ارڙهين صديءَ جي شروع ۾ ليبنز (Lebiniz) پهريون شخص هو، جنهن اهو نظريو پيش ڪيو ته انساني ٻوليون ڪنهن تاريخي طرح محفوظ ٿيل ذريعي مان پيدا نه ٿيون آهن، پر ڪنهن اوائلي ”ڳالهائڻ“ واريءَ ”ٻوليءَ“ مان پيدا ٿيون آهن. اهڙوئي ساڳيو نظريو ويهين صديءَ جي اطالوي ماهر ٽرامبيٽيءَ (Trombetti) پيش ڪيو، جنهن ان ڳالهه تي بحث ڪندي، ٻڌايو ته انجيل ۾ ذڪر ٿيل بابل جي مناري واري ڳالهه ڪم از ڪم استعاري طور ته صحيح آهي ته سمورين ٻولين جو بنياد هڪڙو ئي آهي.(١)

تاريخ ۾ ٿي چار ڪوششون اهڙيون به ڪيون ويون آهن، جن ۾ ٻارن کي جائي ڄم کان، ڳالهائڻ سکڻ واري منزل کان اڳ ۾، ٻاهرينءَ دنيا کان پري اڪيلائيءَ ۾ بند ڪري ڇڏڻ جا تجربا ڪيا ويا آهن، ته جيئن اهو پتو پوي ته اهي ٻار پنهنجي ڪا ٻولي پيدا ڪن ٿا يا نه، يا فطري طرح هنن ۾ ڳالهائڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي يا نه. پهريون اهڙو تجربو مصري بادشاهه سمٽيخوس (Psammetichos) ڪيو، ٻيو تجربو سسليءَ جي بادشاهه فريڊرڪ ٻئي ١٢٠٠ع ۾ ڪيو، ٽيون تجربو ١٥٠٠ع جي لڳ ڀڳ اسڪاٽلنڊ جي بادشاهه جيمس چوٿين ڪيو هو. هندستان ۾ تقريباً ساڳئي زماني ۾ اڪبر بادشاهه پڻ اهڙو تجربو ڪيو هو. پر انهن وقتن ۾ جيئن ته اعتبار جوڳا ۽ ڪارآمد سائنسي وسيلا ميسر ڪو نه هئا، ان ڪري انهن تجربن مان ڪجهه به ثابت نه ٿي سگهيو.

هاڻوڪي زماني ۾ به اهڙا مثال ٿيا آهن، جن ۾ ننڍڙا ٻار ڪافي عرصي تائين ٻکڙن، ڪتن يا ٻاندرن سان گڏ، انساني صحبت کان سواءِ، نپنا آهن، پر انهن جي مثالن به ٻولين جي ابتدا معلوم ڪرڻ ۾ ڪا مدد نه ڪئي.

1. Mario Pei—"The Story of Language" pp. –8-24.

انهن سمورن نظرين ۾ راين مان هڪڙو لازمي نتيجو هي ٿو نڪري ته شايد سموريون انساني ٻوليون ڪنهن هڪ ئي بنيادي مک ٻوليءَ مان ڦٽي نڪتيون. ڪي ٻوليون اهڙين قومن وٽ رهيون، جيڪي ٻاهرينءَ دنيا کان بلڪل ڪٽجي ويون، ۽ اهي ٻوليون به انهن انسانن سان گڏ فنا ٿي ويون: انهن کي دفن ٿيل ٻوليون (Fossilized Languages) سڏجي ٿو. ٻيون ٻوليون اهڙين قومن وٽ رهيون، جيڪي روزگار جي ڳولا ۾ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ، ٻئي هنڌان ٽئين هنڌ لڏينديون رهيون، ۽ ان ڪري سندن ٻوليون به بدلجنديون رهيون، ۽ نيون ٻوليون ۽ محاورا وجود ۾ ايندا ويا. ٻولين جي انهيءَ ورهاست لاءِ ٻه نظريا پيش ڪيا ويا آهن: هڪ موجب مک ٻولي وڻ جي ٿڙ مثل آهي، ۽ ٻيون ٻوليون ان ٿڙ مان ڦٽندڙ ٽارين وانگر. ٻئي نظريي موجب، جنهن کي 'لهرين وارو نظريو' (wave theory) سڏيو وڃي ٿو، اهو چيو وڃي ٿو ته جهڙيءَ طرح پاڻيءَ ۾ پٿر اڇلائڻ سان، ان ۾ لهريون پيدا ٿين ٿيون، بلڪل اهڙيءَ طرح انساني تمدن ۾ اٿل پٿل جي ڪري لهرين وانگر نيون نيون ٻوليون پيدا ٿيون.

ڪيترن ئي ماهرن جي هميشه اها آرزو رهي آهي ته هو سمورين ٻولين جو بنياد ڪنهن هڪ ئي مک ٻوليءَ ۾ ڳولي لهن. اهي ڪوششون اڃا ڪامياب نه ٿيون آهن. ٻوليون وقت جي گذرڻ سان ايترو ته بدلجي ٿيون وڃن، جو تاريخي لکيل مواد نه هجڻ جي صورت ۾ اهو چوڻ مشڪل آهي ته ڪا خاص ٻولي ڏهه هزار ورهيه يا پنج هزار ورهيه اڳ ڪهڙيءَ شڪل صورت ۾ هئي. اهو ته ڪن ٻولين جو تاريخي مواد ملي پيو آهي، جنهن ڪري انهن ٻولين جي قريبي پراڻين صورتن بابت ڪجهه علم حاصل ڪري سگهيا آهيون، نه ته اڃا تائين سوين ٻوليون اهڙيون موجود آهن،

جن جي ٽي سو سال اڳ ڪهڙي صورت هئي، ان جو پتو
لڳائڻ به مشڪل آهي.

ان جي باوجود، عالمن وڏيون محنتون ڪري، ڪي
بيش بها نتيجا ڪڍيا آهن: انگريزي، آئرش، روسي، اسپيني،
يوناني، الباني، آرميناني ۽ فارسيءَ جهڙين مختلف ٻولين ۾
جڏهن ڪين هڪ بنيادي وحدت نظر آئي، تڏهن هنن اهو
اهڃاڻ ڏنو ته شايد اهي سموريون ٻوليون ڪنهن هڪ ئي
مک ٻوليءَ جون ڌيئرون آهن، يعني انهن جو ڪو ساڳيو ئي
بنياد آهي. ٻئي طرف وري عربي، عبراني، حبش جي امهارڪ
ٻوليءَ، ۽ قديم ببيلان، اسيريا، فونيشيا ۽ ڪارٿيج جي ٻولين
۾ به هڪ خاص بنيادي وحدت نظر اچي ٿي، جنهن جي ڪري
چئجي ٿو ته انهن جي ماءُ-ٻولي به ڪا هڪڙي ئي آهي.
فنش (فنلئنڊ جي ٻولي)، هنگيرين، ترڪي ۽ ايشيائي روس
جون گهٽيون ٻوليون هڪ جدا گروهه ٺاهين ٿيون، جن جو
هاڻ هند-يورپي ٻولين سان قديم لاڳاپو ثابت ڪيو ويو آهي.
چيني، برمي، ٿائي، ۽ ٽيبيٽي ٻولين جو پنهنجو جدا گروهه
آهي. ساڳيءَ طرح ڏکڻ هندستان جي دراوڙي ٻولين — تامل،
تليگو، ڪئناريز، مليالم، بروهي، منڊا وغيره جو گروهه الڳ
آهي. ملايو-پالينيشيا جون ٻوليون الڳ گروهه ۾ شمار ٿين
ٿيون. جپاني ۽ ڪوريائي ٻوليون جدا گروهه سان تعلق رکن
ٿيون. ان طرح آفريڪا جي ٻولين جا به جدا جدا گروهه —
بانٽو وغيره — سڏجن ٿا. آمريڪا جي ڳاڙهن هندستانين (Red-
Indians) جي ٻولين جو وري گروهه بلڪل جدا آهي. اهي
سمورا مختلف ٻولين جا گروهه آهن، جن جي اصل ۾ جدا جدا
ڪا مک ٻولي هئي، ۽ اهي مک ٻوليون وري ڪنهن پراچين
سمي ۾ شايد هڪ ئي بنياد مان اسريون ۽ اپريون.

سنڌي ٻوليءَ جي گروهه لاءِ موجوده نظريو اهو آهي
ته سنڌي، هند-يورپي ٻولين جي گروهه مان آهي (جنهن

کي جرمن عالم هند-جرمنڪ (Indo-Germanic) گروهہ سڏين ٿا!) ان گروهہ کي اهو نالو ان ڪري ڏنو اٿن، جو انهيءَ ڪٽنب ۾ سموري يورپ کان وٺي اتر هندستان وارن ملڪن جون اڪثر ٻوليون اچي وڃن ٿيون. هند-يورپي ڪٽنب جي اڪثر ٻولين ۾ هڪ ڪان وٺي ڏهن تائين انگن، گهر جي ڀاتين جي سڱن جي نالن، ۽ ٻين ڪيترن بنيادي لفظن جا منڍ ساڳين ڌاتن ۾ ڳولي سگهجن ٿا. سنڌيءَ جي ان گروهہ ۾ ڪهڙي حيثيت آهي، ان تي تفصيلي بحث ايندڙ صفحن ۾ ڪيو ويندو.

انهيءَ انڊو-يورپين ڪٽنب ۾ ٻہ علائقائي ويجهڙائيءَ جي بنيادن تي، ننڍا ننڍا گروهہ ٺاهيا اٿن، جن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا—

(١) جرمنڪ گروهہ، جنهن ۾ انگريزي، جرمن، ڊچ، فليمش ۽ ٻيون ويجهيون لاڳاپيل ٻوليون شامل آهن.

(٢) رومانس گروهہ، جنهن ۾ لاٽن، فرينچ، اسپيني، پورچوگيز، اٽالين، رومانين، ڪٽلان، سارڊينين ۽ سئٽزرلئنڊ جي رومانش ٻولي شامل ڪيون وڃن ٿيون.

(٣) سلاوڪ گروهہ، جنهن ۾ روسي، پولش، آئرش، ڪٽلڪ، مئنڪس، برٽونڪ (ويلش، برين ۽ ڪارنش)، ۽ گال ٻوليون اچن ٿيون.

(٤) يوناني گروهہ، جنهن ۾ يوناني، آرمينائي، الباني ٻوليون شمار ٿين ٿيون.

(٥) هند-ايراني گروهہ، جنهن ۾ پهلوي، فارسي، پشتو، بلوچي ٻوليون شامل آهن.

(٦) هند-آريائي گروهہ، جنهن ۾ پالي، هندي، بينگالي، آڙيا، راجستاني، مرهٽي، سنڌي وغيره ٻوليون چيون وڃن ٿيون، جن کي سنسڪرت جي پراڪرتن مان نڪتل شمار ڪيو وڃي ٿو.

انهن سمورين ٻولين کي گڏي ”هند-يورپي“ ٻوليون سڏين ٿا. ڪجهه سال اڳ انهن کي انڊو-آرين ٻوليون يعني هند-آريائي ٻوليون چيو ويندو هو، پر تاريخي طرح آرين جي هڪ قوم هجڻ وارو نظريو هاڻ مشڪوڪ ۽ افسانوي سمجهيو وڃي ٿو، ان ڪري ٻولين کي هند-آريائي جي بدران هند-يورپي ٻوليون چيو وڃي ٿو. آرين جي هڪ قوم واري مسئلي تي اڳيان ڪنهن باب ۾ بحث ڪيو ويو آهي.

انهن ٻولين کي هڪ ئي گروهه جون ٻوليون ان ڪري چيو ويو آهي، جو بنيادي طرح ڪيترين ئي ڳالهين ۾ اهي ٻوليون هڪٻئي سان لاڳاپيل نظر اچن ٿيون. ٻولين کي جن بنيادن تي هڪ ئي گروهه يا اصليت جون ٻوليون سڏجي ٿو، انهن جي اڀياس کي پيٽ وارو طريقو يا نسبتي طريقو سڏجي ٿو. ضروري آهي ته انهيءَ نسبتي طريقي (Comparative Method) جو مختصر احوال ڏجي.

جڏهن هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندڙ قبيلو، ڪن سببن جي ڪري، حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو، تڏهن سندن ٻولي ۾ مختلف صورتون اختيار ڪرڻ لڳي ٿي، ۽ رفتي رفتي اهي مختلف صورتون خود جدا ۽ الڳ حيثيت رکندڙ ٻوليون بنجي وڃن ٿيون. جڏهن ان قوم يا قبيلي جي ڪن ڪٽنبن کي لڏي پلاڻي ڪا وڏي مسافري ڪرڻي پوي ٿي، يا جڏهن ڪي ڪٽنب سمنڊ جهاڳي، يا پربت پار ڪري، دنيا جي ڪنهن ٻيءَ ڪنڊ ۾ پهچن، يا منجهن ڪو اهڙو ڌاريون قبيلو اچي گڏ رهڻ لڳي، جو هنن ۾ جذب ٿيڻ سان گڏ هنن تي نمايان اثر ڪرڻ لڳي— ۽ اهي تبديليون جڏهن ڪجھ صديون قائم رهن، تڏهن ٻوليون بنهه بدلجي وڃن ٿيون، ۽ ٻولين جا ماهر انهن پيدا ٿيل تبديلين ۽ نحوي خصوصيتن کي ڏسي، انهن جي بنياد ڳولي لهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. انهيءَ اڀياس کي سڏين ٿا ”وياڪرڻي پيٽ“ (Comparative Grammar).

ويا ڪرڻي پيٽ ڪرڻ واري طريقي سان اصلي، اڻ جدا ٿيل،
مُک قبيلي جي ڳالهايل ٻوليءَ جون ڪي بنيادي خصوصيتون
وري آسارڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي، ۽ انهيءَ اوساريءَ
لاءِ نين پيدا ٿيل ٻولين جي لاڳاپيل ۽ هڪٻئي سان ملندڙ
جلندڙ خصوصيتن جو اڀياس ڪيو ويندو آهي.

وياڪرڻي پيٽ ڪرڻ واري طريقي ۾ ٽن ڳالهين جو
خاص خيال رکيو ويندو آهي. انهن مان پهرين اهم ڳالهه
آهي "لفظن جي هڪجهڙائي" (word-similarity). عقل اها
ڳالهه آسانيءَ سان تسليم ڪري ٿو ته ٻن هڪٻئي سان لاڳاپيل
زبانن ۾ سڃاڻڻ جهڙا ساڳيا لفظ گهڻي تعداد ۾ موجود هوندا.
رومانس گروهه جي ٻولين (فرينچ، اسپيني، پورچوگيز، اٽالين
۽ لاطيني) جي پيٽ مان مراد هرو ڀرو لفظن جي هوبهو يڪسانيت
نه آهي. لفظن جي يڪسانيت هڪٻئي کان لفظ اڌارا وٺڻ
ڪارڻ به پيدا ٿئي ٿي- جيئن عربيءَ ۽ سنڌيءَ جا هڪجهڙا
لفظ. ٻولين جي هڪٻئي سان جڳري ناتي ۽ مائٽيءَ جو اهو
ثبوت مضبوط ترين ان وقت ٿئي ٿو، جڏهن هڪجهڙا لفظ
اهڙي قسم جا هجن، جيڪي هڪڙيءَ ٻوليءَ مان ٻيءَ ٻوليءَ
۾ داخل نه ٿيا هجن، ۽ نڪي ٻنهي ٻولين ۾ وچان ٽي ڪنهن
ٽينءَ ٻوليءَ مان داخل ٿيا هجن. اهڙن اصلوڪن يا بنيادي
لفظن ۾ شخصي ضمير (متڪلم، حاضر ۽ غائب)؛ اهڙا فعل
جيڪي بنيادي ڪمن ڪارين يا حالتن جو مفهوم ادا ڪن—
مثلاً اچڻ ۽ وڃڻ، ڏيڻ ۽ وٺڻ، پيئڻ ۽ کائڻ، جيئڻ ۽ مرڻ
وغيره؛ صفتون، جيڪي عام خصوصيتن لاءِ ڪم اينديون
هجن- مثلاً چڱو ۽ مٺو، ننڍو ۽ وڏو، ٿورو ۽ گهڻو، اوچو
۽ اونهو. وغيره؛ ۽ اهڙا نالا، جيڪي ڪائنات ۾ عام طرح
ملندڙ چيزن لاءِ ڪم اچن- مثلاً ڌرتي، سج، چنڊ، ڪتو،
ٻلو، پاڻي، مٽي، باهه وغيره؛ ۽ بدن جي لڱن ۽ پاڱن جا
نالا- اک، ڪن، نڪ، وات، ٽنگ، ٻانهن وغيره؛ ۽ رت

جي سڱن جا نالا – مثلاً پيءُ، ماءُ، ڀيڻ، ڀاءُ، ماسي، ڦُڦي وغيره)– انهيءَ اصول جي مکيه نمائندگي ڪن ٿا. پر جيڪڏهن ڪن ٻه ٻن زبانن ۾ هڪجهڙن لفظن جو تعداد ٿورو آهي، ۽ اهي لفظ محظ تمدني زندگيءَ جي ڪنهن خاص پهلوءَ، مثلاً مذهب وغيره سان لاڳاپيل آهن ته يقيني طرح اهو چئي سگهجي ٿو ته هڪڙيءَ ٻوليءَ ٻيءَ کان اهي لفظ محض اڌارا ورتا آهن. هن سلسلي ۾ عربي ۽ سنڌيءَ جو مثال نمايان آهي. ٻولين جي اها ڏي وٺ ڪا خاص ڳالهه ڪانهي، ۽ دنيا جي هر ٻوليءَ ساڳيءَ طرح ٻين ٻولين جا لفظ پنهنجا ڪيا آهن.

نحوي ٻيٽ جو ٻيو اهڃاڻ آهي مختلف ٻولين جي نحوي اسلوب يا گرامر جي نوعيت جي هڪجهڙائي. جملي ۾ اسم، فعل ۽ ضمير جي ٻيهڪ، زمانن مطابق فعلن جي ورهاست، ظرفن ۽ حرف جملن جو استعمال – اهي ۽ ٻيون اهڙيءَ نحوي نوعيت جون ڳالهيون جيڪڏهن ڪن ساڳين اصولن هيٺ مختلف ٻولين ۾ معنوي هڪجهڙائي پيدا ڪنديون هجن، ته انهن ٻولين جو پاڻ ۾ رشتو ظاهر ٿئي ٿو.

ٽيون اشارو يا اهڃاڻ آهي– "هڪجهڙيءَ معنيٰ وارن لفظن ۾ هڪجهڙو ۽ باقاعدي فرق" (consistent difference). سنڌيءَ ۽ سنسڪرت جي پراڪرتن جي لفظن جي استعمال ۾ هڪ باقاعدي هڪجهڙائيءَ سان گڏ باقاعدي فرق نظر اچي ٿو. ساڳيو باقاعدي فرق اوهان کي رومانس ٻولين ۾ نظر ايندو. انهن ڳالهين کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ڳالهيون خيال ۾ رکڻيون پون ٿيون– مثال طور ٻولين جي هر گروهه جو مجموعي تمدني پس منظر ٻولين جي ساڳئي بنياد جو ڪافي پختو ثبوت مهيا ڪري ٿو.

ٻولين جي ان قسم جي يڪسانيت کي ڏسي، ان جي جواز ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، ۽ ان جواز جي ڳولا

۾ جتي علم ۽ ڄاڻ کي دخل هو، اتي سياسي، سماجي ۽
قومي ڳالهين کي به دخل هو. هندستان ۾ سنسڪرت جو
اڀياس هزارين ورهين کان رهيو هو، ۽ ان جي گرامر ۽
وياڪرڻ تي اهڙا بلند پايي جا ڪتاب لکيا ويا هئا، جو
يورپي عالم اڄ تائين انهن ليکڪن جا نالا ادب ۽ احترام
سان وٺندا آهن. اڄ تائين، ٥٠٠ ق.م جي وياڪرڻي ڄاڻو
”پاڻنيءَ“ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو وياڪرڻي ڄاڻو
مڃيو وڃي ٿو، ۽ دراصل ڪپس گرامر جي (Grammarian)
سائنس جو ابو تصور ڪيو وڃي ٿو. سنسڪرت جي ڄاڻ حاصل
ڪرڻ سان، ۽ ان کي يورپ جي ٻولين ــ يوناني، لاطيني گروهه
جي ٻولين ۽ جرمن وغيره ــ سان سندس ويجهو لاڳاپو ڏسي،
يورپ ۾ هڪ عجيب تحريڪ پيدا ٿي. جرمني ان وقت هڪ
نئين جذبي هيٺ پنهنجي جرمن قوم کي دنيا جي بهترين
قوم ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مشغول هئي. ان تحريڪ
ايتريقدر خطرناڪ نسلي صورت اختيار ڪئي، جنهن ۾ ٻن
مهاڀاري لڙاين کان سواءِ، لکين يهودين جو اهو ڪوس
شروع ٿيو، جو هنن تي ٿيل ظلمن، اتياچارن ۽ وحشي سلوڪن
بابت پڙهي، انسان جي انسان هجڻ مان ايمان ئي ڏي ٿو وڃي.
ان تحريڪ جي ابتدائي صورت ۾ جرمن ماهرن کي سنسڪرت
هڪ هٿيو ٿي ڪم آئي، ۽ هنن پاڻ کي مٿاهين نسل ثابت
ڪرڻ لاءِ، هڪ آرين قوم جو اولهه کان اوڀر ۾ اچي آباد
ٿيڻ جو افسانو پيدا ڪيو. جرمنن پنهنجي نالي کي ”شرمن“
۽ ”شرما“ سان مترادف ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اهو
نظريو ڦهلايو ته نسلي بنياد تي آريا نسل انسان ذات ۾ سڀ
کان اوچو نسل هو، ۽ جهڙن ته جرمن ئي آرين جا پونير
هئا، ان ڪري دنيا تي حڪومت ڪرڻ جو حق فقط جرمنن
کي ئي هو. جهڙيءَ طرح هندو جاتيءَ ۾ برهمڻن ۽ کترين
جي مقابلي ۾ شودرن کي نيچ ذات سمجهيو ٿي ويو، تهڙيءَ
طرح جرمن پاڻ کي اوچي ذات ۽ باقي دنيا کي شودر بنائڻ

۾ مصروف ٿي ويا. ايترو مڃڻو پوندو تہ اهي ڪوششون بي انتها علمي ڇاڻ جي پردي ۾ ڪيون ويون، ۽ ڇاڪاڻ تہ ان وقت هندستان بلڪ يورپ جا ڪيترائي ملڪ جرمنن ڪان علم ۾ گهڻو پوئتي هئا، انهيءَ علمي چولي ۾ هڪ خطرناڪ تحريڪ کي بي نقاب ڪرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو.

ٻئي طرف هندستان ۾ آزاديءَ جي طلب ۽ قومپرستي زور وٺڻ لڳي هئي، ۽ انگريزن کي اچي پنهنجي سر جو خطرو لڳو. هندستاني عالمن پنهنجي قديم سڌريل تمدن ۽ بهترين ٻوليءَ جا ڳڻ ڳائي، هندستانين ۾ پنهنجي قوميت جي احساس جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان سلسلي ۾ بال گنگادر تلڪ، سچانند، اروبندو گهوش ۽ ٻين چڱو ڀرو ورتو، ۽ سندن ڪتابن ماڻهن ۾ هڪ نئين جاڳرتا پيدا ڪرڻ شروع ڪئي. انگريزن ان تحريڪ کي ڪمزور بنائڻ لاءِ هڪ طرف جرمن عالمن جي پٺڀرائيءَ ۾ پنهنجي عالمن کان ڪتاب لکايا، ۽ ٻئي طرف خود هندستاني عالمن جي قوم-پرستيءَ کي اهڙيءَ طرح موڙڻ شروع ڪيو، جو اهي ئي ڪتاب، جن جو مقصد قوميت جو احساس جاڳائڻ هو، محض هڪ نظرياتي اختلاف بنجي رهجي ويا. هندستان جي اڪثر آدمشماري پورهيتن ۽ مزورن جي هئي، انهن ۾ پنهنجي جاڳرتا جاڳائڻ بدران کين ڌرم، نسل، ذات پات ۽ ڇوت ڇات جون ٻوليون پڙهائي، هندستاني عالمن انگريزن جا هٿ مضبوط ڪيا.

انهن ٻنهي تحريڪن جي درپردي ٻولين جو علم بہ ترقي ڪندو ويو، پر انهيءَ علم جو پس منظر، جو شروع کان غلط ۽ هٺراڌو بنايو ويو هو، سو ان جو لب لباب اهو هو تہ هڪ ڌارين قوم ”آريا“، جنڪي اصل يورپ يا ڪٿان وچ ايشيا يا بالائي ايشيا جا باشندا هئا، ۽ هڪ سڌريل تمدن جا باني هئا، سي لڏ پلاڻ ڪري، هندستان تي حملہ آور ٿيا، ۽ هندستان کي فتح ڪري، اتي سنسڪرت عام ڪرڻ

مان گذي، هڪ نئون ۽ بهتر تمدن پيدا ڪرڻ لڳا. يورپ ۾ جيئن ته نسلي امتياز جي هوا گهلڻ شروع ٿي هئي، سو هرڪو آرين جي اصلوڪي ماڳ کي پنهنجي پنهنجي ملڪ ۾ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ۽ دراصل ان نظريي جي محض افسانوي حيثيت انهيءَ جهڳڙي مان ئي ظاهر ٿي ٿي پيئي: ڪن چيو ته آرين جو اصلوڪو گهر جرمنيءَ جي رائين نديءَ جي ڪناري تي هو، ڪن ٿي چيو ته آريا اصل سائيبريا جا رهاڪو هئا، ڪن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته آرين جو اصلوڪو ماڳ فنلئنڊ هو، ته ڪي وري وچ ايشيا، ترڪستان ۽ ايشيا مائنر جا نظريا پيش ڪرڻ لڳا. اسان جي هندستاني ماهرن وري اهو اصلوڪو ماڳ ميرو پربت ۽ اتر قطب طرف پڌائڻ شروع ڪيو. انهيءَ جهڳڙي ۾ يورپ جا ماهر نيٺ هڪ ئي ڳالهه تي اچي بيٺا ته آرين جو اصل ماڳ يورپ جي اتر ۾ هو، ان ڪري آرين کي سڏيو ويو ”نارڊڪ نسل“ (Nordic Race). ۽ اهو نسل قديم ماضيءَ ۾ هيٺ لهي، يورپ ۾ ڦهلجي ويو. علم الانسان جي ترقيءَ انهن نظرين تي وقت به وقت پاڻي ڦيرائي ڇڏيو. توخارين ۽ هٽي ٻولين جي رڪارڊ هٿ اچڻ سان، هڪ دفعو وري اهو بحث شروع ٿيو ته آريا شايد اصل کان ايشيا جا ئي باشندا هئا، ڇاڪاڻ ته اهي پراڻي ۾ پراڻيون زبانون ١٥٠٠—١٧٠٠ ق.م جون هيون، ۽ هند يورپي زبانن جو ويجهي ۾ ويجهو مثال انهن ئي مهيا ڪيو. پر ڪي عالم اهڙا به هئا، جن انهيءَ منجهيل سٽ جي ڦوري کي علمي طور سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. علم الانسان (Anthro pology)، جيو-وديا (Biology) ۽ لسانيات جي بنياد تي هنن ثابت ڪيو ته آرين جي نسل وارو نظريو محض افسانو ۽ جرمن عالمن جو ذهني اختراع آهي. ان جو تفصيلي احوال اسين سنڌي تمدن جي باب ۾ ڪنداسون، ڇاڪاڻ ته هن باب ۾ اسان جو مقصد فقط مختلف ٻولين جي

اسرڻ سان آهي. انهن ٻنهي گروهن مان صحيح ڪير آهي، سو هڪ ڏکو بحث آهي — ۽ جدا باب ۾ ان جو تذڪرو وڌيڪ مناسب ٿيندو. ان صورتحال ۾ آريا ٻاهران آيا، يا ڪا قوم هندستان مان ٻاهر پهتي، ان جي فيصلي کي عارضي طرح ملتوي ڪري، هت اهو ڄاڻائڻ لازمي آهي تہ دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ هڪ وحدت نظر اچي ٿي، جنهن جي اڀياس مان هڪ نتيجو هيءُ نڪري ٿو تہ انهن سمورين ٻولين جي ڪا هڪ ئي ماءُ ۽ مک ٻولي هئي، جنهن کي هاڻ هند-يورپي ٻولي سڏين ٿا، ۽ ان مک ٻوليءَ جون مکيہ ۽ قديم ترين ڌيئرون بتدريج سنسڪرت، هٽي، اويستا، توخارين، يوناني ۽ لٽن آهن. يورپي عالمن انهن سمورين ٻولين جو اڀياس ڪري، سڀني جون بنيہ عام ۽ ساڳيون خصوصيتون جمع ڪري، اصل هند يورپي ٻولي يعني مک ٻوليءَ جي هٿراد و صورت تشڪيل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسٽرڊيوانٽ انهيءَ کي هند-يورپيءَ جي بدران پروٽو-انڊو-يورپيئن سڏڻ پسند ڪيو آهي. پر جيئن تہ هند-يورپي وڌيڪ سولو نالو آهي، ان ڪري اسين ان کي هند-يورپي ٻولي ئي سڏينداسون.

ان سان گڏ هڪ ٻيو اختلاف راءِ آهي سنسڪرت جي قدامت جو. اصلي سنسڪرت يا ويدڪ سنسڪرت لاءِ اهو چيو ويو تہ پراڻي ۾ پراڻو ويد — رگ ويد — گهٽي ۾ گهٽو تہ ٻہ ١٥٠٠ ق.م جو آهي. ان جي پس منظر ۾ ٻہ اهوئي آرين جي ٻاهران اچي حملي ڪرڻ جو تصور هو. ڏيهي عالمن ويدن اندر سمايل نيم تاريخي مواد، علم نجوم ۽ ٻين بنيادن تي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ويد گهٽ ۾ گهٽ ٥٠٠٠ ورهيہ پراڻا آهن. پر ان ڳالهہ کي هندستاني عالمن جي قومي وڏائي تصور ڪري يورپي عالم رينپندا آيا. پر هاڻ جڏهن هٽي زبان جو رڪارڊ مليو، تہ ان مان پتو پيو تہ خود اهو رڪارڊ اٽڪل ١٢٠٠ ق.م جو آهي، ۽ انهن ۾ جيڪي

ويدڪ سنسڪرت منجهان نڪتل آهن.
نالا سمايل آهن، سي ويدڪ سنسڪرت منجهان نڪتل آهن.
ويدڪ سنسڪرت ۽ هنن ٻولين ۾ جيڪو لساني فرق آهي،
ان لاءِ اهو اندازو لڳايو ويو آهي ته ويدڪ سنسڪرت گهٽ ۾ گهٽ
نه، ته ٻه اٽڪل ٥٠٠ ورهيه هنن کان پراڻي آهي؛ ۽ هنن
ٻولي، جن ڳالهين ۾ سنسڪرت کان مختلف آهي، اهي ڳالهيون
۽ تبديليون هڪ ئي مک ٻوليءَ مان نڪتل ٻن ٻولين ۾ گهٽ
۾ گهٽ ٥٠٠ ورهين ۾ پيدا ٿيون هونديون؛ ۽ اڃا ٻيو،
چاڪاڻ ته هتراڏو ڦاهيل هند يورپي ٻوليءَ ۾ ڪيتريون
ڳالهيون اهڙيون آهن، جن جو جواز نه ٿو ملي، ان ڪري
قدامت جو اهو حساب به دراصل غير يقيني ۽ غير معين آهي.

هند يورپيءَ جي ان هتراڏو تشڪيل لاءِ ائين چيو
وڃي ٿو ته جڏهن ان ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ گروهن ۾ ورهائجي
هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچڻ لڳا، تڏهن هر گروهه جي پنهنجي
پنهنجي ٻولي بڻجي ويئي، ليڪن منجهن اصلي وحدت قائم
رهي، ۽ سمورين ٻولين جي ڪن خاص نشانين مان اهو اندازو
لڳائي سگهجي ٿو ته ڪا خاص ٻولي اصلوڪيءَ هند-يورپي
ٻوليءَ کان ڪيتريءَ حد تائين مختلف آهي، ۽ ڪهڙيون ڳالهيون
انهن جي ان اختلاف جو سبب بڻيون.

ويدڪ سنسڪرت ٻولي ٻيني کان وڌيڪ صوتي ۽
نحوي لحاظ کان هند يورپيءَ کي ويجهي آهي. ويدڪ سنسڪرت
ٻاهران هندستان ۾ پهتي، يا ان حد تي آتي اڳيئي موجود هئي،
بهرحال ان کان پوءِ ٤٠٠ ق.م تائين‌ءَ جي تبديلين لاءِ لساني
ماهر خاموش آهن، چاڪاڻ ته ان دور جو ڪو به رڪارڊ
پيٽ ڪرڻ لاءِ ڪونه ٿو ملي. اٽڪل ٣٠٠ ق.م ۾ پاڻنيءَ
جو گرام لکيو ويو، جنهن سنسڪرت جي وياڪرڻ، اچارڻ
۽ اندروني بناوت جا قاعدا قانون ۽ حدون مقرر ڪري ڇڏيون—
۽ ان کان پوءِ جيڪا سنسڪرت لکجڻ يا ڳالهائجڻ لڳي، سا
پاڻنيءَ جي مقرر ڪيل انهن اصولن موجب. نتيجو اهو نڪتو،

جو سنسڪرت انهن ٻنڌڻن جي ڪري هڪ خاص صورت اختيار ڪري ويٺي. پر ڪنهن به ٻوليءَ کي بدلجڻ کان روڪي نه ٿو سگهجي. پاڻنيءَ جي اصولن جي باوجود، مقامي اثرن جي ڪري ٻولي بدلجڻ لڳي. ان وقت جا اديب هڪ مخصوص ٻولي پاڻنيءَ جي ڄاڻايل اصولن موجب لکندا رهيا. ان ٻوليءَ کي ڪلاسيڪي سنسڪرت سڏيو وڃي ٿو. پر ڳالهائڻ واري ٻولي بدلجندي رهي، ۽ ان جون اهي به صورتون پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ تي اچي وڙهڻ لڳيون — ان حد تائين، جو ڪي ناٽڪ اهڙا به مليا آهن، جن ۾ راجائون، وزير ۽ برهمڻ پاڻنيءَ جي سنسڪرت ۾ ٿا ڳالهائين ته جواب ڏيڻ وارا سپاهي، ٻانها يا واپاري ۽ ٻيا عام ماڻهو ان وقت جي ڳالهائڻ وارين ٻولين يا پراڪرتن ۾ ٿا ڳالهائين(١). پراڪرتن جي وڌڻ جي اها صورتحال گهڻي عرصي کان هلندي آئي، ۽ علائقائي بنيادن تي پراڪرتون مختلف صورتون اختيار ڪري علائقائي ٻوليون بڻجنديون ويون. ان بنياد تي هندستان جي ٻولين کي پنجن دورن ۾ ورهايو وڃي ٿو:

١. ويدڪ سنسڪرت:- اڻ ڪٽيل دور (شايد ٢٥٠٠ ق.م) کان ١٥٠٠ ق.م تائين.

٢. براهمڻ، پراڻ ۽ سوترن جي سنسڪرت: ١٥٠٠ ق.م کان ٤٠٠ ق.م تائين.

٣. پاڻنيءَ جي وياڪرڻي يا ڪلاسيڪي سنسڪرت: ٤٠٠ ق.م کان ٢٥٠ ق.م تائين.

٤. اڻ-وياڪرڻي يا اپڀرنش (اپڀرنش): ٢٥٠ ق.م کان ٢٥٠ع تائين.

٥. وياڪرڻي پراڪرتون: ٢٥٠ع کان اڄ تائين.

---

(١) وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو:
S. M. Katre: "Prakrit Languages" pp. 22–23.

چاڻن جو اهو رايو آهي ته موجوده پراڪرتي ٻولين کي ڪلاسيڪي يا وياڪرڻي سنسڪرت مان نه، پر اڻ-وياڪرڻي يا اپڀرنش ٻوليءَ مان نڪتل سمجهڻ گهرجي(١). پراڪرتن جو اڀياس ڪندي هو ان نتيجي تي پهچبو. پراڪرتن جي نحوين پراڪرتن جي لفظن کي هيٺين ٽن صورتن ۾ جاچيو آهي:

(١) تتسم — اهي لفظ، جيڪي سنسڪرت ۽ پراڪرتن ۾ هوبهو ساڳيا آهن.

(٢) تدڀوس — اهي لفظ، جيڪي سنسڪرت کان ورتل آهن، ۽ پراڪرتي اصولن موجب مٽجي ويا آهن.

(٣) ديسي — علاقائي لفظ، جيڪي به گهٽ ڪري سنسڪرت مان آيا، پر انهن جو اصل ڳولڻ مشڪل آهي(٢).

هيمچندر اپڀرنش ٻولين جي جيڪا وچور ڏني آهي، سا هيءَ آهي(٣):

١. اپيري — سنڌي ۽ مارواڙي.
٢. آونتي — (اوڀر راجپوتاني)- گرجري (گجري - گجراتي).
٣. ٻهلڪ — پنجابي.
٤. شورسيني — هندي (پڇمي هندي).
٥. ماگڌي يا پراچيه — پوربي هندي.
٦. اودري — اڙيا
٧. گوڙي — بينگالي.

---

(1) Max Muller–"Collected works"–pp. 181–182. "All these languages and dialects must be considered as the descendents not of grammatical sanskrit, nor of grammatical prakrits, but of the various Apabhramsas spoken in different parts of India." (ibid).

(2) Hornle–"Prakrit Lakshawam" – p. 1; and Hemchandar's "Desi Nam–mala", edited by Pischel and Buhler–(Bombay 1880 A.D.) pp. 8–9.

(3) ibid.

٨. دکشڻتيه (ڏاکڻي) يا ويدربڪ — مرهٽي.

٩. پهاڙي — نيپالي.

هيمچندر ۽ ٻين نحوين ٻولين جي اها ورهاست علائقائي بنيادن تي خيال ۾ رکي، ۽ پراڪرتن ۾ سنسڪرت جي لفظن جو اندازو لڳائي، ڪئي هئي. جيتوڻيڪ انهيءَ ورهاست جا لساني علمي بنياد نهايت ڪمزور آهن، ان هوندي به اهو اولين اندازو صحيح راهه تي هو.

اسان کي هاڻ اهو جاچڻو آهي ته انهن سمورن نظرين جي هوندي، سنڌي ٻولي ڪهڙي لساني گروهه ۾ شامل آهي، ۽ ان گروهه ۾ ڪيئن شامل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا سبب آهن.

سنڌيءَ لاءِ هيستائين جيڪي رايا پيش ڪيا ويا آهن — ابهرنش وراچڊ کان وٺي عربي ۽ سامي صفت ماخذن تائين — انهن کي ڀاسيرو رکي، اچو ته جاچيون ته سنڌيءَ جون ڪهڙيون اهم خصوصيتون آهن، ڪهڙين ٻولين سان ان جي عزازت قرابت آهي، ۽ ڪهڙين ٻولين سان ان جو فقط مڻاچرو لاڳاپو رهيو آهي.

# باب ٻيو

## سنڌي ٻولي

سنڌي ٻوليءَ جي مقام ۽ گروهه جاچڻ لاءِ ٻه شاهديون ضروري آهن: ٻاهرين شاهدي ۽ اندروني شاهدي. ٻاهرين شاهديءَ ۾ اسين اهو واضح ڪنداسين ته تمدني ۽ علم الانسان جي بنيادن تي سنڌي ٻاهرين ٻولين سان ڪهڙو لاڳاپو ٿي رکي، ۽ اندرين شاهديءَ مان اهو ڏسڻو آهي ته خود سنڌيءَ جي پنهنجي اندروني نحوي بناوت ان کي ڪهڙين ٻولين سان ٿي ملائي.

ٻاهرين شاهدي: تمدني ۽ علائقائي ويجهڙائي ٻولين جي هڪجهڙائيءَ تي وڏي ۾ وڏو اثر ڪري ٿي. ڪنهن وقت سنڌ جو پرڳڻو هڪ خودمختيار ملڪ هو، ۽ سنڌ جي موجوده حدن کان گهڻو وڏو هو. منجهس موجوده پنجاب ۽ ٻهاولپور جا ڪجهه حصا، لس ٻيلو، ڪڇ ۽ موجوده بلوچستان جو ٿورو ڏاکڻو حصو اچي ٿي ويا. ان ڪري انهن ٽڪرن جي ٻولين سان سنڌي ٻوليءَ جو گهري ۾ گهرو لاڳاپو آهي؛ بلڪ ائين چئي سگهجي ٿو ته انهن حصن ۾ جيڪي خاص ٻوليون ۽ محاورا — پنجابي، ملتاني، سرائڪي، ڪڇي وغيره — ڳالهايا وڃن ٿا، انهن تي گهڻي ۾ گهڻو اثر آهي ئي سنڌيءَ جو، ۽ هڪ طرح اهي سنڌيءَ جو اپڀاشائون آهن. سنڌ جي پنهنجي علائقن جي ٻولين کان سواءِ، سنڌيءَ جو لاڳاپو ٻين قريبي علائقن جي ٻولين سان به ڪافي ويجهو آهي. قبل از

تاريخي دور ۾ — بلڪ تاريخي دور ۾ پڻ — هندستان ڪافي
عرصو هڪ مشترڪ سماجي ۽ سياسي ايڪو ٿي رهيو آهي،
۽ ان دور ۾ درٻاري زبان — پنهنجن توڙي ڌارين ٻولين —
سڀني علائقائي ٻولين تي ضرور اثر ڪيو هوندو. اهو نتيجو
ڪڍڻ ڪو غيرعلمي نه آهي. مغلن جي زماني جو ئي مثال
وٺو ته سندن درٻاري زبان فارسيءَ جو اثر بينگاليءَ جهڙي
شڌ زبان به قبول ڪرڻ کان رهي نه سگهي، ۽ ان وقت جي
فارسيءَ جي آميزش جا مثال هندستان جي هڪ ڇيڙي کان
ٻئي ڇيڙي تائين نظر اچن ٿا. ساڳيءَ طرح هندستان جي انهيءَ
سماجي ايڪي ۾ سنسڪرت جو دور گهڻي ۾ گهڻو رهيو آهي،
ان ڪري سڀني زبانن ۾ سنسڪرت جا گهڻي ۾ گهڻا لفظ،
محاورا ۽ ترڪيبون ملن ٿيون — ڀلي اهي ويدڪ سنسڪرت
جون هجن يا ڪلاسيڪي سنسڪرت جون. انهن مان ڪيتريون
ته سڌو سنئون سنسڪرت جي شاخن، پراڪرتن ۽ بگڙيل
محاورن مان بڻيون آهن. ان ڪري هندستان جي ڪل
ٻولين ۾ اهو هڪ اثر يڪسان نظر ايندو. البته ائين آهي ته
خود انهن اصلوڪين مقامي ٻولين ۽ پراڪرتن جو موٽندڙ اثر
به ڪلاسيڪي بلڪ ان کان به پراڻيءَ سنسڪرت تي ٿيندو
رهيو آهي. ايس. ايم. ڪاتري پنهنجي ڪتاب "پراڪرت ٻوليون
۽ سندن هندستاني تمدن ۾ حصو" ۾ ان تي چڱو بحث ڪيو
آهي(١). انهن سڀني زبانن ۾ هزارين لفظ اهڙا ملي سگهن ٿا
جن جو سنسڪرتي اصل ثابت ڪري سگهجي ٿو. خود
دراوڙي ٻوليون به ان اثر کان رهي نه سگهيون ۽ بيشمار لفظ
سنسڪرت اصليت جا انهن ٻولين ۾ جذب ٿي ويا. خود
"دراوڙ" لفظ کي ويدڪ سنسڪرت مان ثابت ڪري سگهجي
ٿو. ائين ضرور آهي ته چاڪاڻ ته دراوڙي ٻوليون هندستاني
ٻوليون هيون ۽ هندستان ۾ ئي رائج هيون، ان ڪري انهن

(1) S. M. Katre—"Prakrit Languages" pp. 43-63.

جا ٻه ڪيترائي لفظ خود پراڻيءَ سنسڪرت ۾ شامل ٿيل آهن.

هندستان ڪان ٻاهرين ٻولين سان سنڌيءَ جي لاڳاپي ظاهر ڪرڻ ڪان اڳ آءٌ پنهنجو نظريو بيان ڪريان ته بهتر، چاڪاڻ ته اهو نظريو ئي بنيادي طرح سنڌيءَ جو ٻاهرين ٻولين سان لاڳاپو ظاهر ڪندو. اهو نظريو هي آهي ته تاريخ ڪان اڳ واري هڪ دور ۾ هڙپا ڪان موهن جي دڙي تائين يعني هاڻوڪي سنڌ ۽ ان جي اتر ۾ پنجاب جي ڪجهه حصي تائين هڪ قوم آباد هئي، جا هر لحاظ ڪان هڪ سڌريل قوم هئي، جنهن وٽ هڪ سٺو تمدن هو، سڌريل زبان هئي، ۽ جنهن جا ماڻهو رهڻي ڪرڻيءَ ۾ دنيا جي ڪيترن ٻين ملڪن ڪان وڌيڪ سکيا ستابا ۽ منظم هئا. سندن تهذيب جو نظارو هڙپا، موهن جي دڙي ۽ ڪاهوءَ جي دڙي جي منظرن مان ظاهر آهي. اٽڪل ٥٠٠٠ ورهيه ق.م ۾ ان قوم وٽ پنهنجي زبان هئي، جا ڪم از ڪم، ڪن مستثنات ڪان سواءِ، سنڌ جي هاڻوڪيءَ اراضيءَ اندر رائج آهي. اها زبان خالص ديسي زبان هئي ۽ ان ۾ ڪنهن ٻاهرئين اثر کي دخل نه هو. موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي تهذيبن جي ڪنهن وچئين دور ۾ خانه جنگي، ۽ ڪن سماجي صورتن جي اوسر جهڙوڪ ذاتي ملڪيت ۽ منظم مذهب ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ ذات پات جا فرق، ان سهڻيءَ تهذيب کي نابود ڪرڻ جا ڪارڻ بڻيا، اهو نابوديءَ جو دور ڪو ٿوريءَ مدت وارو دور نه هو. ان ۾ ڪي صديون لڳي ويون. خانه جنگيءَ ۽ ٻين اهڙين برائين جو هڪڙو اثر ته اهو ٿيو، جو ڪي قبيلا ذات پات جي فرق ۽ ڇوت ڇات جي ڪري سنڌ مان لڏڻ لڳا: ڪي اوڀر طرف وڌيا ته ڪي اولهه طرف، خشڪيءَ رستي ۽ سامونڊي رستي، نون گهرن جي تلاش ۾ نڪري پيا. جيڪي اولهه طرف وڌيا، انهن جتي رهڻ جو سٺو ڏٺو، اتي آهي پنهنجي پراڻيءَ تهذيب کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. انهن مان ڪي قبيلا سمير ۽ بابل وارن

علائقن ۾ پنهنجا گهر اڏي، پنهنجن ابن ڏاڏن وانگر سهڻي طريقي سان زندگي گذارڻ لڳا. جتي هو آباد ٿيا اتي جي مقامي ماڻهن سان هنن کي الائجي ڪهڙيون جنگيون جوٽيون پيون ۽ ڪهڙيون سازشون سٽيون پيون، ۽ ڪو وقت اهڙو آيو جو اهي قبيلا انهن هنڌن جي اثر رکندڙ ماڻهن سان شمار ٿين لڳا ۽ اتي جي مذهب ۽ سماجي زندگيءَ ۾ هنن جو چڱو خاصو اثر قائم ٿيو. اتي رهندي به هو پنهنجي اباڻي وطن کي وساري نه سگهيا ۽ جنهن پراچين تهذيب جو قاعدو آهي ته پنهنجن مري ويل ابن ڏاڏن کي ديوتائن جو درجو ڏنو ويندو آهي، تنهن هو پنهنجي وطن جي تهذيب ۽ ياد لاءِ شاعريءَ جي حد تائين مبالغي آرائيءَ کان به نه رهيا. پنهنجي وطن "دمون" يا "دلمون" کي هو ديوتائن ۽ سون چانديءَ جي زمين سڏڻ لڳا، جتان هنن جي لاءِ گهوڙا، عاج ۽ ڪپڙو وغيره ڪافي وقت تائين ايندو رهيو. هر ساڳئي وقت، جن حالتن ۾ هنن کي پنهنجا گهر ڇڏڻا پيا هئا، انهن ڳالهين کي ياد ڪري هنن جي روح سان ڏورابو ۽ بددعا به نڪرڻ لڳي ۽ هو اهي پيش گوئيون ڪرڻ لڳا ته سندن ڪجهه وقت اڳ جا ديس ڀائي ڪنهن مرض ۽ آفت جي وکهي فنا ٿي ويندا. تاريخي طرح به اها ڳالهه سچي ثابت ٿي ۽ ٿوري ئي عرصي کان پوءِ رکي رکي ايندڙ خانه جنگيءَ ۽ درياءَ جي اوچتي پيٽ ڦرڻ جي ڪري هڙاپا ۽ موهن جو دڙو تباهه ٿي، هميشه لاءِ مٽيءَ هيٺ دٻجي ويا. هي رايو ڊاڪٽر نوح ڪريمر (Noah Crammer) جو آهي. ڊاڪٽر ڪريمر آمريڪا ۾ سميريالاجي جو وڏو ماهر ۽ ڄاڻو سمجهيو وڃي ٿو. هن سمير جي تختين وارين لکيتن کي پڙهي، اهو نظريو پيش ڪيو آهي ته سميري تمدن جا انسان، جنهن 'دلمون' ملڪ جي ساراهه سان ڍاپن ئي نه ٿا ۽ بار بار ان کي ديوتائن جو ملڪ چون ٿا، سو لاشڪ موهن

جي ڏڙي وارو ملڪ هو. ان لاءِ هن تمدني ۽ تاريخي ثبوت پيش ڪيا آهن. هو چوي ٿو ته اهو ته ثابت ٿي چڪو آهي ته سمير، آر ۽ موسا مان سنڌ جو خشڪي توڙي بحري واپار هلندو هو. ان جو اهڃاڻ ان ڳالهه مان ملي ٿو ته سنڌو تهذيب جون اٽڪل ٽيهه مهرون سميري کوٽائين ۾ مليون آهن — ۽ ساڳيءَ طرح ڪجهه سميري مهرون موهن جي دڙي مان پڻ مليون آهن. انهيءَ حقيقت مان پنهي تمدنن جي پاڻ ۾ واپاري يا سياسي ڏيتي ليتي ۽ لهه وچڙ ثابت ٿئي ٿي. سمير مان عاج جو سامان ملڻ ۽ عاج جي درآمد ڪرڻ جو سندن ادب ۾ فڪر، پڪيءَ پختيءَ طرح ثابت ڪري ٿو ته 'دلمون' تهذيب ان تهذيب يا ملڪ کي سڏيو اٿن، جتان کين عاج ملندو هو، ۽ اهو ملڪ سندن اوڀر ۾ آهي. سميري تختين مان هڪ تي هيءَ لکيت ملي ٿي: "اهو ملڪ، جو سمير جي اوڀر ڏي آهي، ۽ جتان ٻيڙين جي ذريعي گهڻو ڪجهه هت اچي ٿو: اهو اهڙو ملڪ آهي، جتان سج اڀري ٿو، ۽ اهو بهشت آهي، جتي ڪو مريض نه آهي، ڪي بيواهون ۽ يتيم ٻار نه آهن — ۽ دنيا جا سمورا ملڪ دلمون ڏي پنهنجون شيون موڪلين ٿا." هي اهڙا لفظ آهن، جيڪي فقط عقيدت وچان ئي چيا ويا هوندا — ۽ ان عقيدت جو پس منظر اهو ئي هو ته موهن جي دڙي جي تهذيب سميري تهذيب جو سرچشمو هئي — ۽ سميرين منجهان ڪجهه ماڻهن جا ابا ڏاڏا اتان ئي آيا هئا. ڊاڪٽر ڪريمر اڳتي هلي چوي ٿو ته ڪي عالم "دلمون" کي ايراني نار جي بحرين ڏانهن اشارو سمجهن ٿا، پر اهو غلط آهي، ڇو ته اتي هاٿي يا قديم زماني ۾ هاٿيءَ جي وجود جو ڪو نشان ڪونه ٿو ملي. ڊينمارڪ جا ڪيترا علم الانسان جا ماهر سالن کان بحرين جون کوٽايون ڪندي ٿڪجي پيا آهن، ۽ هاڻ ان ڳولا کي ڇڏيو ويو اٿن(١).

(1) Dr. Noah Crammer–Reported in 'Dawn' Karachi, dated December 1960.

ڊاڪٽر ڪريمر جو اهو رايو منهنجي نظريي جي تائيد
ڪري ٿو. موهن جي دڙي مان لڌل مهرن ۾ ٽي چار مهرون
اهڙيون آهن، جن تي منهنجي پڙهڻيءَ موجب، ”ڪوٽ مون“
”ڪوٽ ڏل مون“ ۽ ”ڪوٽ مهن“ لفظ اچن ٿا. منهنجي خيال
۾ موهن جي دڙي جي پوئين دور ۾ ٻئي يا ٽئي تهه واري
ڪنهن شهر کي ”ڏل مهن“ يا ”ڏل مون“ سڏيندا هئا، جنهن
کي سميرين ١٨٠٠ ق.م ۾ ”دل مون“ (دلمون) سڏيو ٿو
پائنجي. انهن مهرن جي پڙهڻيءَ جي سمجهاڻي پوليءَ جي
بحث تائين ملتوي ڪري، هت ايترو چوڻ ڪافي آهي ته
تمدني توڙي ٻين ثابتين جي بنياد تي هڪ معقول حد تائين
خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته سنڌو تهذيب سميري تهذيب
جي سرچشمو هئي.

اهي ته هئا سنڌي قبيلا، جيڪي سمير ۽ بابل طرف
نڪري ويا. ٻيا قبيلا وري اوڀر طرف وڌيا ۽ پنجاب کان
ٿيندي، بيئڪون ڪندي، گنگا جمنا دوآبي ۾ رهي، پنهنجي
تهذيب سنوارڻ شروع ڪيائون -- ۽ جيئن ته پاڻيءَ جو سنڌو
ان وقت تهذيبن جي آماجگاهه بڻجندو هو، جيترو قدر ٿي سگهيو
هي سنڌي، ويندي ويندي، پنهنجي تهذيب جا نشان سنڌوءَ
جي ڪناري ڪناري ڇڏيندا ويا. سنڌن تهذيب جا نشان
ڪئمبلپور ضلعي ۾ اٽڪ ۽ ان جي آسپاس دريا جي ڪناري
ڪناري، ڪن وڏن پهڻن ۽ ڇپن تي لکيل ملن ٿا -- ۽
ڄاڻڻ جو رايو آهي ته سنڌو تهذيب جي بنهه پوئين دور جا
اهي مورتي اکر (Pictographic) هڪٻئي کان دور دور ڇپن
تي ان ڪري نظر اچن ٿا، جو شايد اهي قبيلا ان دور ۾ وقت
بوقت لڏپلاڻ ۾ مصروف هئا. انهن ڇپن جون لکيتون موهن
جي دڙي ۽ هڙاپا جي مورتي نشانين جهڙيون آهن، جن ۾
هاٿي، ڪتون، ڍڳي، انسان جي پيري، انسان جي هٿ ۾ ڍال،
انسان جي ڪاهن تي کو بارڪنيل وغيره جون مورتون نظر

اڄ تائين(١). اها لڏ پلاڻ هڪ مسلسل لڏ پلاڻ هئي، ۽ ان ۾ ڪافي صديون لڳي ويون. جيڪي سنڌي گنگا جمنا دوآبي ۾ پهتا، جيئن ته تمدني طرح اتي جي مقامي قبيلن کان مٿاهان هئا، ان ڪري هو جلد ئي ان وقت جي سماجي ۽ سياسي تنظيم تي ڇانئجي ويا. پر وقت پئي، سندن تمدن ۾ به سوراخ پيدا ٿي چڪا هئا. ذاتي ملڪيت ۽ ذات پات جو فرق هنن ۾ اڳئي پيدا ٿي چڪو هو — ۽ نئين ملڪ ۾ پنهنجي معاشي ۽ سماجي حيثيت قائم رکڻ لاءِ هنن هڪ اهڙو هٺرادو سماج قائم ڪيو، جنهن ۾ مقامي باشندا اپڙي نه سگهن. انهيءَ سماج ٺاهڻ لاءِ هنن پنهنجي ريتين رسمن کي هڪ منظم مذهب ۽ ڌرم جي شڪل ڏني، جنهن وقت گذرڻ تي ويدڪ ڌرم جي صورت اختيار ڪئي. پر جيئن ته هو اڳئي هڪ سڌريل تهذيب جا پونير هئا ۽ هنن وٽ لکڻ پڙهڻ جو علم به هو، ان ڪري هو پنهنجي ماضيءَ، پنهنجي اصلي ماڳن، پنهنجي اصلي سماجي حالتن وغيره کي تاريخي طرح محفوظ ڪرڻ کان رهي نه سگهيا: ۽ اڄ ويدن مان هڪ طرف سندن پراڻي ماضيءَ جي خبر پوي ٿي، ته ٻئي طرف سندن ان وقت جي حال جي به خبر پوي ٿي؛ ۽ هر موقعي تي هو پنهنجي اصلوڪي وطن سنڌ، ۽ پنهنجي ديس جي ان داتا دريا سنڌوءَ جي ساراهه ڪرڻ کان رهي نه سگهيا. هنن پنهنجي بهادر ويرن کي ''سنڌ'' ۽ ''سنڌو'' نالا ڏيڻ شروع ڪيا. ان ڪري ڪيترن بهادر راجائن جا نالا 'سنڌ' ۽ 'سنڌو' ويدڪ ادب ۾ ملن ٿا.

ان وقت هندستان جي ٻولين جي ڪهڙي صورتحال هئي، اهو پڪيءَ ريت چئي نٿو سگهجي. اندازي مطابق

---

(1) Peterson and H.de Terra—"Ice Age in India and associated Human Culture" (1935) and Cuthbirh King in an article "Rock Drawings on the Indus" in "Man" Volume XI, (1940).

ايترو چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ٻولي ان وقت هندستان جي مکيه ٻولي هئي-- ۽ ٻي ٻولي هئي دراوڙي. ڪجهه دراوڙي قبيلا سنڌ ۾ به رهندا هئا، جنهن موهن جي دڙي جي کوٽائين مان ثابت ٿئي ٿو. هتان ڪجهه هڏاوان پڃرا دراوڙن جا مليا آهن-- پر محض ان ڪري اڄ ڪو ائين چوي ته آها سموري تهذيب دراوڙي هئي، هڪ صريحاً غلط دعوا ٿيندي. دراوڙن جون بيٺڪون ڏکڻ هندستان ۾ هيون-- ۽ اهي قبيلا ساموندي رستي آسٽريليا جي ڪن قبيلن سان ڳنڍيل هئا. ٻهرحال ايترو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته لساني علم جي خيال کان ان وقت به مکيه ٻوليون هيون-- هڪ سنڌي، جا هاڻوڪي سنڌ ۽ پنجاب واري ڀاڱي ۾ ڳالهائي ويندي هئي، ۽ ٻي دراوڙي، جنهن جون مختلف صورتون ڏکڻ هندستان ۾ موجود هيون. ائين ضرور آهي ته اتر هندستان جي اراضين ۾ به مختلف قسم جو اپڀاشائون يا مقامي محاورا موجود هئا. انهن جي صورت ڪهڙي هئي، سو چئي نه ٿو سگهجي. جڏهن سنڌ مان ڪافي قبيلا اوڀر طرف گنگا جمنا دوآبي طرف وڌيا، تڏهن هو پنهنجي زبان به پاڻ سان کڻي ويا--- ۽ اها زبان هڪ پڪي پختي زبان هئي، ۽ لکجڻ ۾ پڻ ايندي هئي. اها سنڌي زبان اتي جي مقامي محاورن ۾ گڏجي هڪ نئين زبان بنجي پيئي--- ۽ وقت گذرڻ سان هڪ مضبوط ۽ منظم سماج ۽ ڪلچر ٺهڻ سان پختگي ۽ انفراديت حاصل ڪندي ويئي، جنهن جو قديم ترين رڪارڊ ويدن ۾ موجود آهي. جيڪڏهن لفظن تي ٿو غور ڪجي ته سنڌي ۽ جا اصلوڪا لفظ ويدڪ سنسڪرت مان ئي ويجهي ۾ ويجهو لاڳاپو رکن ٿا. هاڻ، ان حقيقت مان به نتيجا اخذ ڪري سگهجن ٿا: ته سنڌي سنسڪرت مان ٺهي يا سنسڪرت سنڌي ۽ مان. ٻهرئين نتيجي ۽ نظريي لاءِ آرين نسل جو ٻاهران اچڻ ۽ سموري هندستان ۾ ڦهلجڻ کي ثبوت طرح پيش ڪيو ويندو آهي--- ۽ ائين چيو وڃي

ٿو ته آريا اها زبان ٻاهران کڻي آيا. اڄ آرين جي نسل وارو
اهو نظريو ريٽجي چڪو آهي، ۽ ساڳئي وقت پروفيسر لئنگڊن،
ڊاڪٽر هنٽر، هرانزي ۽ ٻيا ماهر اهو ثابت ٿا ڪن ته ويدڪ
لکيتن جو اولين رڪارڊ جنهن جو رسم الخط "برهمي" ۽
"ديوناگري" آهي، سا "برهمي" ۽ "ديوناگري" موهن جي
دڙي جي مورتي ٻوليءَ مان نڪتي آهي. هاڻي جڏهن ٻوليءَ
جي لکيل صورت کي ان وقت جي ويدڪ ماڻهن موهن جي
دڙي جي لکيل صورت مان ٺاهيو، ته هو اڻپڙهو چئي سگهجي
ٿو ته نه رڳو رسم الخط ويدڪ ماڻهن کي سنڌو تهذيب مان
مليو، پر خود سندن ٻوليءَ جو بنياد به آتي ئي هو. منهنجي
نظريي موجب جڏهن ته اهي ماڻهو سنڌين جا پونير هئا، ان
ڪري اها ٻولي ته سندن اباڻي ۽ ماڻئاڻي ٻولي هئي، ۽ ان ئي
ٻوليءَ هڪ نئين ماحول ۾ نئين صورت اختيار ڪئي. موهن جي
دڙي جي تهذيب ۽ ويدڪ تهذيب ۾ پيو نه ته به هزار
ورهين جو ويڇو ضرور رکڻو پوندو ـــ ۽ هزار ورهين ۾ اها
تبديلي عين عقل ۾ اچي ٿي. ۽ جيئن جيئن وقت گذرندو ويو،
تيئن ٻنهي زبانن جي هڪجهڙائي وڌيڪ منجهندي ۽ الجهندي،
ڏورانهين ٿيندي ويئي. انهيءَ صورتحال جو شروعاتي اشارو
خود آڳاٽن سنسڪرت جي نحوين مان ملي ٿو. جڏهن به
سنسڪرت مان نون لفظن ٺاهڻ لاءِ ڪنهن ڌاتوءَ سان اڳياڙيون
۽ پڇاڙيون ڳنڍيون ويندون هيون ته ان عمل کي سڏيندا ئي
هئا "سينڌي"، جو پوءِ ڦري "سَنڌي" اچارڻ لڳو، ۽ اڄ
خود يورپي ماهرن ان لفظ "سنڌيءَ" (Sandhi) کي هڪ
ٽيڪنيڪل لفظ طور انگريزيءَ ۽ ٻين ٻولين ۾ استعمال ڪرڻ
شروع ڪيو آهي. ان لفظ ۾ ڪافي وقت اندر اِ حرف علت
جو آ حرف علت ۾ منجهڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. خود اسان
وٽ ان جون ڪي صورتون انهيءَ طريقي سان بدلجي چڪيون
آهن. هن لفظ جو ڌاتو آهي سڌ --> سد (سنسڪرت ـ سِيَنْڌْ)=

وهڻ، ڳنڍڻ، ڳتڻ، ڏڪ هڻڻ، آباد ٿيڻ، محدود ٿيڻ وغيره،
جنهن مان سنڌ، سينڌو، سيڌو، سيڦڌ، حرف علت اِ سان موجود
آهن، تہ ٻئي پاسي سَنڌڻ، سَنڌ، سنداڻ (جنهن کي ڪي عالم
هروڀرو عربي ثابت ڪرڻ لڳا آهن)، سَنڌو وغيره موجود
آهن. صرف هن ڌاتوءَ مان خالص سنڌي مستعمل لفظ منهنجي
ڳڻپ موجب ١٣١ ٿين ٿا.

ويدن جي لکجڻ کان ٻہ ڪافي عرصو اڳ ان نئينءَ
طرح منظم ٿيل قبيلن مان، مختلف سببن، جهڙوڪ ذات پات
جي فرق، ڪاڏي جي سَٽَي ۽ قبائلي زندگيءَ جي ٽٽڻ ڪري،
سنڌ توڙي اتر هندستان مان خشڪي توڙي بحري رستن
ذريعي لڏپلاڻ ٿيڻ لڳي. وڏي ۾ وڏو سبب، جنهن اڳئي
چيو ويو آهي، ذات پات جو پيد هو. خاص ڪري جن کي
شودر ۽ وئش سڏيو ٿي ويو، انهن سان برهمڻن ۽ جهيڙاڪ
ڪترين عقوبتون ڪيون تہ هو پنهنجو وطن ڇڏي، ٻيا اجها
ڳولڻ لڳا. اهي وئش ۽ شودر ايشيا مان ٿيندا، ايران،
ترڪستان وغيره ۾ ٻيٺڪون ڏاهيندا، يورپ ۾ پکڙجندا ويا.
آدمشماريءَ جي واڌ ان وقت بي‌انتها گهٽي هوندي، ڇاڪاڻ
تہ ان وقت اڃا جنسي زندگيءَ تي ڪي بندشون پيل نہ هيون،
جيڪي آدمشماريءَ جي روڪ جو سبب بڻيون آهن. شروع
۾ هڪ تہ جنسي زندگي مشترڪ ۽ جماعتي نوعيت جي هئي،
جنهن ۾ جوءِ-مڙس جو تصور نہ هو. قبيلي جون سموريون
زالون قبيلي جي سمورن مردن سان جنسي تعلق لاءِ موجود
هيون. ان ۾ موجوده زنا يا بدڪاريءَ جو ڪو تصور نہ
هو، ڇاڪاڻ تہ جنسي لڳ کي انساني آدم وڌائڻ سان ڳنڍ
فصلن کي وڌائڻ جو هڪ طلسمي طريقو پڻ سمجهيو ويندو هو.
ڌرتيءَ ۾ ٻج پوکڻ وقت، قبيلي جا جوان مڙس ۽ جوان زالون
ٻنين ۾ اجتماعي جماع ۽ لڳ ڪرڻ ۾ مشغول ٿيندا هئا،
ڇاڪاڻ تہ ان ۾ هو فطرت جي تخليقي قوت سمجهندا هئا،

هنن جو عقيدو هو ته زمين ان وسيلي وڏيڪ اپت لاءِ آباد ٿيندي ۽ فصل ڀلا پيدا ڪندي. موجوده سماجي بندشون ۽ ٽئبو (Taboos) نه هجڻ ڪري آدشماري جلد ۽ تکي وڌندي هئي، ۽ ان وقت جي اڻ سڌريل ڀوک ۽ پيدائش جي طريقن جي سبب پيدا ٿيندڙ فصل ان آدم لاءِ ڀوروڪاڌو خوراڪ ميسر نه ڪري سگهندا هئا. ان ڪري ان لڏپلاڻ ۾ وڏو سبب اهائي ڪپي جي ڳولا هئي. اهي هندستاني (سنڌي) قبيلا ايشيا ۽ يورپ ۾ ڦهلجندا ويا، جن جو اهڃاڻ ايراني اويستائي تهذيب، هيٽي لوڪن ۽ فونيشن (Phonecians) مان ملي ٿو. اهي فونيشن يا پڻي لوڪ ئي هئا، جن يورپ جي سمورين ٻولين جي موجوده رسم الخط کي پيدا ڪيو هو. اڄ جن ٻولين کي هند-يورپي ٻوليون چيو وڃي ٿو، انهن ۾ جا عجيب وحدت ۽ يڪسانيت نظر اچي ٿي، ان جو اهوئي هڪ سبب هو ته انهن جو سرچشمو بنيادي سنڌي ٻولي ۽ ان مان ڦٽندڙ ٻيون هند جون ئي ٻوليون هيون. اها ٻي ڳالهه آهي ته يورپ وارا محض نسلي فوقيت جي پاليسيءَ سبب ان سلسلي کي بلڪل ابتو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهن.

ٻوليءَ جي اندروني بناوت تي بحث ڪرڻ کان اڳ سڀ کان اهم ڳالهه هيءَ خيال ۾ رکڻ گهرجي ته سنڌي ٻولي ئي آهي، جا صوتي لحاظ کان ڀرپور ۽ رچيل ٻولي آهي. دنيا جي تقريباً هر ٻوليءَ ۾ ادا ٿيندڙ مکيه اچار سنڌي ماڻهو آسانيءَ سان ادا ڪري سگهي ٿو: ان جو سبب اهو آهي ته هنن جي ٻوليءَ ۾ اهي اچار موجود آهن، ۽ جيڪي ٻوليون خاص طرح هند-يورپي ٻوليون سڏيون وڃن ٿيون، انهن جي لفظن ۽ اچارن جي قديم ترين ماخذن مان سنڌي ٻه هڪ ماخذ آهي، ۽ ڇاڪاڻ ته سنڌي اڪثر هند-يورپي ٻولين جي اچارن جي ماخذ آهي، ان ڪري سنڌيءَ ۾ ته سمورا اچار موجود آهن، پر باقي هند-يورپي ٻولين مان هر هڪ ۾ ڪي نه ڪي

اچار ڪو نہ ٿا ملن. ڪنهن ڌارئين اچار کي پنهنجو ڪرڻ ۾ ٻولين کي سوين ورهيہ لڳي ويندا آهن — ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ باوجود لهہ وچڙ جي اهي اچار ٻوليون ڪڏهن بہ ڪٿي نہ سگهنديون. بلوچيءَ جوئي مثال وٺو: بلوچي هند-ايراني ٻولين جي گروهہ مان ڇڙي وچي ٿي، ۽ هند-ايراني ٻولين ۾ 'خ' هڪ عام اچار آهي — اويستا، پهلوي، فارسي ۽ پشتو ۾ خ جو استعمال گهڻو ٿئي ٿو — پر بلوچ 'خ' قبول نہ ڪري سگهيا، اڄ تائين بلوچيءَ ۾ "خدا" کي "هدا" ۽ "خر" کي "هر" چون: خ جي اچار وارا سمورا لفظ 'هہ' سان اچاريا وڃن ٿا. ان ڪري جنهن ٻوليءَ ۾ سمورا عام اچار ۽ صوتي صورتون موجود هجن، سا ئي ڪنهن اهڙيءَ ٻوليءَ جو سرچشمو ٿي سگهي ٿي، جنهن ۾ انهن عام اچارن مان ڪجهہ موجود نہ هجن، بشرطيڪ اهو اڪثر ثابت ٿيل هجي تہ ٻنهي ٻولين ۾ بنهہ ويجهو لاڳاپو موجود آهي. ان جي ابتڙ رايو ڏيڻ تہ ڀهرين ٻولي ٻيءَ ٻوليءَ مان نڪتي هوندي، حقيقت ۽ عقل جي خلاف ٿيندو. اهو ابتڙ رايو ان ڪري ڏنو ويو آهي، جو جن يورپي عالمن علم‌الانسان تي محنتون ڪيون آهن، انهن سنسڪرت کي بنياد بنائي، ان سان ٻين هندستاني زبانن ۽ يورپي زبانن کي ڀيٽڻ شروع ڪيو. يورپي ماهرن جي نظر سنسڪرت تي ارڙهين صديءَ جي شروع ۾ پيئي — ۽ اهو وقت اهڙو هو، جڏهن هندستان تي سنڌ کان سواءِ تقريباً هر هنڌ انگريزن جو سياسي تسلط هو، ۽ انگريز ماهر فقط انهن ٻولين جو اڀياس ڪري سگهيا، جتي انگريز حاڪمن طور موجود هئا. سنڌ مڪمل طرح انگريزن جي قبضي ۾ ۱۸۴۳—۱۸۵۱ع ۾ آئي، ۽ سنڌي زبان تي ماهرن جي نظر ان کان بہ گهڻو پوءِ پيئي. تنهن وچ ۾ هو سنسڪرت جي بنياد تي پنهنجا دلڪش-لساني مفروضا قائم ڪري، پنهنجي نسلي برتريءَ جو آرين افسانو پختو ڪري چڪا هئا. ان کان هٽي جي معنيٰ اها ٿي ها تہ هنن کي

پنهنجي سمورين ڪوششن کي دوباره نون بنيادن تي بيهارڻو
پيو ها. ان ڪري هنن هيمچندر ۽ مارڪنڊيه جي ڪن
اشارن جو فائدو ورتو، صرف ائين چئي ٽرڪائي ڇڏيو ته
سنڌي سنسڪرت مان اپڀريل پراڪرتن مان نڪتي آهي، ۽
سا به بگڙيل سنسڪرت يعني اپڀرنش منجهان. جڏهن هڪڙي
ماهر ائين چيو، ته ان جي پويان ايندڙ ماهرن ان رائي جي
پيروي ڪرڻ ۾ ڪوبه اهم نه ڏٺو، چاڪاڻ ته هنن جو
پس منظر ۽ مقصد ساڳيو ئي هو. پر انهن مان به هڪ ٻه اهڙا
ماهر هئا، جن جي دل ۾ علم کي پنهنجي انهن مقصدن تي
قربان ڪرڻ ۾ هٻڪ محسوس ٿي. يورپي عالمن ۾ ڊاڪٽر
ٽرمپ پهريون عالم هو، جنهن انهيءَ سلسلي ۾ ٻڌايو ته "هيءَ
(سنڌي) زبان خير سنسڪرت مان لاڳاپيل ته ضرور نظر اچي
ٿي، پر هن زبان ۾ ڪي اصلوڪيون خوبيون اهڙيون آهن،
جيڪي سنسڪرت ۾ به ڪينهن، ۽ نه رڳو ايترو پر تفصيلي
طرح ڏٺو وڃي ته هن زبان جو اندروني مزاج ئي جداگانه ۽
انفرادي آهي." ٽرمپ کي سنڌيءَ جي اصليت ۽ قدامت جي
جهلڪ نظر آئي، پر جي "ڪچان ته ڪافر" وارو حساب ڏسي،
ايترو چئي ماٺ ٿي ويو. پر ٻين ڪن ماهرن جڏهن ويد ويهي
پڙهيا، ته هو پڇڻ کان رهي نه سگهيا ته آخر هي ويدن وارا
ماڻهو (جن کي يورپي ماهرن آريا قوم سڏڻ شروع ڪيو)
آخر سنڌو ۽ سنڌ جي ماڻهن جي ايتري تعريف پنهنجي ويدن
۾ ڇو ٿا ڪن. اسان جي ڏيهي عالمن جو وري اهو حال ٿيو،
جو هو ٻه منهن ترار هٿ ۾ جهلي نه سگهيا — ۽ اها ٻه منهين
ترار هئي ڌرم ۽ سنڌيت. جيڪڏهن ٿا سنڌيءَ کي اصلوڪي
زبان چون ته سنسڪرت جي اهميت ۽ هندو ڌرم جي پندار
کي ٺوڪ لڳي، ته ٻئي طرف سنڌ ۽ سنڌي هجڻ تي ناز
ڪرڻ کان به رهي نه سگهيا. ان ڪري هڪ پاسي ته هنن
سنڌ ۽ سنڌو جا گيت ڳايا، ۽ ساڳئي وقت سنڌيءَ کي سنسڪرت

جي ڏيءَ ثابت ڪرڻ لڳا. ڪاڪي ڀيرومل جهڙو ماڻهو
به هڪ طرف سنڌ جي قدامت ۽ سنڌين جي قديم ترين تمدن
جا ڳڻ ڳائڻ لڳو، ۽ جڏهن لفظن جي ڀيچ گهڙ تي آيو ته ساڳيو
يورپ وارو اندازو ته سنڌي ضرور سنسڪرت مان نڪتي
هوندي — ۽ بلڪل ابتي پير هلڻ شروع ڪيائين. جيڪي سڌا
سنوان اصلوڪا سنڌي لفظ هئا، تن لاءِ ائين چيائين ته اهي به
سنسڪرت مان نڪتا هوندا. اهڙيءَ طرح هڪڙا سنڌيءَ کي
هروڀرو سنسڪرت جي ڌيءَ ثابت ڪرڻ لڳا ته ٻيا وري
ان کي عربيءَ مان چڪي ڪڍڻ لڳا. هت انهيءَ ابتيءَ سمجهه
جو هڪ مثال ڏيڻ ڪافي ٿيندو. اهو عام خيال ڏيکاريو
ويندو آهي ته سنسڪرت جي 'ل' کي سنڌي 'ر' ۾ بدلائي
ڇڏيندي آهي. ڪيترا اهڙا لفظ آهن، جن جو آخري حرف
'ر' آهي، ۽ ٻين هندستاني ٻولين ۽ سنسڪرت ۾ 'ل' آهي،
۽ اسان جي وياڪرڻ جا ماهر چون ٿا ته اها تبديلي سنڌيءَ
۾ ٿئي ٿي: مثلاً جل-جر، نيل-نير، وغيره. گهڙيءَ لاءِ به
اهو ڪنهن نه سوچيو ته ڳالهه مٿان ٻنهي ابتي هجي ۽ سنڌي
'ر' کي سنسڪرت 'ل' ڪري ڪنيو هجي. هاڻي جڏهن
علم اللسان ايتري ترقي ڪئي آهي، جو هٿراد و هند-يورپي
يا پروٽو-انڊو-يورپين ٻولي ويهي جوڙي اٿن، تڏهن ٿي
خبر پوي ٿي ته مار، انهن لفظن ۾ ته سنسڪرت کان اڳ ۾ 'ر'
موجود هئي، جنهن جا نشان ڪيترين ئي هند-يورپي ٻولين
۾ ملن ٿا، ۽ سنسڪرت ۽ ٻين ڪي هندستاني پراڪرتون
انهن کي 'ل' ۾ ٿيون مٽائين. اهو 'ل' ۽ 'ر' جو قصو ڪنيو
اٿئون، ته اچو ته ان کي پورو ڪيون.

هند-يورپي مک ٻوليءَ ۾ 'ل' ۽ 'ر' جو وڏو چڪر
آهي. اڪثر ائين ٿيو آهي ته خود سنسڪرت ۾ ساڳيو لفظ
ٻنهي صورتن يعني 'ل' ۽ 'ر' سان ملي ٿو، يعني جنهن لفظ
۾ اصل 'ر' هئي، تنهن لفظ 'ل' جي اکر سان به موجود آهي،

تہ ان کان اڳ يعني ويدڪ ادب ۾ 'ر' سان ئ موجود آهي. اهڙا سمورا لفظ سنڌيءَ ۾ اصلوڪي 'ر' سان موجود آهن. ٻئي طرف ڪيترا لفظ جيڪي اصلوڪي 'ر' سان هئا، سي سنسڪرت ۽ سنڌي — ٻنهي ۾ 'ر' سان موجود آهن. اصل ايراني ۽ رگ ويد جي ٻوليءَ ۾ اڪثر ڪري هند-يورپي مک ٻوليءَ جي 'ر' ۽ 'ل' کي 'ر' ئي استعمال ڪيو ويو آهي(١). اسين جيڪي مثال هيٺ ڏيون ٿا، ان ۾ هٿرادو هند-يورپي جي بدران يوناني، لاٽن ۽ ٻين هند-يورپي ٻولين جا لفظ ڪنيا ويا آهن، ڇو ته اهي ٻوليون ان جون شاخون آهن، ان ڪري اصولي طرح انهن ۾ 'ل' ۽ 'ر' جو هجڻ هند-يورپيءَ جي صورتحال جي برابر آهي. هت اسين ٻه ڏيون مثال انهن لفظن جو ڏيون ٿا، جنهن ۾ سنڌي 'ل' کي سنسڪرت 'ر' ۾ بدلايو آهي، پر ٻين سمورين هند-يورپي ٻولين ۾ 'ل' ئي موجود آهي.

| سنڌي | سنسڪرت | يوناني | لاٽن | لٿونين |
|---|---|---|---|---|
| چيڪلو | چيڪرو | ڪڪلاس | | |
| لوٽڪ | رُنڪُتِ | — | لنڪنٽ | — |
| سَلُ (سوراخ) | سروڻ | — | ڪلونس | سلونس |
| سَلَڻ | سِرُوَس | ڪليٿاس | — | سلووو |
| آدَلُ (پاڪ) | سودار | آدِلفاس | — | — |
| ٻَلَهہ | پرسو | پيليڪس | — | — |
| ٻالُ (وجهڻ) | ٻپرتي | ٻپليمي | — | — |
| لڙڻ (هڪ پاسي سري جهڪڻ) | | ڪلينو | | |
| سلاٻت (ٻج جهڙو) | سوريہ | — | سوول-سولر | |

اهي لفظ جن ۾ سنسڪرت سنڌي 'ل' قائم رکيو آهي:

(1) T. Burrow—"The Sanskrit Language" pp. 82–83.

لِپڻ    ليپاتي    —    ليپت    —
ٻَل: (ڳاهه)    ٻلاو    —    ٻليٽا
ٻار    ٻليش    —    ٻٿلس

اهي لفظ جن ۾ سنڌي 'ل' سنسڪرت 'ر' ۾ مٽائي ٿي — ۽ 'ل' کي قائم به رکي ٿي:

لوڳهو    رڳهو- لڳهو    الاڪش    ليوس    —
لڦڻ    رپ- ليپ    اليفو    —    —

اهي لفظ جن ۾ سنڌي 'ر' کي سنسڪرت ۽ ٻين هندستاني پراڪرتن 'ل' ۾ تبديل ڪيو:

رتو- ارتو    لوهيت- روهيت    ارنتراس    —    راوديت
وار    بال    ترڪوس    (انگريزي- هيئر، سويڊش- هار، ڊئنش- هار، جرمن- هار)
جر    جل    اڪيراس
نير    نيل    نيراس

اهي لفظ جن ۾ اصلوڪي 'ر' سنڌيءَ ۽ سنسڪرت کان سواءِ ٻين هند- يورپي ٻولين ۾ جئن جو تئن قائم آهن، سي تمام گهٽا آهن، انهن جي وچور هت ڏيڻ بيڪار آهي. پر ايترو چوڻ ضروري آهي ته خود انهن لفظن جي 'ر' هندستان جي ٻين پراڪرتن ۾ سنسڪرت جي عادت جي نقل ڪندي 'ل' ۾ تبديل ٿي چڪي آهي. هت فقط چند اهڙا مثال ڏجن ٿا، جن ۾ سنڌي 'ر' سنسڪرت ۽ ٻين ٻولين ۾ قائم رهي آهي. (هت اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته مثال ڏيڻ وقت زمانن ۽ صيغن جو خيال نه رکيو ويو آهي. فقط ساڳئي لفظ جون مختلف صورتون اختيار ڪيون ويون آهن.)

ورڻ    ورتتي    —    ورنيتر
سُرڻ    سُرو    ريشو
نر    نر    انيرس

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ميرڻ | مرهٽي | ايرهو | مرهو | |
| راجا | راجن | — | ريڪس | |
| رَتُ | رَتِ | — | روتا | رالس |
| ويرُ | وير | — | وير | ويٿرس |

ڪيترا سنڌي لفظ خود سنسڪرت ۽ دراوڙي ٻولين ۾ ملن ٿا، جن ۾ سنڌي 'ر' سنسڪرت 'ل' ۾ تبديل ڪري ڇڏي آهي، پر دراوڙي ٻولين ۾ 'ر' ئي موجود آهي. البت ڪٿي دراوڙي ٻولين ۾ به سنسڪرت جي رستي داخل ٿين جي ڪري 'ر' 'ل' ۾ بدلجي ويل آهي.

| سنڌي | سنسڪرت | دراوڙي ٻوليون |
|---|---|---|
| ڪارو | ڪالا | ڪاڙ (تامل)، ڪاڙ (ڪئناريز) |
| تاڙ - تاڙي | تال | تاڙ (ڪئناريز)، تاڊو - تاڙو (تليگو) |
| نير | نيل | نير (تامل، مليالم، ڪوند، ڪئناريز) نيروو (تليگو)، دير (بروهي) |
| مڪڙي | مَڪَلَ | مڪڙ (تامل، مليالم)، موڪڙ (تامل) مگل (ڪئناريز، ڪوند) |

ڪيترن لفظن ۾ سنڌي، سنسڪرت ۽ دراوڙي ٻولين ۾ 'ل' ساڳيو رهي ٿو:

| | | |
|---|---|---|
| ٻَلُ | ٻَلَ | ٻَلُ (ڪئناريز)، ٻَلو - ٻَلُ (تليگو) |
| مالا | مالا | مالي (تامل)، مال (تليگو ۽ ڪئناريز) |
| ڪنول (ڪونئر شاه) | ڪُوَلَيَ | ڪوول - ڪونڙ (ڪوند)، ڪولي (تامل) |
| ڪوُنتل (وار) | ڪنتل | ڪونتل (تامل - منڊا) |
| ڪنڊو - ڪنڊل | ڪنڊال | گنڊا، گنڊو (تليگو) گنڊل (تامل) |
| آرس - آلس | آلس | آلس (ڪوند، ڪئناريز) |

مٿين مثالن مان ڪيترائي نتيجا نڪرن ٿا. هڪ ته نحوي تبديليون، جن کي سنسڪرت جو اثر فرض ڪيو ويندو هو، سي سنڌيءَ ۾ اڳ ئي موجود هيون، ۽ ٻيو ته جيڪي نحوي

تبديليون سنسڪرت جي ڪري ٿيون وڃن ٿيون، سي دراصل
سنڌيءَ جو سنسڪرت تي اثر ڏيکارين ٿيون. سنسڪرت پنهنجي
انفراديت واري زبان رهي آهي — ۽ تاريخ جي قديم ترين
دور کان پوءِ سنڌي ۽ سنسڪرت پنهنجي پنهنجي دائري اندر
جداگانه ۽ انفرادي طرح اسرنديون، وڌنديون، منجهنديون،
الجهنديون رهيون آهن. ساڳئي سرچشمي مان اسرڻ ڪري
منجهن يڪسانيت به آهي ته اختلاف به. اهي اختلاف علائقائي
اثرن ۽ وقت جي تفاوتن جي ڪري پيدا ٿيا. ڪن صورتن
۾ ته بلڪل ئي هڪجهڙيون ٿيون لڳن — ته ڪٿي علائقائي
اثرن ۽ وقت جي فرق جي ڪري قطعي مختلف. البت ايترو
ضرور آهي ته ويدڪ دور کان پوءِ سنسڪرت جيئن ته سموري
هندستان جي هڪ ئي مذهبي، سياسي ۽ سماجي ٻولي رهي،
ان ڪري ان دور ۾ خود سنسڪرت جي نين صورتن جو
سنڌيءَ تي ڪافي اثر ٿيو هوندو. سنڌ ڪافي عرصو ويدڪ
ڌرم هيٺ رهي، بلڪ ويدڪ ڌرم جا بنياد سنڌ مان ئي
پيدا ٿيا، ان ڪري ڌرمي ۽ سماجي دائري ۾ ڪيترا تمدني
لفظ پنهنجي ٻولين ۾ ساڳيا ملن ٿا. ايترو وثوق سان چئي سگهجي
ٿو ته ان دور ۾ ڳالهائجڻ واري ٻولي سنڌ ۾ سنڌي ئي رهندي
آئي. ڪلاسيڪي سنسڪرت واري دور ۾ جيڪي ناٽڪ لکيا
ويا، انهن مان پتو پوي ٿو ته ان وقت جي ادب ۾ جيتوڻيڪ
سنسڪرت ئي ادبي ذريعو رهي، پر انهن ساڳين ناٽڪن ۾
سنسڪرت سان گڏ پراڪرتن جا ڪيترائي جملا ڪي ڪردار
ڳالهائين ٿا. اسين اڳئي چئي آيا آهيون ته شاعرن، برهمڻ
۽ راجائن جا ڪردار انهن ناٽڪن ۾ سنسڪرت ڳالهائين ٿا،
باقي ننڍا ڪردار پراڪرت ۾ جواب سوال ڪن ٿا. اهو ته
ڌارين جي حملن، سندن تباهه ڪارين، ۽ علم، ادب ۽ فن سان
سندن شروعاتي دشمنيءَ جي ڪري ان قسم جي علم ادب
جا ڪتاب ساڙي برباد ڪري ڇڏيا ويا، نه ته اڄ سنڌيءَ

لاءِ جيڪي مفروضا قائم ڪيا ويا آهن، انهن جي ڪا ضرورت نه رهي ها. ائين ته ٿي نه ٿو سگهي ته هندستان جي باقي پراڪرتن ۾ علم ادب، ناٽڪ، گرامر، لغتون، ويندي جنسيات تي ڪتاب چوٿين صدي ق.م کان ١٢ صدي عيسوي تائين ملن ٿا — ۽ صرف سنڌ اهڙو علائقو هو، جنهن ۾ ان قسم جو ڪو علم ادب مورڳوئي پيدا ڪونه ٿيو! هت ان پراڪرتن جي ادب جو ٿورو احوال ڏجي ٿو.

پراڪرت ادب قديم زماني کان مذهبي ۽ ڌرمي، توڙي ادبي صورتن ۾ ملي ٿو. اهو مواد ايترو گهڻو آهي، جو هر پراڪرت جي بيان ڪرڻ سان هي ڪتاب پوري نه پوندو. ان ڪري مختصر طرح مکيه پراڪرتن جي ادب جو احوال ڏجي ٿو:

(١) پالي: پالي پراڪرت گهڻو عرصو ٻوڌين جي مذهبي ٻولي رهي آهي. ان جو لکيل رڪارڊ آشوڪا جي ٿنڀن تي ملي ٿو، جو عيسوي سن کان ٢٥٠ ورهيه کان شروع ٿئي ٿو. ان کان سواءِ ٻڌ مت جو ڌرمي ادب ان کان به پراڻو ملي ٿو. ان ڌرمي ادب ۾ هڪ ته ڇندن تي ٽڪبندي آهي، جنهن کي ”گاٿائون“ چيو وڃي ٿو — ۽ اهي گاٿائون ڌرمي بيانن ۾ ڪٿي ڪٿي نظر اچن ٿيون.

پالي ڌرمي متا اسان کي ’ٽه-پٽڪ‘ جي صورت ۾ لکيل ملن ٿا. ٽه-پٽڪ جي معنيٰ آهي ٽي-ٽپڙيون (Three baskets) — ۽ اهو ادب ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي: ونيه-پٽڪ، ست-پٽڪ ۽ ابيڌم-پٽڪ. اهي ٽي پٽڪ وري مختلف پستڪن يا ڀاڱن ۾ ورهايل آهن، جن مان مها ونگ، ڀڪوني ونگ، مهاوڳ، چل وڳ ۽ پريوار مشهور آهن. ان کان سواءِ ست-پٽڪ وري پنجن مجموعن (نڪاين) ۾ ورهايل آهي. ديگهه-نيڪايه، مجهنيڪايه، سميوتنيڪايه، انگترنيڪايه، ۽ کدا ڪنيڪايه وغيره. اهو ته ٿيو ڌرمي ادب. غير ڌرمي ادب

جا مکيه پستڪ آهن: نيتيپڪرڻ، پئنڪوپديسر، ستسمڳهه، وغيره.
ملند پڃهه انهن سڀني کان وڌيڪ مشهور آهي. پيا به ڪيترائي
پستڪ آڳاٽا ملن ٿا — ۽ اٽڪل ٥٠٠ ق.م کان ٥٠٠ع تائين
پالي ادب ڌرمي توڙي غير ڌرمي صورتن ۾ ملي ٿو.

(٢) اردماگڌي: هي ڌرمي پراڪرت هئي اردماگڌي،
جنهن ۾ جين ڌرم جي اڳواڻ مهاتما مهاوير تبليغ ڪئي — ۽
ان ڪري سندس 'جين ڌرم' جون سمورين آڳاٽيون ڌرمي
لکيتون ان زبان ۾ آهن — ۽ مهاوير جي وقت کان وٺي،
٥٠٠ع تائين ان ۾ ادب پيدا ٿيندو رهيو. اهي ڌرمي لکيتون
ڪيتريون ئي آهن، پر انهن مان مشهور هي آهن — آيار،
سوُياگڍ، ٺاڻ، سموايه، وياهپنتي، نايا ڌمڪهاءُ، اوسگداسو،
انتگداسو، اڻوتروواٺيداسو، پڻهاواگرڻيم، وواگسويه ۽ دٺيوايه.
اهي "پارنهن انگ" سڏبا آهن. اهڙائي پارنهن پيا متا "اونگ"
سڏبا آهن. ان کان سواءِ ڏهه 'پٽيا' به ڌرمي متن جي شڪل
۾ آهن. ان کان سواءِ ڇهه 'ڇيپا سُتَ'، چار 'مول ست' ۽ ٻه
الڳ ڪتاب 'نندي' ۽ 'اڻونوگدارا' ڌرمي لکيتن ۾ شامل
ٿين ٿا. اهي آهن شروعاتي ڪتاب، جن مان پهريان ١٢ ته
خود مهاوير جون چوڻيون آهن، جيڪي گڏ ٿيل آهن. ان
کان پوءِ واريون لکيتون چندرگپت موريا جي زماني جون
چيون وڃن ٿيون.

(٣) جين مهاراشٽري: هن ٻوليءَ ۾ به جين ڌرم جا
متا شروع کان ئي پستڪن جي صورت ۾ لکيا ويا. هن ٻوليءَ
کي اهو نالو مسٽر هرمن جيڪبي ڏنو آهي، جنهن اهي ڪٿائون
ارزهلنگن (Erzalungan) نالي سان ايڊٽ ڪري ڇپايون، ۽
جن جي قدامت ٢ صدي عيسوي کان ته هر صورت ۾ اڳي
جي ثابت ٿئي ٿي. سڀ کان مکيه لکيت پوُمچريه آهي، جو
ڪتاب وِمل سوري هو — ۽ ان ڪتاب جي تاريخ ٢ صدي

عيسوي ڇٽي وڃي ٿي. ”آوشيڪ“ هڪ آڳاٽين جين پستڪ ان ڪان ٻہ وڌيڪ جهونو آهي.

(٣) جين شورسيني: ڌرمي طرح ڪجهہ جين لکيتون شورسيني پراڪرت ۾ پڻ مليون ٿيون. پشيل (Pischel) ۽ ڊينيڪ (W. Denecke) جن ڪتابن کي جاچيو هو، سي هي آهن: ونڪير اچاريہ جو ’مولاچار‘، ڪارتيڪيسوامي جو ’ڪنيگيا ٽيپڪا‘ ۽ ڪند ڪند جا ’ڇپاهڊ‘، ’سميسار‘ ۽ ’پنچڻڪاير‘ وغيره. ہر سڀ کان مشهور پستڪ ساڳئي ڪُنڊ ڪُنڊ ليکڪ جو ”پروَيڃسار“ آهي، جو ڇهرين صدي عيسويءَ جو آهي.

انهن ڌرمي لکيتن کان سواءِ پالي، مهاراشٽري ۽ شورسينيءَ ۾ ڪيترا ناٽڪ پڻ لکيا ويا. اهي ناٽڪ نهايت آڳاٽا آهن. نہ رڳو ايترو پر اهو بہ پتو پوي ٿو تہ ڪاليداس، اشوگهوش، ڀاس، سرڪا ۽ ٻين ناٽڪ نويسن پنهنجي ناٽڪن ۾ ڪيترن ئي ڪردارن جي واتان پراڪرتن ۾ گفتگو ڪرائي آهي، ۽ اها گفتگو ڪيترن ئي ناٽڪن جو لازم ملزوم حصو آهي. شايد ان ئي صورتحال جي ڪري انهن پراڪرتن کي ناٽڪي پراڪرتون (Dramatic Prakrits) سڏيو ويو آهي.
مهاراشٽريءَ ۾ ٽين صدي عيسويءَ ۾ مختلف ڪوين جا سريلا گيت ڪٺا ڪيا ويا هئا. ان سريلن گيتن جي مجموعي (Anthology of Lyric Poetry) کي ٽين صديءَ جو ثابت ڪيو ويو آهي — ۽ ان مجموعي تي وري ٽيڪائون (Commen-taries) لکيون ويون آهن. هال جي ’ستسئي‘ ۽ جيولڀ جي ’وجالگ‘ ٽيڪائن ۾ ٻارهن ڪوين يا شاعرن جا نالا ڏنا ويا آهن.

ٻي ادبي اکرت پشاچي سڏي وڃي ٿي. هڪ جرمن ماهر، لڊوگ السڊوروف، ثابت ڪيو آهي تہ هڪ پراڻي پشاچي پستڪ ’برهتڪٿا‘ جو تمام گهڻو اثر جين ڌرم جي واٽين ۽

ڪتابن تي ٻڌل آهي- ۽ اهو پستڪ عيسوي سن جي شروع
ٿيڻ جي وقت جو آهي.

ان طرح اسين ڏسنداسين ته هندستان جي سمورين
پراڪرتن ۾ ڊرامي يا عام لکيتون عام جام هونديون هيون.
سنڌي به ان زماني ۾ هڪ مڃيل ٻولي هئي — ۽ ان جو
ادب جو نه ٿو ملي، سو محض ان ڪري ته هتي جا سمورا
ڪتبخانا ساڙي تباهه ڪري ڇڏيا ويا.

١٢ صديءَ ۾ عبدالرحمان نالي هڪ مسلمان (اپڀرنش
نالو: اڌهماڻ) اپڀرنش ۾ هڪ ڪتاب لکيو هو ”سنديش راسڪ“(١)،
جو هاڻ ڳولي لڌو ويو آهي. يعني ١٢ صدي تائين، هندو
ته ٺهيو پر مسلمان به هندستاني پراڪرتن ۾ ادب پيدا ڪندا
رهيا، ۽ سنڌ ۾ ڪو لکڻ وارو ئي نه هو، ان لاءِ صرف هڪڙوئي
علمي ۽ عقلي سبب ٿي سگهي ٿو ۽ اهو آهي عربن جي زماني
۾ سندن هٿان ڪافرن جي سموري علم ادب ۽ ڪتبخانن کي
تباهه ڪرڻ جي حقيقت — ۽ انهيءَ بنياد تي ئي اسان جا عالم،
محض عربن کي انهيءَ صحيح الزام کان بچائڻ لاءِ چوڻ لڳا
ته سنڌي ٻولي تشڪيل ئي ٿي يارهين صدي عيسويءَ ۾!

عربن ۾ ادب شناسي، ۽ هندستاني ۽ يوناني ادب کي
عربيءَ ۾ محفوظ ڪرڻ جي آرزو سنڌ تي ڪاهه کان گهڻو
پوءِ عباسي دور ۾ پيدا ٿي.

سنڌ تي اڪرائيءَ واري وقت عربن چونڊي چونڊي
سنڌي ڪتبخانا تباهه ڪيا. ان وقت علم ادب پنڊتن ۽ ٻوڌي
ڀڪشن وٽ هو، ۽ انهن جا ڪتاب سندن ٺڪاڻن، مٺن ۽
مندرن ۾ هئا، ۽ عربن هر ٺڪاڻي ۽ مندر کي بت پرستيءَ جي جاءِ
ڄاڻي ڪري زمين دوز ڪري ڇڏيو، اها ڪا نئين ڳالهه ڪانهي.
هر حملي آور قوم مفتوح قوم جا فصل، عبادتگاهه ۽ ثقافتي

---

(1) S. M. Katre—Prakrit Languages p. 25

مرڪز مثلاً ڪتبخانا وغيره تباهه ڪندي آهي—سو عربن
اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه ڪئي هئي. ان وقت انسان ان تمدني
سطح تي هئا، جو دشمن جي هر شيءِ تباهه ڪرڻ هڪ فخر
جي ڳالهه سمجهي ويندي هئي. عربن سنڌ سان تقريباً اهو
ساڳيو ڪم ڪيو هو، جهڙو تاتارين پوءِ بغداد سان ڪيو
هو. ان طرح عربن جي انهن ڪارگذارين جي ڪري سنڌ
جو سمورو علم ادب انهن ٽڪاڻن ۽ مندرن سان گڏ زمين دوز
ٿي ويو. ”عربن سڀڪجهه ڊاهي ڇڏيو: هنن ٺاهيو ڪجهه
به نه!“(۱) ڪزنس جا اهي لفظ سموري صورتحال کي مختصر
پر نهايت پراثر نموني ۾ بيان ڪن ٿا.

اِئين به نه آهي ته ڪو ان علم ادب جا نشان ئي ڪونه
ٿا ملن. خود عرب مورخن سنڌ جي علم ادب جون ساکون
پريون آهن. ابن نديم جو اهو حوالو ته سنڌيءَ ۾ اٽڪل
ٽي سو ڪن رسم الخط (؟) آهن، جنهن مان اهو مطلب به ڪڍي
سگهجي ٿو ته ان وقت سنڌيءَ جي رسم الخط ۾ ۳۰۰ ڪن
حرف (صوتي يا مورت نويسيءَ جي نوع جا) هئا، ڪيترو به
مبالغي آميز هجي، ايترو ضرور ثابت ڪري ٿو ته هن ڪافي
مختلف نموني ۾ لکيل ڪتاب سنڌ ۾ ڏٺا هئا. اڳيون ادب
ته تباهه ٿي چڪو هو، پر ڪنهن به ملڪ جي باشندن کي
لکڻ پڙهڻ کان روڪي نه ٿو سگهجي، ۽ ان ڪري سنڌ جا
ماڻهو وري پنهنجي لکڻ پڙهڻ ۾ لڳي ويا. ساڳئي وقت عربن
۾ به ان وقت سنڌي عالمن ۽ سنڌي ماڻهن جي صحبت ۾
رهي، ادب شناسيءَ ۽ علم جو چسڪو پئجي چڪو هو، ۽ ان
چسڪي جي ڪري سنڌي عالمن کي بغداد، دمشق ۽ ٻين
خلافتي مرڪزن ۾ گهرايو ويندو هو، ۽ ڪانئن علم ۽ ادب
تي ڪتاب لکايا ويندا هئا. انهن ڳالهين جا ڪيترائي اهڃاڻ

(1) Henry Cousins—Antiquities of Sind, p. 10. "The Arabs destroyed but did not build."

مان ٿيا. سنڌ جي هڪ آڳاٽي عالم "ٻونگر" جو علم نجوم تي
لکيل ڪتاب محمد بن ابراهيم الفضاري خليفي منصور جي چوڻ
تي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو، ۽ ان ۾ مختلف گرهن جي ۽
تارن جي وچور ۾ سنڌن وَرَ بيان ڪيائين. الفضاري ان
ڪتاب جو نالو ٿي رکيو هو "سنڌ-هند"(١). ان ڪتاب جو
ذڪر ٻئي هنڌ به ملي ٿو. البيروني چوي ٿو ته اهو ڪتاب
شايد منصور ڪان به اڳ ۾ لکيو ويو هو، ۽ ان جي اصل
لکڪ جو نالو "فيڪر" (Phygar) لکيو اٿس. سنڌي نالي
ٻونگر کي اوائلي عرب لکندڙن ۽ ڪاتبن 'بوڪر' لکيو هوندو،
ان تي مختلف ڪاتبن مختلف نشانيون ڏنيون هونديون، جن
کي ڏيري عالمن ٻيوڪر، فيوڪر، فيگر لکيو آهي، پر اصل ۾
اهو نالو "ٻونگر" آهي.(٢)

انهيءَ سموريءَ ڪهاڻيءَ ڪٿڻ مان مقصد صرف هي
ڏيکارڻ آهي ته سنڌ ۾، هندستان جي ٻين علائقن وانگر،
ڪافي علم ادب موجود رهيو هوندو، ۽ اهو جيڪڏهن ڌارين
جي دستبرد کان بچي وڃي ها، ته اڄ اسان جا عالم ائين ڪونه
چون ها ته ڌارين اچي سنڌين کي تمدن سيکاريو.

ٻوليءَ جو بحث جاري رکندي، هاڻ اسين ٻولين جي
هڪ ٻئي پهلوءَ تي اچون ٿا ته سنڌيءَ ۽ ٻين مختلف ٻولين
۾ ڪهڙي هڪجهڙائي ۽ اختلاف آهن. ٻولين جي ڪن خاص
نحوي بناوتن جي بنياد تي انهن جي گروهه بندي ڪئي ويندي
آهي. انهن مان هڪ ته آهي ڌاتن جي سٽا. سامي سٽ جي
ٻولين جي هڪ خصوصيت اها آهي ته ان جا اڪثر ڌاتو
ٽه-اکرا (Triliteralism) آهن — ان ڪري سنڌي ڪنهن به
صورت ۾ سامي سٽ مان نه آهي. سنڌيءَ جا سنسڪرت وانگر

(1) Colbrook—"Miscellaneous Essays"-ii, p.-504
(2) M. Reinaud—"Memoirs Sur la Inde."
(مسٽر رينالڊ اهو حوالو "تاريخ الحڪماءَ" تان کنيو ٿو ڀائنجي).

اڪثر ڌاتو ۾ اڪرا آهن. ٻي ڳالهه جا ٻولين جي گروهه بندي ڪري ٿي، سا آهي ٻولين جي اندروني بناوت. عام طرح سڀني ٻولين کي ٽن قسمن ۾ ورهايو ويندو آهي:

(۱) ڇڙن پدن واريون ٻوليون Isolating languages
(۲) ڳنڍجندڙ پدن واريون ٻوليون Agglutinating languages
(۳) ڦيرو ڪائيندڙ پدن واريون ٻوليون Inflecting languages

<u>ڇڙن پدن واريون ٻوليون:</u> هي اهي ٻوليون آهن، جن ۾ اچار ۾ پد بلڪل هڪٻئي کان الڳ، ڇڙا ۽ اڪيلا استعمال ٿين ٿا— ۽ پنهنجي پنهنجي مستقل معنيٰ رکن ٿا. جملي اندر انهن پدن کي ڦيرائبو ته انهن لفظن جي معنيٰ ۽ صورت ۾ ڪوبه ڦيرو نه ايندو. هن قسم جي ٻولين جو بهترين مثال چيني ۽ ان سان لاڳاپيل ٻوليون آهن. مثال طور هي جملو ڏسو:

وو　　ٻُو　　پا　　تا
(مان)　　(نه)　　(ڊڄڻ)　　(هو)
(مان)　　نه (ٿو)　　ڊڄان　　هن (کان)

اوهان ڏسندا ته مٿيان چارئي لفظ هڪ هڪ پد (Syllable) جا ٺهيل آهن. ان ڪري اهڙين ٻولين کي هڪ پد واريون ٻوليون (Monosyllabic) پڻ سڏيو وڃي ٿو. انهن پدن کي اڳيءَ پوءِ ڪرڻ سان به هڪ بامعنيٰ جملو ٺهندو، جنهن ۾ لفظن جي معنيٰ ڪانه تبديل ٿيندي.

تا　　پو　　پا　　وو
(هو)　　(نه)　　(ڊڄڻ)　　(مان)
هو　　نه (ٿو)　　ڊڄي　　مون (کان)
(هو مون کان نه ٿو ڊڄي)

هن مان اهو ثابت ٿيو ته هر پد جدا معنيٰ رکي ٿو ۽ انفرادي طرح لفظ طور ڪتب اچي ٿو. ان کي جملي ۾ ڪهڙي

هنڌ ۾ استعمال ڪريو، ان جي معنيٰ ۾ نه بدلجندي ۽ نحوي صورت ۾ به ڪو ڦيرو نه ايندو.

(٢) ڳنڍجندڙ پدن واريون ٻوليون: هي اهڙيون ٻوليون آهن، جيڪي مختلف پد هڪٻئي سان ڳنڍينديون ويندڀون آهن — ۽ ان طريقي سان نيون معنائون ۽ نيون نحوي صورتون پيدا ٿينديون رهن ٿيون. هن جو سٺو مثال ترڪي ٻوليءَ ۾ ملي ٿو:

| | ترڪي | | سنڌي معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اسم: واحد: | اير | = | گهر |
| | اير+دين = ايردين | = | گهر مان = گهر ڪان = گهرئون يا گهرن |
| | اير+ اِم = ايرم | = | گهر منهنجو = گهرم |
| | اير+ اِم + دين = ايرمدين | = | گهر منهنجي ڪان = گهرانم |
| اسم: جمع: | اير+لر = ايرلر | = | گَهرَ (گهرَ) |
| | اير+ لر+ دين = ايرلردين | = | گهرن ڪان = گهرانئون |
| | اير+لر+ام+دين = ايرلرمدين | = | منهنجي گهرن ڪان |
| فعل: | دي | = | چوڻ |
| | دي يور | = | چوي ٿو |
| | دي يورلر | = | چون ٿا |

هن مان اوهان ڏسندا ته جمع ڪرڻ لاءِ يا ڪنهن بيءَ فعلي صورت لاءِ خاص پد لفظن جي پويان ڳنڍبا وڃن ٿا — ۽ معنائون ان مطابق تبديل ٿينديون رهن ٿيون. اوهان اهو به جاچيو هوندو ته ٻهرين چئن صورتن تائين ته سنڌيءَ ترڪيءَ جو ساٿ ڏنو، پر جڏهن جمع آيو تڏهن ترڪيءَ پنهنجي واٽ ورتي ۽ سنڌيءَ پنهنجي. ان ڪري جو سنڌي به ٿوريءَ حد تائين ڳنڍجندڙ پدن واري ٻولي آهي. (هت

مون کي رڳو اهو ڏپ آهي ته اسان جا ڪي عالم هن مثال مان ٿي اٿين نه چوڻ لڳن ته سنڌي ترڪيءَ مان نڪتي آهي! (عرب نه سهي ترڪ سهي!) عربيءَ ۽ ٻين ٻه اکثر ٻولين ۾ ڳنڍجندڙ ٻدن واري خصوصيت ٿوريءَ حد تائين ملي ٿي.

(٣) ڦيرو کائيندڙ ٻدن واريون ٻوليون: هن ڳٽي ۾ هند-يورپي (هند-آريائي ۽ هند-ايراني) ۽ سامي ٻوليون اچي وڃن ٿيون. ڪنهن به نحوي يا فعلي صورت ۾ — عدد، جنس، ۽ زمان جي ڦيري سان ٻدن ۾ ئي ڦيرو اچي وڃي ٿو. مثال:

هند-يورپي (سنسڪرت)

زمان حال غائب واحد=سنوتي= سُ + نوُ + تِي
(ذاتو) (حال جي (ضمير غائب
صورت) واحد)

زمان حال غائب جمع=سنونتي= سُ + نَو + آنتِي
(ذاتو) (حال جي (ضمير غائب
صورت) جمع)

مٿين مثال مان ڏسندا ته رڳو ضمير غائب جي واحد کي جمع ڪرڻ سان، پويان ٻه-ٽي ٻد بلڪل بدلجي وڃن ٿا. ساڳي حالت سمورين هند-يورپي ٻولين سان آهي. انگريزيءَ ۾ هيءَ فعلي صورت ته اوهان ڏٺي هوندي:

| Sing | Sang | Sung |
|---|---|---|
| سِنگ | سَينگ | سَنگ |

ساڳيءَ طرح عربيءَ ۾:

قَصَدَ قَصَدَا قَصدو وغيره.

۽ سنڌي:

ڏسان، ڏسون، ڏس، ڏسو، ڏسي، ڏسن وغيره

انهن سمورن مثالن ۾ اها ٻدن جي ڦيري جي صورت موجود آهي.

مٿين بيان مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته سنڌي ڳنڍجندڙ ٻڌن مان ڪڏ ڦيرو ڪائيندڙ ٻڌن واري ٻولي آهي، پر اهو ڳالهايو ۽ اهو ڦيرو سنڌيءَ ۾ پنهنجو اصلوڪو آهي، ۽ هزارين ورهين کان ائين آهي. ان مان ڪو به چاڙهو اهو مطلب نه ڪڍندو ته انهيءَ صورت هئڻ جي ڪري ڪي ٻوليون ڪن ساڳيءَ طرح ڦيرو ڪائيندڙ ٻولين مان نڪتيون آهن.

هر ٻوليءَ جو مزاج پنهنجو، گرامر پنهنجو، عادتون پنهنجون ۽ خصوصيتون پنهنجون هونديون آهن. ٻولين جي سرچشمي ڳولڻ لاءِ نه رڳو انهن خصوصيتن جي هڪجهڙائيءَ جو اڀياس ڪرڻو آهي، پر اختلافن جو پڻ اڀياس ضروري آهي: محض ڪن هڪجهڙاين جي ڪري ائين چئي نه سگهبو ته فلاڻي ٻولي فلاڻيءَ مان نڪتي يا فلاڻي ٻوليءَ ۾ اها صورتحال فلاڻي ٻوليءَ جي ڪري آهي. فرينچ ٻوليءَ ۾ عربيءَ وانگر اسمن جون ٻه جنسون آهن ـ مذڪر ۽ مونث. جيئن عربيءَ ۾ تيئن ان ۾ جنس عام (Neuter Gender) جا اسم نه آهن. ان حالت کي پيش ڪو چوي ته اها حالت عربيءَ تي فرينچ جي اثر ڪري يا فرينچ تي عربيءَ جي ڪري ٿي، ته اها ڳالهه علم جي دائري ۾ داخل ڪانه سمجهبي. اسان جي هڪ عالم بنهه غلط مثال ڏيئي هي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته سنڌيءَ ۾ زالن جا نالا 'مبني' آهن ـــ ۽ اهو اثر عربيءَ جي ڪري آهي، ڇو ته عربيءَ ۾ زالن جا نالا مبني آهن. آءٌ ان متعلق اڳئي ڪنهن ٻئي هنڌ(١) عرض ڪري چڪو آهيان ته هڪ ته مثال ۽ مفروضو ئي غلط هو، ۽ جيڪڏهن فرض ڪجي ته مثال صحيح به هجن ها ته انهن مان جيڪو نتيجو ڪڍيو ويو هو، سو بلڪل مٿين فرينچ ۽ عربيءَ جي مثال وارو!

---

(١) ڏسو منهنجو مضمون ـــ سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ تي بحث ـــ مهراڻ ٣-٣-١٩٥٩، ص ص. ٢١٢-٢١٣

سنڌيءَ جي انهيءَ خصوصيت کي جاچڻ کان پوءِ هاڻ اچو ته سنڌيءَ جي آوازن کي ڏسون. صوتي نظام (Phonetic System) زبانن جو اهڙو امتحان آهي، جو يقيني طرح پڌائي سگهي ٿو ته ڪا زبان بنيادي طرح اصلوڪي زبان آهي يا ڪنهن زبان جي اپڀرنشا يا پراڪرت. هر ٻولي حروف علت ۽ حروف صحيح تي مبني آهي. سنڌيءَ ۾ يارهن حروف علت آهن — جي هيٺ ڏجن ٿا:

اَ، اِ، اُ، آ، اي، ايَ، آي، او، اوُ، آو، آئو

aaoo, aoo, uo, o, (ai) y ay ee, aa, u, i, a

هنن حروف علت جي هيٺان انگريزي اچار ان ڪري ڏنا ويا آهن، جو اسان جي هڪڙي عالم کي اهو شڪ نه، بلڪ پڪ آهي ته سنڌيءَ ۾ عربن جي اچڻ کان اڳ حروف علت هئا ئي ڪين، ۽ عربيءَ اسان تي وڏو احسان ڪري، ا، و، ي حروف علت اڌارا ڏنا — تڏهن اسان جي ٻولي جڙي راس ٿي (١). پيرائيءَ ۾ 'ڪڪڙ' ۽ 'گدڙ' جا مثال ڏنا اٿس ته ڏسو هي ته رڳو حروف صحيح جا مجموعا آهن! هيءُ صاحب انهن لفظن کي انگريزيءَ ۾ لکي ڏسي ها، ته ڪيس خبر پئجي وڃي ها ته انهن لفظن ۾ ٽن حروف صحيح کان سواءِ اوترائي حروف علت موجود آهن. هت انهن لفظن کي انگريزيءَ ۾ لکي ٿو ڏيکارجي ته ڳالهه صاف ٿي بيهي:

Gidaru گدڙ

Kukuru ڪڪڙ

---

(١) ڏسو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، صدر شعبهٔ تعليم، سنڌ يونيورسٽيءَ، حيدرآباد جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" (١٩٦٢) "لفظن جي اهڙي بيهڪ...... عربيءَ جي اثر کان اڳ سنڌي الفاظ اڪثر حروف صحيح جا مرڪبات هئا—" ص. ٢٢

اوهان ڏسندا ته ٻنهي لفظن ۾ ٽي حروف علت موجود آهن. اسان جي سنڌيءَ جو موجوده رسم الخط جنهن ته عربيءَ تان اختيار ڪيو ويو آهي- ان ڪري حروف علت ڪي ادا ڪرڻ لاءِ زير، زبر ۽ پيش ڪسان ڪم ورتو وڃي ٿو.

سنڌيءَ جي انهن مٿين يارهن حروف علت کان سواءِ، ان ۾ هيٺيان حروف صحيح موجود آهن:

ا ب ٻ پ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ڪ ک گ ڳ ڱ ج ڄ جھ ڃ چ ڇ خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ر ڙ س ش ڪ ک ل م ن جھ گھ ه ف ڦ غ ڻ و ي.

باقي هيٺيان فروعي حروف اسان وٽ عربيءَ مان آيل آهن:

ث ص ض ذ ط ظ ح ق ع ءِ.

اهي لفظ فروعي ان ڪري چئجن ٿا، جو انهن جا اچار اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ڪنهن صورت ۾ موجود آهن، پر عربيءَ جي اچارن جو جيڪو ٿورو فرق آهي سو نه سنڌي لفظن ۾ ادا ٿئي ٿو ۽ نه اهي اچار سنڌيءَ جي مزاج ۾ سمائجي سگهن ٿا. دراصل انهن عربي حروف صحيح کي سنڌيءَ مان ڪڍي ڇڏڻ سان، سنڌيءَ جي لکڻ جي صورت سهل ۽ آسان به ٿيندي ۽ ٽائيپ رائيٽر ۽ ڇپائيءَ جو ڪم به سستو ٿي پوندو(۱). جيڪڏهن ٿڌيءَ دل سان (مذهبي تنگدليءَ ۽

(۱) ادبي بورڊ جي ملازمت جي دوران ۾ مسٽر محمد ابراهيم جويي سنڌي ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ جي اسڪيم تي ايتري ته مغزماري ڪئي جو جيڪڏهن ٻيءَ ڪنهن زبان لاءِ هي شخص ايترو ڪم ڪري ها، ته سندس وڏي قدردانيءَ ٿئي ها. مون به- ٽي پيرا ڪيس انهن فروعي اکرن جي رڪاوٽ ڏانهن متوجه ڪيو پر هن کي جنهن ته اڪثر اهڙن مسائلن سان منهن ڏيڻو هو، جن جي اڳيان ٻوليءَ جي ترقي ثانوي چيز هئي، ان ڪري هو ان ڳالهه تي بحث ڪرڻ کان به ڪيٻائيندو هو.

بدگمانيءَ کان سواءِ) اسان جا علم دوست ان پهلوءَ کي سوچين ته هوند سنڌيءَ جي ترقيءَ جي هڪ وڏي رڪاوٽ هٽي وڃي: ۽ ڇپائيءَ ۽ ٽائيپ رائيٽر جي سستي ٿيڻ سان، سنڌي ٻين زبانن سان هڪدم ڪلهو لائي بيهي سگهندي.

سنڌيءَ جي انهن اچارن مان ٻ ڳ ڄ ڃ ڱ ڏ ڻ اهڙا اچار آهن، جيڪي (ڻ کان سواءِ) ٻيءَ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ نٿا ملن. (ٻ ۽ ڏ ڪاٺياواڙي ميمڻن جي ٻوليءَ ۾ ملن ٿا، پر چون ته اهي ميمڻ اصل سنڌ جا ويٺل هئا ۽ هتان ئي لڏي اوڏانهن ويا، انهيءَ ڪري هنن جي ٻوليءَ ۾ اهي اچار رهجي ويا آهن، ۽ سندن ٻولي سنڌيءَ سان نهايت ويجهي آهي). ڻ جو اچار البت ڪن هند-يورپي ٻولين ۾ ملي ٿو.

عربيءَ جي مٿين ١٠ فروعي حرفن کي ڇڏي، باقي انهن ٢٨ اکرن جي بنياد تي سنڌي ٻوليءَ جي سموري عمارت بيٺل آهي. جيئن اسين اڳيئي چئي آيا آهيون، سنڌي ٻولي گهڻو ڪري ٻه-اکرن ڌاتن تي بيٺل آهي. سنسڪرت لاءِ ڏيهي عالم اٽڪل ٻه هزار ڌاتو مقرر ڪن ٿا، پر يورپي عالم انهن ڌاتن مان ٻڌا ڌاتو ڪڍي ڪل اٺ سو ڪن ڌاتو مقرر ڪن ٿا، جن مان گهڻو ڪري سمورا فعل، فعلي صورتون ۽ اسم وغيره نڪرن ٿا(١). سنڌيءَ جي ڌاتن تي ڪنهن به شخص سنڌ ۾ خاص ڪم ڪونه ڪيو آهي. جس آهي عبدالڪريم سنديلي کي جنهن 'تحقيق سنڌي لغات' ۾ ان طرف ڌيان

---

(1) "When allowance is made for these, their remain some what eight hundred roots, which form the basis, not only of a verbal system but also the larger part of the inherited nominal stem of the language."

T. Burrow—"The Sanskrit language" pp. 288-289.

ان کان ٿوري مختلف راءِ لاءِ ڏسو

E. Benroniste—"Origines de la formation Des Nouns en Indo-European", Volume I, Paris 1935, pp. 53-54.

ڏنو آهي. جيتوڻيڪ ٻوليءَ بابت منهنجو هن سان علمي اختلاف آهي پر آءٌ سندس علمي ڪوشش ۽ محنت جو داد ڏيڻ کان رهي نٿو سگهان. سند يلي صاحب به اڪثر هنڌن تي، جتي ڪيس لفظن جو ڌاتو سنسڪرت مان نه مليو آهي، اُتي انهن لفظن کي چڙدي ڏنو آهي، ۽ ڪيترا وري اهڙا ڌاتو ڏنا اٿس جيڪي بلڪل ٺهڪي نٿا اچن.

منهنجي خيال ۾ سنڌي ٻوليءَ جا بنهه مڪمل ڌاتو ٻاويهه سو کن ٿين ٿا، جن مان سنڌيءَ جا (عربيءَ ۽ ڌارين ٻولين جي لفظن کان سواءِ) سمورا لفظ ڪڍي سگهجن ٿا – اهو ڌاتو ڪوش ڏاهڻ هڪ جدا ۽ اڻانگو ڪم آهي، جنهن کي فقط ادبي بورڊ جهڙو ادارو هٿ ۾ کڻي سگهي ٿو. هت آءٌ مثال طور فقط چند ڌاتو ڏيان ٿو، جيڪي سوين لفظن جو سرچشمو آهن – هي اهي ڌاتو آهن، جيڪي سنسڪرت ۾ به اوهان کي ملندا، پر فرق اهو آهي ته سنڌيءَ جا هي ڌاتو سنڌيءَ ۾ پنهنجيءَ اصلوڪي صورت ۾ قائم رهن ٿا، پر سنسڪرت ۽ ٻين هند-يورپي ٻولن ۾ هڪ ته اصلوڪي صورت ۾ استعمال نٿا ٿين ۽ انهن جي حيثيت فقط خيالي (Abstract) آهي ۽ ٻيو ته انهن مان لفظ، فعل ۽ اسم وغيره ٺاهڻ ۾ ڌاتن ۾ گهڻي تبديلي آڻڻي پوي ٿي. جهڙيءَ طرح سنڌيءَ جي ڌاتن ۾ ڻ ۽ ڻُ ۽ ٻيا اهڙا پد ڳنڍڻ سان مصدر ۽ ٻيا لفظ ٺهن ٿا، تئن سنسڪرت ۾ ڌاتن سان ار، اس، ان، ام، اي، آ، ت، د، پ، پ، ڇ، ج، ه، وغيره ڳنڍڻ سان لفظ جڙن ٿا. دراصل اهو ان ڪري آهي جو پراڻي سنسڪرت جي لفظن جي درجي وار اڀياس ڪرڻ لاءِ جڏهن ڏٺو ويو ته اهي نشانيون اڪثر لفظن ۾ ملن ٿيون، تڏهن لفظن کي ترتيب انهن پچاڙين مطابق ڏني ويئي، ۽ انهيءَ ڪري اهي پڇاڙيون فعلن توڙي اسمن ٺاهڻ لاءِ ضروري سمجهيون ويون آهن.

سنسڪرت ڌاتو 'سُو' برابر آهي سنڌي اصل ڌاتو سڌ جي.

سنسڪرت ۾ ان ڌاتوءَ ۾ ارٿ ۽ ان گڏڻ سان سُون يا سُوَر
معنيٰ آواز ڪرڻ. ٻئي طرف سنڌي ڌاتوءَ سُ-سُ يا سو جي
معنيٰ آهي آواز، ۽ سنڌيءَ ۾ ان جون فعلي صورتون آهن
سُڻڻ، سُٽڻ، سُڄڻ (ٻڌڻ ۾ اچڻ). ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي
خاص سنڌي طريقي سان ڪيترائي لفظ ٺهن ٿا. سنڌي لفظ
سڄاڻ کي اڄاڻ جو مخالف (Antonym) سمجهي ان سـ + ڄاڻ
= سـ-چڱو + ڄاڻ ــــ ڄاڻڻ چيو وڃي ٿو، پر دراصل ان جي
صحيح اصليت سُ ← سُڻ ← مفعولي سُڄڻ مان آهي ۽ معنيٰ اٿس
جيڪو ٻڌي. سڄاڻ اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ”چڱيءَ ڄاڻ وارو“
جي معنيٰ ۾ نه، پر خبر رکندڙ يا خبردار جي معنيٰ ۾ استعمال
ٿئي ٿو، يعني جيڪو شخص ذرو به کڙڪو يا آواز ٻڌي، تيار ٿي
ويهي، ان کي سڄاڻ چئون ٿا. اهو سُ ڌاتو پنهنجي ويجهي
۾ ويجهي شڪل سو يا سُو = ٻڌو ۾ نظر اچي ٿو. هت اهو
سوال پيدا ٿيندو ته آءٌ اهو نظريو ڪيئن ٿو پيش ڪريان
ته اهو ڌاتو اسان سنسڪرت مان نه ڪنيو ۽ اصلي سنڌي ڌاتو
آهي. جيئن ته هي هڪ بلڪل نئون نڪتو آهي، جو آءٌ پيش
ڪري رهيو آهيان، ان ڪري ان جو تفصيلي بيان ضروري آهي.

ٻوليون آوازن جو مجموعو آهن ۽ منهنجي نظر ۾ ٻولين
جي اسرڻ جو سڀ کان صحيح نظريو اهو آهي ته جن ٻولين
۾ لفظن جا ڌاتو فطرت جي محرڪات جي آوازن سان مشابهه
هجن، اهي ئي ٻوليون ابتدائي انسانن جون ٻوليون آهن.
فطرتي عناصرن ۾ ڪيترائي آواز آهن: مٽي، هوا ۽ پاڻي
ٻهريان عناصر هئا، جن سان انسان جو واسطو رهيو هو. باهه
ته انسان خود پيدا ڪئي. ان کي ايجاد ان ڪري ڪونه ٿو
چئي سگهجي، جو انسان ٻيلن جي باهين، سج جي تپش يا وڄ
جي ساڙڻ مان باهه جو تصور پنهنجي ذهن ۾ آندو هوندو
۽ فطرت کان ئي ڪنهن ذريعي باهه ٻارڻ سکيو هوندو. انهن
ٽن مکيه عناصرن ــــ هوا، پاڻي ۽ مٽيءَ ــــ ۾ مختلف آواز هئا،

۽ انهن کان سواءِ انسان جانورن ۽ پکين جا آواز ٻڌا هوندا. انهن عناصرن جي آوازن مان ئي هن کي "آواز" جي اهميت معلوم ٿي ۽ جنهن آواز ئي هن کي پنهنجن حواسن استعمال ڪرڻ تي مجبور ٿي ڪيو. اهو چوڻ ته مشڪل آهي ته انساني زندگي پهرين پهرين ڪهڙي هنڌ پيدا ٿي، پر ان چوڻ جي خلاف به ڪو دليل موجود نه آهي ته انساني زندگي هڪ کان وڌيڪ هنڌن تي اسري هوندي. سنڌ ۾ پٿر جي دور جي انسانن جا ڪيترائي ثبوت مليا آهن، ۽ ان ڪري اهڙو ڪو به سبب نه آهي جو ائين تصور نه ڪجي ته سنڌ ۾ به انساني زندگي اسري هوندي. جيڪڏهن اهو مفروضو (Hypothesis) قائم ڪجي، ته پوءِ هڪ انساني ٻولي هت به اسري هوندي، ۽ سنڌي انسان پنهنجي چوڌاري جيڪي مهربان ۽ ظالم فطري قوتون ڏٺيون انهن کان هو زندگيءَ جا اولين سبق سکڻ لڳو ۽ انهن سبقن مان ٻولي ۽ ڳالهائڻ به هڪ هو.

مون مٿي سڌ ڌاتو ڄاڻي واڻي ڪنيو آهي ۽ ان جو مفهوم منهنجي ان نظريي جي پٺڀرائي ڪري ٿو. سنڌي انسان "هوا" جي فطري عنصر جي آوازن مان اهو ڌاتو پيدا ڪيو. هت ايترو چوڻ ضروري آهي ته جتي جتي انساني زندگي اسري هوندي، اتي جي انسان جي ٻڌڻ جي حس تي فطري آوازن جو اثر مختلف نموني ۾ ٿيو هوندو. سنڌي انسان کي هوا ۾ "سُو، سُو" جو آواز محسوس ٿيو، ۽ جيئن ته هوا هن کي نظر نٿي آئي، ان ڪري رفته رفته ان ڏٺل ۽ لڪيُن فطري شيءِ جي آواز لاءِ هن جي ذهن ۾ اهو "سُو، سُو" جو تصور ڄمي ويو ۽ انهي سڌ يا سُو جي معنيٰ "آواز" هن جي ذهن ۾ پيدا ٿي. اڄ تائين اهو تصور اسان سنڌين جي ذهن ۾ قائم آهي، ۽ اوهين ڏسندؤ ته هر اهو لفظ جنهن ۾ اڻ ڏٺل چيزن مان پيدا ٿيندڙ آواز جو تعلق آهي، ان ۾ اهو سڌ يا سُو ڌاتو يا بنياد موجود هوندو — سُون سُڻن، سُوسٽ،

سُوسات، سُرات، سيسرات، سين سين، سي سي، سُس سُس، سُرسُر وغيره ۾ اهو سُ يا سُو اسان کي لڪاري ڇڏي رهيو آهي ته اهو سنڌي ٻوليءَ جو بنيادي ڌاتو آهي، ۽ اوهين انهن ۾ اهو به ڏسندؤ ته اهي هڪ فطري انداز ۽ بي‌قاعدگيءَ جي قاعدن سان ٺهيل لفظ آهن، ۽ جيڪڏهن ڪو انهن لفظن کي لغت ۾ آڻي وقت ويهي ائين چوي ته اهي سنسڪرت يا فلاڻيءَ ٻوليءَ جي فلاڻي ڌاتوءَ مان نڪتا، ته اهو غلط آهي. سنڌي ڌاتن جو پس منظر اهو آهي جيڪو مٿي ٻڌايو ويو، ۽ ان جو وڏي ۾ وڏو ثبوت آهي عقل سليم. ان ڌاتوءَ ۾ ان سان گڏ يا ٻوءِ آهستي آهستي پدن جي گڏجڻ سان نوان نوان لفظ جڙندا ويا. جيڪڏهن ان نظريي کي خيال ۾ رکي ڏسجي ٿو، ته ڪيترائي لفظ آهن جن ۾ اهو سُ يا سُو ڌاتو ڪر ڪنيو بيٺو آهي. سٽڻ، سُڻ، سجڻ، سُٽس، سارڻ، سار، ساري، ساگر، سانت، سانگ، سائر، سر، سنک، سوئر، سيڻي، سينڌ وغيره وغيره. اهي ۽ ٻيا اهڙا سمورا لفظ انهي سُ ڌاتوءَ ۾ ٻيا بامعنيٰ پد ملائڻ سان ٺهيا آهن — هر لفظ جي تاريخ بيان ڪرڻ لاءِ هي ڪتاب پوري ٿي نه پوندو. آءٌ هت ساگر، سانگ ۽ سوئر لفظن تي بحث ڪندس، جو اهي ٽي لفظ ئي مٿين لفظن ۾ اهڙا آهن، جن ۾ ظاهري آواز ۽ سُ ڌاتوءَ جو شڪ ڪونه ٿو پوي — باقي لفظن مان هر هڪ ۾ آواز جو مفهوم ٻڌرو ۽ چٽو بيٺو آهي.

عنصرن جي آوازن مان هڪ ٻيو آواز انسان جي ڪن تي پيو، سو هو پاڻيءَ جي "گڙگڙ" يا "گرگر" يعني پاڻيءَ جي زور سان وهڻ يا ڪِرڻ جو آواز. اهو آواز ڪنن کي ڪافي ڳرو لڳي ٿو. ان وقت جي ابتدائي انسان لاءِ ته اهي آواز نهايت هيبتناڪ هوندا. انهيءَ 'گڙگڙ' مان هڪ ٻيو ڌاتو ٺهيو، ڪ يا گڙ، جنهن انسان جي ذهن ۾ "پاڻيءَ سان لاڳاپيل زوردار آواز" جو تصور ۽ مفهوم پيدا ڪيو ۽ جنهن

۾ان انسان جي زرخيز ذهن پنهنجي مقصد جا لفظ گهڙڻ شروع ڪيا. گڙگڙ، گوڙ، گڙڻ، گجگوڙ، گجڻ، گجي، گاج، گج (بمعنيٰ هاٿي جنهن جو آواز به هيبتناڪ ۽ گڙڻ ۾ان مشابهه هو)، گارو، گرج، گر، گرڙي، گونجڻ، وغيره — انهن سمورن لفظن ۾ اهو اصلوڪو ڌاتو ٽن مختلف صورتن ۾ موجود آهي، جن ۾ پاڻيءَ ۾ان لاڳاپيل ڳرن آوازن جو تصور موجود آهي. اهو گڙ← گر ڌاتو ۾اگر ۾ موجود آهي. ۾ا = آواز جي اڳيئي چاڻ پئجي چڪي هئي، گڙ يا گر به آواز ۾ان متعلق هو، پر آوازُ جو پاڻيءَ ۾ان پيدا ٿيندڙ هجي ۽ هيبت ڏيندڙ هجي، انسان ويچاري اهڙي شيءِ جنهن ۾ گڙگڙ جو آواز اچي، ان کي ۾ڏڻ ٿي شروع ڪيو ۾اگڙ ← ۾اگر! اهوئي لفظ وقت گذرڻ ۾ان ترقي ڪري ۾ائر بڻيو آهي، جو شاهه ڪريم هيئن ٿو استعمال ڪري:

ساٿر ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻوڙي.

<u>سوئر</u> — هن لفظ لاءِ ته خود اسان جا لغت نويس چون ٿا ته اهو 'شو' = آواز ۾ان نڪتو آهي(١). 'شو' سنسڪرت ڌاتو سنڌي 'سو' جي صورت آهي.

<u>سانگ</u> = سوانگ، هن ۾ وانگ سنڌيءَ جي سڌي سنئين لفظ 'وانگر' جو مخفف آهي — سانگ = سوانگ = سہ + وانگ = آواز وانگر يعني آواز يا آواز واريءَ ڪنهن شي جو نقل يا آهل ڪرڻ.

انسان پنهنجي انهيءَ زندگيءَ ۾ اهڙا پاڻي به وهندا ڏٺا، جن جو آواز ايترو ڊيڄاريندڙ نه هو، بلڪ هلڪو آواز محض پاڻيءَ جي وهڻ جو ٻڌڻ ۾ آيس، جو هن جي ڪنن ۾ جرجر يا جهرجهر جو تصور پيدا ڪرڻ لڳو، ۽ ان طرح اهو ٻيو ڌاتو جهر يا جر، پاڻيءَ يا پاڻيءَ جي هلڪي آواز جي معنيٰ

(١) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي 'تحقيق لغات سنڌي' ص ٢٣٩

۾ پيدا ٿيو، جنهن مان ڇهرڻو، ڇهاڻ، ڇهر، ڇر، ڇهڻ، ڇهڙ ڇهڙا ڪيترائي لفظ ٻوليءَ ۾ پيدا ٿيا.

ٽئين عنصر مٽيءَ مان ٻه انسان ساڳئي اصول تي پنهنجي تصور ڪيي ڪم آڻي، ٻوليءَ ڪي وجود ۾ آندو. مٽيءَ مان انسان جو سڌو سنئون واسطو تڏهن پيو، جڏهن شڪار ڪرڻ وقت هن جانورن ڪي مٽيءَ ڪي استعمال ڪندي ڏٺو. شايد ڪنهن جانور ڪي زمين ۾ سوراخ ڪندو ڏٺائين، ۽ ان جو آواز ڪرڪر هن جي ڪنن تي پيو. انهيءَ ڪرڪر هن ۾ ساڳيو آواز جو تصور پيدا ڪيو، پر هي آواز اهڙو هو، جو مٽيءَ مان يا ڌرتيءَ سان تعلق رکندڙ هو — ان مان هن جي ذهن ۾ مٽيءَ يا ڌرتيءَ ڪرڙڻ جو نقشو ابريو. اوهان غور ڪري ڏسندا ته ڪ يا ڪر سان لاڳاپيل سمورا لفظ مٽيءَ سان سڌو يا اڻ سڌو واسطو رکن ٿا. (هڪ ڳالهه جو اهڃاڻ ڏيڻ ضروري آهي ته انهن ڌاتن ۾ پوئين ر يا ڙ محض آوازي نشاني آهي ۽ ڪڏهن ڌاتوءَ سان گڏجي ڪم اچي ٿي ۽ ڪڏهن ڌاتو ان نشانيءَ کان سواءِ پيدا ڪيا ويا). اڄ تائين گهوڙي جي بدن ڪي صاف ڪرڻ لاءِ توريءَ جي ٽڪر ڪي اسين سنڌيءَ ۾ ڪرڪرو سڏيون ٿا. ڪرڙڻ، ڪيڙڻ، ڪوڙڻ، ڪڙو، ڪوڙڻ، ڪاٽ، ڪاٽي، ڪيٽ، ڪڏ، ڪڏو، ڪوپو، ڪوهه، ڪورو، ڪرو (ان جو ڪرو)، ڪيٽ، ڪيٽي، ڪنهن ۽ ڪينهون (جو اصل ۾ مٽيءَ جو ٺهيل ڳوڙهو هوندو هو) ۽ ٻيا ڪيترائي لفظ اوهان ڪي ملندا، جن ۾ اهو ڪ ڌاتو مٽيءَ جو تصور ڪٺي، اسان جي سامهون اچي ٿو. هڪ ڳالهه ڏي اوهان جو ڌيان ضرور ڇڪيو هوندو ته آوازي مناسبت سان ر ٻاڙي سرسر، ڪرڪر، گرگر، وغيره سڀني ۾ عام آهي، ان ڪري ڌاتو محض س، ڪ، گ وغيره رهجي ويندا، جن مان پهريون هوا، ٻيو مٽيءَ ۽ ٽيون پاڻيءَ جي آواز سان متعلق ڌاتو بنيا آهن. ايترن سارن لفظن ۾ اهي ڌاتو ان طرح روشن نظر اچن

۽ اهو محض اتفاقي ٿي نٿو سگهي. ان ۾ سنڌي ماڻهن جي تصور ۽ ذهن جي ان ڪوشش کي دخل آهي، جنهن جي ذريعي ٻين انسانن سان واسطو رکڻ ۽ ساڻن پنهنجي تجربن جي ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ هنن ڪو ذريعو پيدا ڪرڻ ٿي چاهيو.

هي بحث ڏکيو ٿي ويو آهي ۽ مون کي ايترو يقين آهي ته جيڪڏهن ان نظريي کي خيال ۾ رکي سنڌي ٻوليءَ جي اصليت تي ڪو جنائون ڪجن، ته هر بنيادي ڌاتوءَ کي سنڌي انسان جي ابتدائي زندگيءَ جي ڪنهن فطري ڪوشش ۾ ڳولي سگهجي ٿو. اهي ڌاتو نه صرف پنهنجي اڪيليءَ ۽ جڙيءَ صورت ۾ ٻين اهڙن ئي ڌاتن سان مرڪب صورت ۾ سنڌي لفظن جو ذخيرو پيدا ڪن ٿا. انسان جي اوائلي ٻولين ۾ هر پد جي معنيٰ الڳ هئي، جنهن جو زنده مثال چيني ٻوليءَ مان ملي ٿو، ۽ اهي پد ئي ڌاتن جي حيثيت رکن ٿا- ان ڪري سمورين پراڻين ٻولين ۾ پد اڪيلا يا ٻين پدن سان ملي بلڪل نيون معنائون پيدا ڪن ٿا. ڪو به نئون پد جڏهن ڪنهن ٻئي ڌاتو پد سان ملي ٿو، تڏهن جيسين ان نئين پد ۾ اڳيئي ڪا معنيٰ نه هوندي، تيسين ڪو به نئون لفظ نه ٺهندو. ٻوليون اتفاقي طرح پيدا نه ٿيون آهن، پر انسان جي هزارين سالن جي فڪر ۽ ويچار جو نتيجو آهن. ڪو به پد بيڪار ۽ بي معنيٰ نه آهي. البته ائين آهي ته ٻولين جي تاريخ ايتري ته پراڻي آهي، جو هاڻ انهن معنائن کي ڳولي ڪڍڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. ان هوندي به هر لسانيات جو ماهر ڪوشش ڪري اهڙين پچارين ۽ پدن جون معنائون سوڌي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندو آهي- ان نڪتي کي سمجهائڻ لاءِ هڪ ٻه مثال ڏيڻ ڪافي ٿيندا.

سنسڪرت ۾ صفت ٺاهڻ لاءِ اسم پويان تيه پچاڙي ڳنڍبي آهي، مثلاً دڪشڻ + تيه = دڪشڻتيه = ڏاکڻو، آپ + تيه = آپتيه = پاڻياٺو يا پاڻيءَ جو (Acquatic). تيه پچاڙي

ضمير اشاري ڏور سيس←سي، تياد←تي، = هتي، هو، اهو وغيره آهي. ان طرح صفت ٿاهڻ وقت انهن مٿين لفظن جي معنيٰ ٿيندي "ڏکڻ هتي" يا "ڏکڻ هو"، "پاڻي هتي" يا "پاڻي اهو". ظاهر ٿيو ته اها پڇاڙي جا اسم ۾ ڳنڍي ويئي سا بذات خود پنهنجي هڪ معنيٰ رکي ٿي(١). ساڳيءَ طرح سنڌيءَ ۾ ڏاڪڻو، اتريون، ٻاهريون، اندريون وغيره ۾ 'ايون←اون←او، ضمير اشارو ڏور بمعنيٰ هو يا اهو بيٺو آهي.

مٿيان ٿورا مثال منهنجي نظر بي جي چڱي وضاحت ڪن ٿا، ٻر ايترو وري ٻ عرض ڪندس ته سنڌي ٻوليءَ جي اها صورتحال موهن جي دڙي جي دور کان ٻ گهڻو اڳي جي آهي ۽ موهن جي دڙي جي تهذيبي دور ۾ تمدن جي ترقيءَ سان گڏ پنهنجي تقريباً مڪمل صورت ۾ پهچي چڪي هئي. ۽ اها مڪمل ٻولي قبيلن جي لڏپلاڻ ۾ مختلف هنڌن تي پهتي ۽ جتي جتي پهتي اتي مقامي محاورن سان گڏجي مسجي اهڙين صورتن ۾ آئي، جن ۾ ڪڏهن سنڌيءَ جي بناوت مقامي محاورن کي جذب ڪري ويئي ته ڪٿي ڪا مقامي ٻولي سنڌيءَ جي بناوت تي، حاوي پئجي ويئي، ۽ هنڌ هنڌ هڪ اهڙي ٻولي بنجي ويئي، جنهن ۾ هاڻ فقط ٿورن سنڌي لفظن کي ٿي ڳولي سگهجي ٿو. البت ايترو آهي ته اتر هندستان جي اڪثر ٻولين ۾ سنڌيءَ جو اثر وڌيڪ نمايان آهي. ۽ ائين ٻ ٿيو آهي ته اهي نئينءَ صورت ۾ آيل ٻوليون وري سنڌيءَ تي ٻ اثرانداز ٿيون آهن. ان جو سبب يا ته سياسي تسلط يا واپاري ۽ معاشي ڏي وٺ ۽ رابطو ه.و. سنسڪرت جو اثر موٽ ۾ ان طرح ئي سنڌيءَ تي ٿيو آهي. ٻر ان اثر جي اهميت اها نه آهي، جا ان کي ڏني وڃي ٿي، ڇاڪاڻ ته سنڌي سنسڪرت کان اڳ پنهنجي مڪمل صورت اختيار ڪري چڪي هئي. سنسڪرت يا ٻين لاڳاپيل ٻولين

(1) Maxmuller — "Collected Works" p. 146.

ان تي فقط اهو اثر ڪيو آهي، جو ان ۾ نوان نوان لفظ جذب ٿيندا ويا، جن مان ڪيترا ته اصل سنڌيءَ جا ئي هئا پر نئين شڪل ۾ وري ان ۾ شامل ٿيا آهن. مثلاً جر، جل، پر، پل، هنيئون، هردو، آگ، اگني، سج، سورج، تارا، ستارا وغيره.

ان طرح اسان جي سنڌي ٻولي جڙي آهي. پدن ۾ پد جوڙيندي، نوان نوان لفظ، نيون معنائون، نيون نحوي صورتون پيدا ٿينديون ويون. ڪيترائي لفظ ٻين ٻولين اڌارا ڪنيا ـــ ۽ انهن کي پنهنجو رنگ چاڙهي، وري موٽائي اسان کي ڏنا. اهڙن ڪيترن لفظن جون ٻيڻي صورتون اسان وٽ موجود آهن. اهڙا اڌارا ڏنل ورتل لفظ ڪي ته اهڙا آهن، جن کي هڪدم سڃاڻي سگهجي ٿو ته اصل سنڌيءَ جا لفظ آهن.

اچي آيو آهيان ته اسان جي ٻوليءَ جا اچار صوتي لحاظ کان اصلوڪا آهن. ان جو ثبوت خود موجوده زماني جو هڪ عام تجربو مهيا ڪري ٿو. اوهين هندستان جي ڪنهن به حصي جي رهاڪوءَ، بلڪ دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ کان ڳ، ڳ، ڄ، ڃ، ڏ اچارائي ڏسو. وڄ کي ونج چوندا، سڱ کي سنگ چوندا، ڳالهه کي گال چوندا، ڄڃ کي جنجن چوندا، ڏڏ کي ڊڊ يا ڊنڊ چوندا، وغيره. (عربي ٻولي ته ويچاري صوتي اعتبار کان نهايت ئي غريب ٻولي آهي، صوتي لحاظ کان شاهوڪار ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو به اهي اچار اڪثر ادا ڪري نه سگهندا.) هاڻي سوال آهي ته ائين چو ٿو چيو وڃي ته اسان سنڌين ئي ڏنگ مان ڳ، يا ڏنج کي ڄ ڏاهيو؟ اهو محض سنڌي ٻوليءَ ۽ ٻين ٻولين جي ڀيٽ ڪرڻ کان سواءِ ئي آهي، نه ته موجوده تجربو ان نظريي خلاف هڪ وڏو ثبوت آهي. دراصل چاڪاڻ ته اسان جا اهي اچار، جن لفظن ۾ موجود هئا، اهي جڏهن سنسڪرت ۾ ان جي ترڪيبي دور ۾ جذب ٿيا، تڏهن هنن

ڱ کي ڻ، ڄ کي ڃ وغيره ڪري ڪتب آندو — بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح اسان جا مهاجر ڀائر سنڌي لکڻ يا ڳالهائڻ وقت ڄ کي ڃ ۽ ڱ کي ڻ سان اچارڻ لڳا آهن. جنهن علائقي جي ابتدائي ٻوليءَ ۾ ڪو اچار نه هوندو ته ڌارين ٻوليءَ جو اچار چيترو وڏيڪ ويجهو اچارجي سگهجندو آهي، اهوئي رائج ٿيندو آهي. اڄ بلوچيءَ جو مثال ڏيئي آيو آهيان ته هنن کي خ اچارڻ ڏکي لڳي ته ان کي ’ه‘ اچارڻ لڳا. اهوئي ساڳيو سبب آهي، ته سنڌيءَ جا ڪيترائي لفظ جن ۾ سنڌيءَ جا اهي مخصوص اچار هئا، اهي سنسڪرت ۾ ويجهي ۾ ويجهيءَ صورت ۾ داخل ٿيا ۽ انهيءَ صورت ۾ پاڻنيءَ انهن جون نحوي صورتون مقرر ڪيون. پاڻني پنهنجي گرامر ۾ ٦٤ ٻين وياڪرڻ جي ماهرن جا نالا ڏنا آهن، جيڪي ڪائنس اڳ وياڪرڻ لکي ويا هئا. انهن ٦٤ وياڪرڻين جا گرامر افسوس ته هيستائين اچا لڀي نه سگهيا آهن — نه ته ممڪن آهي ته اهڙي ڪنهن صورتحال جو اهڃاڻ انهن مان ملي ها.

ان سان گڏ هڪ ٻي آواز، سنڌي ’و‘ جي اچار کي ٻڌو — ٻوءِ لکڻ جي صورت ساڳي هئڻ ڪري، يا آوازن کي چڱيءَ طرح نه سمجهڻ ڪري — ب جي اچار سان مخلوط ڪري سنسڪرت وارن ڪڏهن ’ب‘ وارن لفظن کي ’و‘ سان قبولڻ شروع ڪيو ته ڪڏهن ’و‘ جي اچار وارن لفظن کي ’ب‘ سان قبولڻ شروع ڪيائون. ان نظريي لاءِ به هڪ موجوده دور جو مثال تجربي لاءِ موجود آهي. بينگالي سنسڪرت کي نهايت ئي ويجهي زبان آهي، ۽ ان پاسي ئي سنسڪرت ڏاڍي ۽ ساماڻي آهي. اوهين ڪنهن به بينگالي ڀاءُ کي ’و‘ جي اچار وارو لفظ اچارڻ لاءِ چئو ته هو ان کي ’ب‘ سان اچاريندو — حالانڪ سندن صورتخطيءَ ۾ ’و‘ ۽ ’ب‘ ٻيئي آهن — ۽ ٻيئي ساڳيئي يا هڪ نموني ۾ لکيا وڃن ٿا. ان سان ته ڪڏهن

کڏهن مزيدار مونجهارو پيدا ٿيندو آهي. انگريزي 'واٽر' (پاڻي=Water) ۽ 'بٽر' (مکڻ=Butter) ٻنهي کي هو "باٽر" اچاريندا آهن. ساڳي حالت شروعاتي سنسڪرت ۾ ٿي هوندي ته سنڌي 'و' وارن کيترن لفظن کي شروع ۾ 'ب' سان ٻوليو ويو، پر رفته رفته 'و' جو اچار پيدا ٿيڻ سان اهي ساڳيا اکر 'و' سان پڻ رائج ٿيا ۽ 'ب' سان به رهندا آيا. سنڌي "وَرَ" سنسڪرت ۾ بر ۽ ور ٻنهي صورتن ۾ موجود آهي. سنسڪرت جي پراڪرتن ۾ 'بر' ئي رهجي ويو، جڏهن ته اهوئي سنسڪرت ۾ اوائلي صورت ۾ آيو هو. اهڙا کيترائي مثال موجود آهن، جن ۾ اها صورت حال اوهان کي نظر ايندي.

سنڌيءَ جي قدامت جو هڪ وڏو ثبوت انگن مان به ملي ٿو. سنڌيءَ جي انگن مان معلوم ٿئي ٿو ته هند-آريائي زبانن مان پراڻي ۾ پراڻي صورت سنڌي انگن جي آهي. سنڌي "هڪ" کي اسين ايڪو به چئون. ٻين ٻولين ۾ اهو ٻنهي صورتن ۾ موجود آهي. سنسڪرت اِڪ ۽ ايڪ، هيٽي—ايڪ ۽ هيڪ، (اويستا—ايئوا، يوناني—ايئس، لاطيني—اونس، گاٿڪ—انيس.) سنڌي "هڪ" جو ويجهڪ مثال ان جي وقتي شمار جي صورت 'هيڪر'، اويستا "هيڪرت" مان ملي ٿو.

سنڌي "ٻه" سنڌيءَ طرح ٻين هند-آريائي ٻولين ۾ موجود نه آهي، پر ان 'ٻ' جون مرڪب صورتون کيترين زبانن ۾ موجود آهن، جنهن مان سنڌيءَ طرح سنڌي "ٻه" جو پتو پوي ٿو. سنسڪرت ۾ 'ٻ' کي 'دُوَ'، يوناني-'دُوو'، لاطين-'ڊيو' وغيره چئجي ٿو. پر هائي مرڪب صورت جو هڪ مثال وٺو—سنڌي ٻه-پيرو (ٻن پيرن وارو Two-footed) لاءِ لاطين ۾ ٻه+پيس=ٻيپس يا بائيپس Bipes آهي. اهو 'ٻ' يا 'باءِ' (Bi) انگريزيءَ ۾ به اوهان کي عام نظر ايندو Bi-lingual =ٻن ٻولين وارو، Bi-weekly =ٻن هفتن جو، Bi-monthly = ٻن ٻن مهينن کان پوءِ نڪرندڙ رسالو وغيره. اڃا ٻيو مثال

سنڌي 'ٻيو' يا 'ٻئو' لاءِ ڏسندا ته سنسڪرت ۾ 'اُڀ'، يا 'اُڀي'، يوناني- 'آمپو'، لئٽن- 'امبو'، گاٿڪ- 'ٻي'، لٿونين- 'آب'، پراڻي سلاوڪ- 'اُب'، انگريزي- 'ٻوٿ'، وغيره ۾ سنڌي ڌاتو 'ٻه' ٻيڻو آهي. يورپي عالم جن کي سنڌي 'ٻه' جي خبر ئي ڪانهي، سي ايترو چئي پنهنجي جند ڇڏائي ٿا وڃن ته اها صورت سمجهه کان ٻاهر آهي(١).

'ٽي' سنسڪرت ۽ ٻين ٻولين ۾ 'تري يا تري' آهي، سنڌي اچار 'ٽ' کي اڪثر هند- يورپي ٻوليون 'تر' ۾ تبديل ڪنديون رهيون آهن. ائين چوڻ ته سنسڪرت 'تر' کي سنڌي 'ٽ' ۾ تبديل ڪيو ويو آهي ته غلط آهي، ڇاڪاڻ ته سنڌي لفظ 'تر' پد سان موجود آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي سنسڪرت اصل جا آهن، ۽ ڪافي پراڻا آهن پر انهن کي اسين 'ٽ' ۾ تبديل نٿا ڪيون. ٻولين جا قاعدا ڪافي سخت آهن ۽ جيڪڏهن سنڌيءَ ۾ 'تر' کي 'ٽ' ڪرڻ جو قاعدو هجي ها ته هر اهڙي لفظ کي 'ٽ' سان اچاريو وڃي ها، يعني اسين هر لفظ 'ٽ' سان اچاريون ها جنهن ۾ 'تر' هجي ها. سنڌي 'ر' حرف صحيح آهي ۽ سنڌيءَ ۾ حرف صحيح گهڻو ڪري هميشه متحرڪ رهندو آهي، ان ڪري ڪنهن به اچار ۾— 'ٽ' يا 'ر' ۾— ان جي ضم ٿي وڃڻ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿو ٿئي. ٻين ٻولين ۾ 'ر' ڪنهن حرف صحيح ۾ ملي، تڏهن ضم ٿي ويندي آهي، جڏهن 'ر' حرف ساڪن يا حرف علت ٿي ڪم اچي. جتي سنڌيءَ ۾ 'ر' ٿوري ساڪن ٿئي ٿي اتي به 'ٽ' ۾ 'تر' جي مٽجڻ جو مثال نٿو ملي. "تِرُت" (جلد) ڪافي

(1) "Besides the numeral proper, there is a stem 'Ubha', (Both) which inflects in the same way. The exact nature of its relation to greek–"Auw", latin–"Ambo", old slavic–"Oba", Lithonian–"Ab'u", Gothic–"Bai", English–"Both", is not altogether clear"—T. Burrow—"the Sanskrit Language" pp. 257–258.

پراڻو لفظ آهي پر اسين ان کي 'ٽ' نٿا ڪريون، 'ٽرس'
(ٻيهه) ۾ 'ر' ساڪن آهي پر اسين ان کي 'ٽس' نٿا ڪريون،
۽ نه وري اهي مثال استثنا ۾ شمار ٿين ٿا. ان ڪري هت وري
يورپي نظريي کي اپٽو ڪرڻ تي مجبور آهيون ته سنڌي
ٽ' ٻين ٻولين اندر 'تر' ۾ تبديل ٿي هئي.

'چار' ۽ 'پنج' ۾ ڌاتوءَ جي ڪا خاص تبديلي نه ٿي
آهي — 'ڇهه' کي سنسڪرت ڦيرائي 'شٽ' (شٽش - سٽش) ڪيو،
جنهن کي هند - يورپي 'سچس' يا 'سڪس' مان ڇيو وڃي ٿو.
ٻين ٻولين مثلاً ويلش ۾ 'چهوچ'، يونانيءَ ۾ 'خيست'، اويستا
۾ 'خسوس' وغيره صورتون ملن ٿيون.

'ست' سنسڪرت ۾ 'سپت' ۽ هنيءَ ۾ 'ست' صورتون
اختيار ڪيون آهن هنيءَ جو ذڪر ڪندي يورپي مفڪر
اجهو هيئن رقمطراز ٿين ٿا ته 'اهو جيڪو ٿورو گهڻو مواد اسان
کي مليو ٿو ان لاءِ فقط ايترو چئي سگهجي ٿو ته شايد هنيءَ
۾ جيڪي سنسڪرت کان به اڳ جون تبديليون نظر اچن ٿيون،
اهي مقامي اثرن جي ڪري ٿيون هونديون' — مثال 'چ' جو
'ز' (پنچ - پنز)، 'و' جو 'ب' ۾ بدلجڻ (وير - بيريه) ۽ 'پٽ'
جو 'تلّ' ۾ بدلجڻ وغيره. آءٌ انهيءَ تي اڳيئي عرض ڪري
آيو آهيان ته موهن جي دڙي جي زبان جڏهن ٻين هنڌن تي
پهتي، تڏهن ان ۾ مقامي اثرن جي ڪري اهي تبديليون پيدا
ٿيون. هنيءَ ۾ 'پنچ' جي 'چ' 'ز' ۾ تبديل نه ٿي آهي، پر
ٻين ٻولين ۾ سنڌي 'پنج' جو 'ج' 'ز' ۾ تبديل ٿيو آهي. 'و'
جو 'ب' ۾ بدلجڻ ته آءٌ اڳيئي مثالن سان ڏيکاري آيو آهيان.
هت ايترو چوندس ته 'و' جو 'ب' ۾ تبديل ٿيڻ ويدڪ
سنسڪرت کان به اڳ هنيءَ ۾ پيدا ٿي چڪو هو، البته 'پٽ'
جو 'تلّ' ۾ تبديل ٿيڻ واري ڳالهه غلط آهي، ڇاڪاڻ ته هنيءَ
۾ ان ڪا به تبديلي نه ڪئي — 'ست' جهڙو سنڌيءَ ۾ هو
اهڙو هنيءَ ۾ موجود آهي. سنسڪرت ۽ ٻين هند - يورپي

ٻولين جي ان خفيف 'پ' کي مقامي اثر سان منسوب ڪري سگهجي ٿو.

'اٺ' انگ وڏيڪ دلچسپيءَ جو باعث آهي ۽ ان مان سنڌي تهذيب جي هڪ قديم ڳڻپ جو اهڃاڻ ملي ٿو. سنڌ ۾ موهن جي دڙي ۽ ڪاهوءَ جي دڙي وارين تهذيبن ۾ ننڍيءَ ۽ وڏيءَ ڳڻپ جا ٻه جدا طريقا هئا. ننڍيءَ ڳڻپ جو ايڪو (Unit) چار جو انگ هو. يعني مال يا شيون چئن جي ايڪي سان ڳڻيون وينديون هيون: يعني چار، اٺ، سورهن ٻٽيهه، چوهٺ وغيره، ۽ سنڌي ماڻهو ان حساب تي ٽهيل هئا. ڪاهوءَ جي دڙي مان جيڪي وٽ مليا آهن انهن جو طريقو اهوئي آهي(١). ميڪي هيٺ ڏنل حوالي جي لفظن

(1) E. Mackay.
"It is of course well known to day that..................the sequence of 4, 8, 16, 32 may be traced to the prehistoric culture of Indus Valley." Chanhu-Daro Excavations-p. 241.

مارشل به انهيءَ ساڳئي خيال جو آهي — ڏسو مارشل. جلد ٢ ص ٥٨٩ — ۽ چئن، اٺن، سورنهن وغيره جي ڳڻپ ڪافي وقت تائين قائم رهي — ۽ خود ڪيترين ڌرمي ڳالهين جو اهڃاڻ رهي آهي. ٻڌ جي اڪوٽين جوٽين متعلق، جيڪي آکاڻيون مشهور آهن، انهن مان هڪ ۾، گوتم ٻڌ هڪ ماڻهوءَ کي پاپ ۽ پچ جو فرق سمجهائيندي اجهو هيئن ٿو چوي:

From four to eight, to sixteen thence and so
To thirty two, insatiable greed doth go,
—still pressing on till in satiety,
Doth win the cirlet's grinding misery."

—E.B. Cobwell : The Jatakas or stories of the Budha's former births" vol. 1. p. 246.

انهيءَ منتر ۾ ڏسو ته اهو ٤، ٨، ۽ ١٦ جي ڳڻپ جو اهڃاڻ موجود آهي.

۾ جيڪو خيال ڏيکاريو آهي ته هندستاني روپئي جي سورهن آنن وغيره جي ترتيب ڪاهوءَ جي ڏڙي جي انهيءَ ڳڻپ جي پوئير آهي، هن سلسلي ۾ خاص توجه جي لائق آهي. وڏيءَ ڳڻپ جو طريقو هو 'ويهن' ۾ — ٻه-ويهون، ٽي-ويهون وغيره، جو اڃا تائين اسان جي ٻهراڙيءَ ۾ مروج آهي. اهو چئن جي ڳڻپ وارو پهريون دستور 'اٺ' جي انگ مان ظاهر ٿئي ٿو. هت پروفيسر برو جا لفظ نقل ڪجن ٿا:

"In 'Astan' (Greek–Octiv, Latin–Octo, Gothic-Ahtau, etc ), there appears the termination of the dual. The meaning of the stem 'Okto'—of which this is the dual, may be inferred from a related I—stem, '**A**sti' which is found in 'Avestan'. This is a measure of length meaning 'Width of four fingers' from which it may be inferred that the dual Octo (U) meant originally two groups of four fingers"—T. Burrow, "The Sanskrit Language" p. 259.

هن مان چٽيءَ طرح ظاهر ٿئي ٿو ته هي انگ به سنڌيءَ مان ورتل آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي پس منظر ۾ جيڪو ڳڻپ جو دستور آهي سو سنڌي آهي، جنهن جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نشان ڪاهوءَ جي دڙي مان مليو ٿو.

'نَو' سنسڪرت ۾ به ائين جو ائين موجود آهي. 'ڏهه' ۾ سنڌي 'ڏ' کي 'د' ۽ 'س' کي 'ه' ۾ مٽائڻ پراڻي ويدڪ ۽ اويستا جي ٻوليءَ ۾ عام هو. (سنڌو-هندو وغيره).

سنڌي 'ويهه' به جئن ته اسان جي هڪ پراڻيءَ ڳڻپ جو ايڪو هو، ان ڪري تقريباً هر ٻوليءَ جي شروع ۾ اهو 'ويهه' اوهان کي نظر ايندو. مثال سنسڪرت — 'ويمستي'، اويستا-'ويستي'، يوناني — ويڪوسي، لاطين — نويجنتي، وغيره

سنڌي 'سؤ' سنسڪرت ۾ 'تم' اسمي پڇاڙيءَ سان

موجود آهي. (سنسڪرت - سَتمِ، لئٽن - سنٽم، اويستا - سيتم.) ٻين ڪيترين ٻولين ۾ به اهو سنڌي ڌاتو 'سو' اوهان کي موجود ملندو. مثال 'مارويون - سَدُو، سيريمس - سُڏُو، زِريِنَ - سو، وتيڪ - سُو، ووڪل - سؤت، اوستيڪ - سؤت' وغيره: اهي ٻه ٻون ٻوليون فينو - اگرين (Fino - Ugrian) ٻوليون مان جن ٿيون، جن جو لاڳاپو هاڻ هند - يورپي ٻولين سان چيو وڃي ٿو.

مٿين حقيقتن مان اهو چٽيءَ طرح ثابت ٿئي ٿو ته سنڌي نهايت قديم زبان آهي ۽ سنڌيءَ جا ڪيترائي لفظ هند - يورپي ٻولين جا ماخذ آهن. انهن ڳالهين کان سواءِ ڪي پراڻيون نحوي خصوصيتون سنڌيءَ جي قدامت جي ساک ڀرين ٿيون. اسمن ۽ لفظن جي جنس (Gender) لاءِ اهو چيو وڃي ٿو ته برعڪس سامي ٻولين جي جن ۾ فقط ٻه جنسون 'مذڪر ۽ مونث' آهن، هند - يورپي زبانن ۾ نهايت قديم زماني ۾ لفظن جون ٽي جنسون هونديون هيون — مذڪر، مونث ۽ بي جنس يا عام. هندستان جي سمورين پراڪرتن ۾ جنس عام ڪانه ٿي ملي، پر سنڌيءَ ۾ بي جنس يا عام جا لفظ اڃا تائين موجود ملن ٿا. جنس مذڪر ۽ جنس عام اصل ۾ هڪ ئي جنس عام هئي، جا مذڪر طور استعمال ٿيندي هئي؛ ان جو ثبوت اهو آهي ته اهڙن لفظن جو ڪو مونث ڪنهن به قاعدي يا اصول پٽاندر ٺاهي نه سگهبو ۽ پيو ته ساڳيون نشانيون جيڪي رکو مونث اسمن ۾ اچن ٿيون سي مذڪرن ۾ به ملن ٿيون. 'ٻرُس رڃُ، ڪنڀُ' وغيره ۾ 'پيش' يعني حرف علت 'اُ' مذڪر جي نشاني آهي، پر ڪسُ، سسُ، ڪَتُ وغيره ۾ اها نشاني مونث لفظن ۾ به ڪم اچي ٿي. ساڳيءَ طرح حرف علت 'اِ' يا 'اِي' گهڻو ڪري مونث جي پويان اچي ٿو، پر ڪن حالتن ۾ مذڪر جي پويان پڻ اچي ٿو. ان کان سواءِ اهڙا ڪيترا لفظ آهن، جن جي جنس مقرر ٿيل نه آهي. اوائلي وقت کان

اهي ٻي جنس يا جنس عام جا لفظ آهن. 'ماڻهو' لفظ جهڙو
مرد لاءِ ڪم اچي ٿو تهڙو زال لاءِ، يعني جهڙي زال ماڻهو
آهي تهڙو مرد ماڻهو. ساڳيءَ طرح ٻڪي، ٻسون، جيت، سوار
وغيره لفظ ڪنهن خاص جنس لاءِ نہ آهن.

ٻوليءَ کي صحيح طرح سان سمجهڻ لاءِ ضروري
آهي تہ لفظن جو تمدني پس منظر خيال ۾ رکيو وڃي،
ڇاڪاڻ تہ ان مان ئي ڪنهن ٻوليءَ جي مزاج، قدامت ۽
سرمايي جو اهڃاڻ ملي ٿو. ننڍين ۾ ننڍيون ڳالهيون، جيڪي
عام طرح نهايت ئي معمولي لڳن ٿيون، اڪثر پنهنجي پويان
هڪ وڏي تاريخ رکن ٿيون — ۽ ڪڏهن نهايت ئي غير اهم
لفظ تمدن جا پيندار هوندا آهن. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ هڪ
ٻاراڻي راند اٽي ڏڪر ڪيڏي ويندي آهي، جنهن ۾ ٻئي کي
آڱ ڏيڻ لاءِ اچليل اٽيءَ جو مفاصلو ڏڪرن سان ماپيو ويندو
آهي — ۽ ان ماپ جا انگ آهن "وڪٽ، لين، سون،
نار، آر، ويٽي، يڪ" — انهن جي اصلوڪي صورت ڪهڙي بہ
هجي، پر انهن مان هڪڙو اندازو ضرور ٿئي ٿو تہ اهي انگ
دراوڙ اصليت جا آهن — انهن مان سون - من معنيٰ "ٽي"
اِج تائين تامل، مليالم وغيره ٻولين ۾ ملي ٿو. يا تہ اها
راند اسان دراوڙي ماڻهن کان سکي آهي — يا ڪنهن نهايت
قديم زماني ۾ جڏهن سنڌ ۾ بہ کي دراوڙي قومون رهنديون
هيون، تڏهن سندن اها تمدني نشاني اڄا تائين اسان وٽ رهجي
ويئي آهي. اڄا ئي ٻيو مثال وٺو: سنڌيءَ ۾ مذاق ۾
هڪ فقرو استعمال ٿيندو آهي "شمن ڪڏي" يا "شمن ڪڏو".
اهو فقرو ڪنهن کي چيڙائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي،
جنهن مان مقصد اهو هوندو آهي تہ اهو ماڻهو بناوتي نموني
چنبجي ڏکجي، هلڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هي لفظ ان دور
جو آهي، جڏهن سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جو زور شور هو. ٻڌ ڌرم
جي وڏن پروهتن يا ڀڪشن کي "شمن" چيو ويندو آهي،

۽ جڏهن ڪو ٻوڏين جو ڏڻ ملهايو ويندو هو، تڏهن اهي پروهت يا "شمن" ڇنڊجي ڏڪجي، خوبصورت پوشاڪن ۾ بلڪل گڏا ٻڌجي، سرگسن ۾ نڪرندا هئا، ۽ ان ڏينهن جي دعوتن ڪان پوءِ وري ڪافي عرصي تائين پنهنجي خانقاهن ۾ ويهي ۽ پڙهڻ لکڻ ۾ پوريا پيا هوندا هئا. "شمن گڏو" ان دور جي تمدني زندگيءَ جو هڪ اهڃاڻ آهي(١). اوهان "ارچڪ مرچڪ......" ٻارن جي ٻولي (Nursery Phyme) ضرور ٻڌي هوندي. آءٌ هت ويدن جو هڪ منتر نقل ڪريان ٿو: ڏسو ته ٻنهي جي وزن (Meter) ۽ ماترائن ۾ ڪيتري نه هڪجهڙائي آهي.

آسٽد راجا، نلونااما، ويرسرانيا، ستوبالي، اپاپانو،
گٽيرا اشتي، اوپوان اسو ڪويڏا!

هن منجهان پيو نه ته ايترو ته ضرور ڇٽي سگهجي ٿو ته اهو منترن وارو انداز، ۽ انهيءَ ٻاراڻي ٻوليءَ جو وزن ۽ ماترائن جي بيهڪ اهڙي آهي، جنهن مان ان جي قدامت ۽ تمدني پس منظر ضرور نظر اچي ٿو.

انهن مثالن ڪان به وڌيڪ تمدني جهلڪ سنڌيءَ ۾ منڍيءَ مائٽيءَ جي لفظن مان ملي ٿي. سنڌيءَ ۾ هيٺيان نالا مٽن مائٽن لاءِ ڪم اچن ٿا.

پيءُ، ابو، بابو.
ماءُ، امڙ، امان، جيجل، آيل.
ڀاءُ، ڀائو، ادو، ادل.
ڀيڻ، ادي.
ڌيءُ، نياڻي، نينگر، نينگري.

---

(١) شمن = Shaman = وڏو پروهت يا ڀڪشو. ڏسو فاهين جو سفرنامو
H. A. Gills—"The travels of Fa Hsien"–pp. XX

پٽ، نينگر.

مس ۾ مهرو، ماسي، پڦي، مامو، مامي، چاچو، چاچي، وغيره.

اسان جي عالمن هنن لفظن جي ڌاتن ڳولڻ لاءِ ڪافي چڪر ڪاڍا آهن. ڪڏهن انهن کي عربيءَ ۾ ٿا ڳولين ته ڪڏهن سنسڪرت ۾. ابو ۽ امان لاءِ چون ٿا ته عربي اب ۽ ام مان نڪتا، باقي کي سنسڪرت مان، ته ڪن جا ڌاتو ملن ڪونه ٿا. انهيءَ ڪوشش جي پس منظر ۾ فقط اهي ئي فرسوده خيال آهن ته سنڌي يارهين ٻارهين صديءَ ۾ ڏهي راس ٿي، اصلوڪيءَ سنڌيءَ ۾ حروف علت ڪونه هئا، ۽ سنڌي تمدن سنسڪرت جو نه ته عربي زبان مان اڌارو ورتل آهي. سنڌيلي صاحب جهڙي محنتي مڙس به ابو- امان لفظ عربيءَ مان ويهي ڪڍيا آهن. هت آءٌ اهو وري به عرض ڪندس ته ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ساڳيءَ هجي جي لفظ ملڻ مان اهو ضروري نه آهي ته ان کي زوريءَ زبردستيءَ سنڌي لفظن جو ماخذ ثابت ڪرڻ جو ڪشالو ڪيو وڃي. ان لاءِ لساني شاهدي ڏيڻ پهريون فرض آهي. ٻوليون لفظن اڌارڻ سان انهن ۾ ڪهڙيون ڦيريون گهيريون ڪن ٿيون، انهن جو ضرور خيال رکڻ گهرجي. مثلاً ابو- امان لفظن لاءِ جيڪڏهن عربيءَ کي ماخذ ٻڌائڻو هو ته ان لاءِ سبب ۽ ممڪن لساني تبديلي ثابت ڪرڻ ضروري ڳالهه آهي. عربيءَ ۾ ماءُ کي اُم چئجي ٿو. اسان سنڌين جيڪڏهن ان کي پاڻ وٽ استعمال ڪيو ته اُم جي الف جو پيش يعني حرف علت اُ جو پيش ڪڍي زبر ڇو ڏنيسون. ان جي لاءِ لساني جواز ۽ سبب ڪهڙو هو؟ اسان وٽ پيش جو اچار يعني حرف علت اُ به موجود آهي، پوءِ اسان سڌو سنئون "اُمان" ڇونه چوڻ شروع ڪيو؟ يا تاريخي رڪارڊ ۾ ڪٿي به ڪڏهن لفظ "اُمان" معنيٰ ماءُ ڇونه ٿو نظر اچي؟ جيڪڏهن "اُمان" لفظ جو

جو ماخذ "اَم" آهي ته ڇو نه 'ماءُ' جو ۽ امڙ جو ٻن اهوئي ماخذ ڇيو وڃي؟ انهن ٻوين ٻن لفظن کي ٻوء ڇو ٿو سنسڪرت ڏانهن گهليو وڃي! علم اللغت ۽ علم الانسان تي ڪم ڪرڻ وقت يا ٻئي ڪنهن به علم ۾ هڪ ساريڪي فڪر (Consistency) جي وڏي ضرورت آهي — ۽ ڏڪيبازيءَ کي گهٽ جاءِ حاصل آهي. جن لفظن جا ماخذ عربي ڇيا وڃن ٿا، انهن ۾ سواءِ ڪن ٿورن جي، باقي سمورن لفظن ۾ ائين ئي ڏڪا هنيا ويا آهن.

اهي ماءُ-وارا لفظ، دراصل اسان جي قديم ترين تمدن جي ساک ڀرين ٿا. اهي لفظ اسان جي ان وقت جي سماج جا آهن، جڏهن سنڌ جو معاشرو "ماءُ - آدرشي" (Society-of Mother-right or Matriarchal) هو، جنهن جا نشان موهن جي دڙي جي تمدن ۾ ملن ٿا. انسان جو قديم ترين تهذيبي دور ماءُ-آدرشي هو، جنهن ۾ عورت قبيلي جي مکياڻي ۽ سردار هوندي هئي، ڇاڪاڻ ته کيتي عورت جي ايجاد هئي. قبيلا ماءُ جي نالي سڏيا ويندا هئا. جڏهن زراعت ترقي ڪئي، تڏهن ئي اهو ماءُ-آدرشي سماج ٽٽي، پيءُ-آدرشي (Patriarchal) ٿيو. دنيا جي هر تهذيب لاءِ علم الانسان (Anthropology) ۽ علم سماج (Sociology) جو اهو تسليم ٿيل ڪليو آهي.

"کاتر جي ايجاد کان پوءِ، شڪار مردن جو ڪم بڻجي ويو، ۽ زالون اڳين وانگر کاڌي گڏ ڪرڻ ۾ مشغول رهيون. ڪم جي اها جنس تي مبني ورهاست شڪاري قبيلن لاءِ هڪ مڃيل حقيقت آهي، ۽ ان جو سبب اهو هو ته زالون پيٽ سان هجڻ يا ٻچا ڄڻڻ واري وقت ٻاهر نڪري نه سگهنديون هيون. شڪار ڪندي ئي، جانورن پالڻ جو ڪم شروع ٿيو! انسان جانورن کي مارڻ جي بدران، انهن کي جيئرو رکي، پاڻ وٽ ڌارڻ لڳو. ان ڪري ڇوپايو

مال جو ڪم گهڻو ڪري جتي ڪٿي مردن جو ڪم رهيو آهي. ٻئي طرف ڪاٺي ڪڏ ڪرڻ يا چونڊڻ جي ڪم مان، پنهنجي اجهي جي ڀر پاسي ۾ زمين ۾ ٻج ٻوکڻ ۽ کيتي ڪرڻ جو ڪم وري زالن ايجاد ڪيو. ان کان پوءِ جڏهن چوپائي مال جي ذريعي هر ڪاهڻ جي ايجاد ٿي، ته زراعت به مردن جو ڪم بڻجي ويئي. آفريڪا جي ڪن حصن ۾، جتي 'هر' اڃا هاڻي رواج ۾ آيو آهي، اتي زراعتي ڪم جو زالائي ڪم مان ڦري مردانئي ڪم جي صورت ۾ اچڻ موجوده دور ۾ ئي ڏسڻ ۾ پيو اچي.

”پيدائشي طريقن جي انهيءَ تبديليءَ مان نتيجي طور زالن ۽ مڙسن جي وچ ۾ ڪم جي هيءَ ورهاست ٿي هيءَ- آدرشي سماج جي اسرڻ جو سبب بڻي آهي. اهو ڦيرو شڪار کان شروع ٿيو، چوپائي مال ڌارڻ جي ڪم ان کي تيز ڪيو، ۽ زراعت جي شروعاتي دور ۾ اهو ڦيرو بلڪل ابتڙ هو.“(١)

مٿيون ترجمو ڏنل حوالو ڏيکاري ٿو ته شروع ۾ سمورا قديم سماج ماءُ- آدرشي هئا، ۽ رفته رفته پيءُ- آدرشي ٿيا. هڪ ٻئي عالم جي مضمون مان به هڪ ٽڪرو ترجمو ڪري پيش ڪجي ٿو:

”دنيا جي ڪيترن هنڌن تي، اسان کي پڪو پختو ثبوت ملي ٿو ته قديم ماءُ- آدرش مٽجي پيا ته پيءُ- آدرش ٿيو آهي، يا وري اهڙي سماجي تنظيم پيدا ٿي آهي، جنهن ۾ سماجي لاڳاپا، ٻنهي ماءُ ۽ پيءُ جي مائٽن مان منسوب ڪيا وڃن ٿا. ان ڳالهه جي شاهدي موجود آهي ته يورپ ۾ ماءُ- آدرش جي سماجي تنظيم هڪ صورت ۾ موجود رهي آهي. سوڊان ۾ ته تاريخي دور جو ثبوت موجود آهي

---

(1) Thomson, G—"Studies in Ancient Greek Society Vol. I (London 1949)—pp. 42—43.

ته اڄ کان پنج سو ورهيه اڳ "بيج" قوم جا ماڻهو، جيڪي هاڻ هيءَ جي ناليءَ پويان ٿا سڏجن، سي اڳ پنهنجا شجرا ماءُ جي ۽ زالن جي نالن سان رکندا هئا — ۽ پنهنجي ملڪيت پيءُ يا ڌيءَ جي ٻچن لاءِ ڇڏيندا هئا. ميلينيشيا ۾ ٻه اهڙا ڪيترائي ثبوت مان ٿا ته ماءُ-آدرشي سماجي تنظيم بدلجي پيءُ-آدرشي ٿي آهي، بلڪ ڪن حصن ۾ اهو ڦيرو اڃا تائين ٿيندو رهي ٿو. ٻئي طرف، دنيا جي ڪنهن به حصي مان اهڙو ڪو ثبوت نه ٿو ملي جنهن مان ان جي ابتڙ ڦيري جو پتو پوي."(١)

انهن عالمن جا اهي ٻه ٽڪرا ترجمو ڪري ڏيڻ مان منهنجو مقصد اهو ثابت ڪرڻ آهي ته قديم ترين انساني سماج ۾ ماءُ يا عورت جي حيثيت قبيلي جي سردار جي رهي آهي، پيءُ جي سرداريءَ جو زمانو گهڻو پوءِ آيو. موهن جي دڙي جا مختلف دور کوٽيا ويا آهن، جن مان هڪڙو اهڙو دور آهي، جنهن ۾ اهو ڦيرو عمل ۾ آيل ثابت ٿئي ٿو. سر جان مارشل جيڪي کوٽائيون ڪيون آهن، انهن مان ڀڪيءَ طرح معلوم ٿئي ٿو ته 'آرين' کان گهڻو اڳ جي سنڌي تهذيب ماءُ-آدرشي تنظيم هئي(٢). خود سر جان مارشل جا لفظ اجهو هي آهن:

"That, like the Mother Godesses of Western Asia, they originated in a matriachical state of society is a highly reasonable supposition."(3)

موهن جي دڙي مان لڌل زنانين مورتين لاءِ لکندي، مارشل چوي ٿو ته اولهه ايشيا جي ماءُ-ديوين وانگر، اهي

(1) Rivers—in Encyclopaedia of Religion and Ethics—(Editor: J. Hastings)-Edinburg—viii pp. 858.

(2) Ehrenfeb O. P.—"Mother-right in India-(Hyderabad-1941) p. I.

(3) Marshall J.—"Mohenjo - Daro and the Indus Civilization" (London) 1931-pp. (i) 51.

مورتيون ۽ ماءُ-آدرشي تنظيم جو نشان آهن، ايترن حوالن ڏيڻ مان منهنجو مقصد محض اهو ڏيکارڻ آهي ته سنڌ ۾ قديم ترين سماجي تنظيم ماءُ-آدرشي ثابت ٿي چڪي آهي، ۽ پيءُ-آدرشي تنظيم پوءِ آئي آهي. انهيءَ حقيقت جو وڏو ثبوت ماءُ ۽ پيءُ جي لاءِ انهن سنڌي لفظن مان به ملي ٿو — ۽ اهو ثابت ٿئي ٿو ته اهي لفظ ان قديم دور جا ٿي آهن. جهڙيءَ طرح اڄ ڏينهن اسان جي اڪثر اڻ-پڙهيل پاڙن جي گهرن ۾ زالون پنهنجي مڙس جو نالو نه وٺنديون آهن، اهڙيءَ طرح قديم زماني ۾ انسان قبيلي جي سردارن، ماءُ ۽ پيءُ جو نالو نه ڪڍندا هئا. ڪوبه ماڻهو پنهنجي ماءُ جو سڌو سنئون ذڪر ٿي نه ڪندو هو. جيڪڏهن ڪندو هو ته 'ماءُ' جي بدران ڪو اهڙو لفظ ڪتب آڻيندو هو، جنهن ۾ لفظ ماءُ يا ان جو ڪو پد ڪم نه اچي. ساڳيءَ طرح پيءُ-آدرشي دور ۾ پيءُ جو نالو يا لفظ ڪڍڻ ۽ چوڻ بدسوڻي ۽ 'ٽئبو' (Taboo) سمجهيو ويندو هو. اڄ ڏينهن اڻ-سڌريل قبيلن ۾ اهو رواج آهي.

ڪٿي سردار جو نالو نه وٺن، ته ڪٿي ماءُ پيءُ جو، ته ڪٿي سس سهري جو. اسان وٽ جو زالون مڙسن جو نالو نه ڪڍنديون آهن، ان جو پس منظر به اهو ساڳيو وسوسو ۽ ڀؤ آهي. اهڙا بيشمار مثال اوهان کي برفو (Bi fault) جي ڪتاب "دي مدرس" (The Mothers) ۽ فريزر (Frazer) جي "گولڊن باؤ" (The Golden Bough) ۾ ملندا. فريزر جي ڪتاب ۾ سڀ کان مزيدار ٽڪرو هيٺيون آهي:

"To make confusion worse confounded, the names of the persons are often the names of common things such as moon, bridge, barley, cobra, leopard; So that when any of man's many father-in-laws and mother-in-laws are called by such names, these com-

mon words may not pass his lips"—(1)

جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو فرض ڪريو ته "واسينگ" آهي، ۽ اهو ماڻهو پنهنجي پيرن هيٺان واسينگ نانگ ڏسي، ته به هو وات مان ٻڙڪو نه ڪڍندو، ڇاڪاڻ ته واسينگ چوڻ مان هن کي ماڻهوءَ جو نالو کڻڻو پوندو — جا ڳالهه ڪرڻ ناممڪن آهي!

هاڻ اچو ته سنڌي ٻوليءَ جي "ماءُ" ۽ "ڀيڻ" لفظن کي ڏسون. انهن ٻن لفظن تي غور ڪرڻ مان هڪ عجيب ڳالهه نظر اچي ٿي. اسين سنڌيءَ ۾ اضافتي ضميرن لاءِ ضمير متصل جون پڇاڙيون ڪنديندا آهيون، جا سنڌيءَ جي هڪ قديم خصوصيت آهي. عربيءَ يا ٻيءَ ڪنهن به زبان مان انهن نشانين جو ٻري جو به واسطو ڪونهي. اهي نشانيون هي آهن:

ضمير متڪلم جي اضافت = پٽ + م = پٽم = منهنجو پٽ
ضمير حاضر " = پٽ + ا - اي = پٽءِ يا پٽئي = تنهنجو پٽ
ضمير غائب " = پٽ + س = پٽس = هن جو پٽ

هاڻي اهي ٽي نشانيون م، ءِ، س اسين اصل کان هر اسم مان اضافت ڏيکارڻ لاءِ استعمال ڪندا آيا آهيون — پر ماءُ ۽ ڀيڻ جي صورتن لفظن مان متڪلم جي نشاني 'م' هرگز نه ٿي ڪنيندي.

ماءُ = ماءُ + م = ماءُم (ماڻهم)
ڀيڻ = ڀيڻ + م = ڀيڻم (ڀيڻهم)
امڙ = امڙ + م = امڙم

(1) Frazer—"The Golden Bough"–(Abridged Edition) vol. I. p. 320, Also pp. 324–328, 331–345.

هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ٽن جلدن ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان "جادو ۽ سائنس" جي نالي سان شايع ٿي چڪو آهي.

امان = امان + م = امانم
جيجل = جيجل + م = جيجلم
آيل = آيل + م = آيلم
ٻابو = ٻابو + م = ٻابوم - ٻابم
ابو = ابو + م = ابوم - ابم

اوهان ڏسندا ته مٿين ڪنهن هڪ لفظ سان به 'م' پڇاڙي نه ٿي ٺهڪي — ۽ نه ڪڏهن ڪو استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ان ڪري جو سنڌيءَ جي تمدني مزاج ۾ اهو ممنوع هو. باقي سمورن مائٽن جي لفظن سان اها نشاني ٺهڪي ايندي، يا انهن ئي لفظن ۾ حاضر ۽ غائب جون نشانيون به ٺهڪي اينديون. مائس، پٽس، ڌيٽم، ٻابس، ڀائم، سسُم، وغيره. آخر ائين ڇو آهي؟ ۽ ماءُ ۽ پيءُ لاءِ ايترا لفظ ڇو؟ ان جو اهو هڪڙو ئي معقول جواز آهي ته متڪلم ماڻهو يا ڳالهائيندڙ ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ جو نالو نه کڻندو هو — هڪ ته ان ڪري نوان نوان لفظ گهڙڻا پئي — ۽ ٻيو ته اضافتي نشانيءَ ۾ انهن لفظن جي استثنا پيدا ٿي پئي. اها حقيقت ڪا اتفاقي نه آهي، ۽ پختو ثبوت آهي ته اهي سمورا لفظ ان تمدني دور جا قديم لفظ آهن — ۽ ان ۾ ڪنهن به ٻيءَ ٻوليءَ جو ڪو دخل نه آهي. انهيءَ تمدني اهڃاڻ مان اسان ٿي هڪ ٻيو دلچسپ پهلو نڪري ٿو — ۽ اهو هي آهي ته سنڌي ماڻهو قديم زماني ۾ پنهنجي وڏن عزيزن ۽ مٽن مائٽن کي ڪنهن عزت ۽ احترام جي لفظ سان ياد ڪندا هئا، جو لفظ امان کان هاڻ گم ٿي ويو آهي، پر ان جو هڪ پد نشاني رهجي ويو آهي. هيءَ هڪ بلڪل نئين ڳالهه آهي، جنهن ڏانهن تمام ٿورن جو ڌيان ڇڪيو هوندو. سنڌي مائٽن جي ڪن لفظن ۾ جڏهن به اضافتي ضمير متصل جون نشانيون لڳائجن ٿيون، تڏهن هڪ پد "ڻ" يا "ئي" وچ ۾ اسريو اچي، جنهن جو مثال هيٺين اسمن سان

ساڳئي تجربي ڪرڻ سان ڪونہ ملندو. اهي لفظ هي آهن.

ماڻ، ٻيڻ، ڍاڻ، ڏيڻ، سس: + متصل نشانيون = ماڻس، ٻڻس، ماڻهين، ٻڻهين، ڍاڻس، ڍاڻهن، ڍاڻم، ڏيڻس، ڏيڻهن، ڏيڻم، سسڻس، سسڻين، سسڻم.

اوهان ڏسندا تہ متصل نشاني ګڏڻ کان اڳ وچ ۾ 'ڻ' اڀري ٿي اچي. اهو "ڻ" ڇا آهي؟ ۽ اهو 'ڻ' ٻين لفظن سان ساڳيءَ اضافتي حالت ۾ ڇو نہ ٿو اڀري؟ منهنجي خيال ۾ ماڻ-آدرشي زماني ۾ ماڻ، ڏيڻ ۽ سس، ۽ ٻيڻ-آدرشي دور ۾ ٻيڻ ۽ ماڻ لاءِ ڪو عزت جو لفظ ڪنهڙي استعمال ڪيو ويندو هو، جو جيتوڻيڪ هاڻ اسان وٽان ګم ٿي ويو آهي، پر جڏهن بہ اضافتي حالت ۾ اهي لفظ استعمال ٿين ٿا تہ اهو ګم ٿيل لفظ هڪ پد جي صورت ۾ اڀري اچي. هن سان ٻوليءَ جي قديم صورت جو پڻ اندازو ٿئي ٿو. موهن جي دڙي جي هڪ تائيت (Amulet) تي ٿي سٽون لکيل آهن — جن کي حل ڪرڻ جي مون ڪوشش(١) ڪئي آهي.

---

(١) موهن جي دڙي جي لپيءَ کي پڙهڻ ۽ حل ڪرڻ جي جيڪا ڪوشش مون ڪئي آهي، ان لاءِ مون کي ڪا خوش فهمي نہ آهي تہ ڪا صحيح آهي. عين ممڪن آهي تہ قطعي غلط هجي، پر جيئن تہ اهڙن لپين کي حل ڪرڻ لاءِ سموريون ڪوششون تجربي جي ٿي حيثيت رکن ٿيون، ۽ مون بہ ان تي پنهنجي وس آهر پنج سال محنت ڪئي آهي، ان ڪري ان تجربي کي اوهان اڳيان رکڻ کان ڪونہ ٿو هٻڪان. ان جي صحت متعلق فقط عالم ئي راءِ ڏيئي سگهن ٿا، جيڪي ان علم ۾ پڙ آهن. منهنجي ڪوشش جي پس منظر ۾ سنڌ ۽ سنڌيءَ جي قديم عظمت ۽ ان سان بيپناهہ پيار آهي، ۽ جيڪڏهن منهنجي اها ڪوشش ٿوري بہ صحيح نڪتي تہ آءٌ پاڻ+

منهنجي ان ڪوشش ۾، ان تائت جي آخري سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ 'لفظ' "اٿسي" يا "اٿس" نظر اچي ٿو، جو ڪنهن ديويءَ يا ڪنهن ديوتا جو نالو معلوم ٿو ٿئي— ۽ مانائتي تصور طور استعمال ٿيو آهي. منهنجو گمان آهي ته اهو ئي ٿه، ان "اٿسي" مان آيو آهي— جنهن جي 'س' ڪنهن پوئين دور ۾ 'ه' ۾ تبديل ٿي آهي.

ٻوليءَ جي قدامت ۽ اصليت متعلق هي بحث ڪافي ڊگهو ٿي ويو آهي، جنهن کي وڌيڪ طول ڏيڻ مناسب نه آهي. آءٌ ثابت ڪري آيو آهيان ته سنڌي ٻولي ڪنهن ٻوليءَ جي پراڪرت نه، پر هڪ اصلوڪي بنيادي ٻولي آهي، جنهن جو سڌو تعلق ٻين هند-يورپي ٻولين سان گهرو آهي. ٻي ٻوليءَ جي اوسر ان طرح جي نه آهي، جئن يورپي عالم، هيمچندر ۽ مارڪنڊيه جي مختصر اشارن مان، پنهنجي پسنديءَ جو مطلب ڪڍي چوڻ گهرن ٿا. پر اها اوسر ان جي بلڪل برعڪس آهي. اسان جي ڪن سنڌي عالمن تازو جيڪي خيال ڏيکاريا آهن ته سنڌيءَ کي گهڻو ڪجهه عربيءَ مان مليو، ۽ عربن جي اچڻ کان اڳ سنڌي ماڻهو رڳو حرف صحيح ڇاڙيندا هئا، سي جئن ته بنهه غير علمي ۽ ڇاڙي ٻجهي ٺهيل ٺڪيل ڏيکاريون آهن، ان ڪري ان تي وڌيڪ ڪجهه لکڻ بيڪار آهي— ۽ هن بحث کي چند خاص لفظن تي پنهنجا ويچار پيش ڪري، ختم ڪرڻ گهران ٿو. اهڙن ساڳين لفظن لاءِ آءٌ "مهراڻ" ١٩٥٩ع ۾ به لکي چڪو آهيان. هت جن لفظن جو مختصر احوال ڏيندس سي آهن "ٿوم"، "ٻوٽي"، "ڪاسائي" ۽ "ڪاتي".

---

+ ڪي خوش نصيب سمجهندس— ۽ جيڪڏهن غلط ثابت ٿي ته افسوس ڪونه ٿيندم، ڇاڪاڻ ته منهنجو ته اهو پيار جو پورهيو (Labour of Love) آهي.

<u>ٿُوم</u>: ٿوم هندستان جي اتر اولهه وارن علائقن جي پيدائش آهي. ان جو هند-يورپي نالو (Satovium) آهي. "ستيوم" لفظ "ٿوم" مان ٺهيو آهي — ڇاڪاڻ ته سنڌي ٿ برابر آهي هند-يورپي سٽ جي. مثال ٿنڀ = استنڀ، ٿاڪ = استاڪ، ٿاڻ = سٿان وغيره. سو اهو لفظ اصلوڪو سنڌي لفظ آهي — ۽ هند-يورپي زبانن مان لٿن ۾ "ستيوم" جي صورت ۾ بيٺو آهي. ان کي عربي "فوم" مان ڪڍڻ به لساني اصولن جو مذاق اڏائڻ آهي — ڇاڪاڻ ته ف جو ٿ ۾ تبديل ٿيڻ — ان جو ڪو اڳيون ترڙيو امڪان به ڪونه ٿو ملي. اينسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا ۾ ٿوم تي مضمون مان هڪ ٽڪرو دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندو.

Allium Sativam – a bulbus perennial plant of the family liliacease (lily family) used for flavouring: It is native to middle Asia west of Himalayas – vol: 10 Page 27.

<u>ڀوتي</u> — هيءُ لفظ به خالص سنڌي لفظ آهي. ڀوتي-ڀوتيو، ڀوتڙو ساڳيي لفظ جون نحوي صورتون آهن: سنسڪرت- ڀوتڪا، ڀوت ۽ پراڪرت- ڀتي، انهن لفظن جون ٻئي صورتون آهن. ان کي عربي 'فوطم' سان ملائڻ اکين جي سڄائي ته ٿي سگهي ٿي، پر هنڌين جي سڄائي نه.

<u>ڪاسائي</u>: سنڌيءَ ۾ هڪ مصدر آهي "ڪُهڻ"، جنهن مان اسم آهي "ڪوس"، ۽ "ڪوس" مان اسم فاعل آهي "ڪاسائي"، (جيئن باغ مان باغائي). اهو "ڪهڻ" لفظ هنيءَ "ڪهنزي-ڪهنزي" (="هو ڪهي ٿو") ۾ موجود آهي، جنهن لاءِ سنسڪرت ڌاتو ڪشن شاهديءَ طور پيش ڪيو ويندو آهي. "ڪاسائيءَ" کي "قصاب" مان ڪڍڻ ائين آهي، جيئن "الهيار" مان "مريڙو" ۽ "انشاءالله" مان "ٿال" ڪڍڻ!

كاتي: سنڌيءَ ۾ ڪٽڻ، ڪرڻ، ڪتڻ، ڪپڻ،
ڪاٽڻ، سنڌيءَ جي اصلوڪي ڌاتوءَ ڪَ يا ڪر منجهان
آهن — جو سنسڪرت ۾ ان جي صورت آهي ڪرِتُ، معنيٰ
وڍڻ. اهو لفظ ”ڪاتي“ ٻين خالص سنڌي لفظن ”ڪار“،
”ڪپ“، ”ڪات“ وانگر خالص سنڌي اصولن سان ٺهيل
آهي، جنهن جو ”قاطع“ وغيره سان ڪو تعلق نه آهي. خود
عربي لفظ ”قاطع“، ڪاتيءَ يا ڪپ جي معنيٰ ۾ خود عربن
به ڪڏهن استعمال نه ڪيو آهي.

هي لفظ محض مثال طور هت بحث هيٺ آندا اٿم،
جو گهڻن مان رڳو ٻوا نموني وانگر آهن. هت مقصد صرف
اهو آهي ته اسان جا اعزا عالم سنڌيءَ جي خدمت بدران
عربيءَ لاءِ غلط محاورا تجويز ڪري، عربي لاءِ به غلط
مفروضا قائم ڪندا ٿا وڃن. هت اهو ڄاڻائڻ به ضروري آهي
ته سنڌيءَ ۾ عربيءَ جا چڱا لفظ موجود آهن، جيڪي بلڪل
صاف عربيءَ جا نظر اچن ٿا. ڇاڪاڻ ته ٻوليون هڪٻئي تي
اثرانداز ٿينديون رهن ٿيون — ۽ لفظن جي ڏي وٺ هر دور
۾ ٿيندي رهي ٿي. خود عربيءَ ۾ هند-يورپي يا آريائي
لفظ موجود آهن. ”دين“ لفظ اسان مسلمانن جي مذهب جو
بنيادي عربي لفظ سمجهيو وڃي ٿو، پر دراصل اهو آريائي
لفظ آهي(١) عرب پنهنجي تمدن لاءِ به ايران جي تمدن جا
ممنون آهن، ڇاڪاڻ ته عربن جي ايران تي ڪاهه وقت
ايراني تمدن عرب تمدن کان بهتر ۽ شاهوڪار تمدن هو(٢)
عربيءَ ۾ ٻين ٻولين جا بيشمار لفظ آهن — ۽ ان لاءِ موسيو
رينان ڇڱا ثبوت ڏنا آهن(٣). باقي عربي اسان جي مذهب
جي زبان آهي، سو ان دائري ۾ اسان جي اکين تي. پر

---

(1) Max Muller – "Collected Works" p. 82.
(2) ibid.
(3) Renan : "Historic des langues semitique" pp. 292, 378–380

جيڪڏهن ڪو چاهي ته ان جي ڪري اسين سنڌي زبان جي اصليت ۽ تمدني شاهوڪاريءَ کان انڪار ڪريون ته اها محض مذهب جي نالي ۾ اسان تي ڌارين جي فوقيت ۽ برتريءَ کي مڙهڻ جي هڪ بيجا ڪوشش چئبي.

مختصر طرح اٿئي سنڌيءَ جون اهي سموريون خصوصيتون ڳڻائي آيو آهيان، جيڪي سنڌيءَ جي اصلوڪي ۽ نهايت قديم زماني ۾ مڪمل ٿيڻ جو پختو ثبوت آهن. ان کان سواءِ سنڌيءَ جي فعلن ۽ اسمن ۾، عدد، جنس ۽ فعلي صورتن جي ڪري جيڪي ڦيريون گهيريون اچن ٿيون، ان جو مثال ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ڪونه ٿو ملي. ايترو مڪمل ۽ باقاعده نحوي نظام هڪ اصلوڪي ٻوليءَ ۾ ئي ڏسي سگهي ٿو، ۽ جيڪي ٻوليون ڪن ٻين ٻولين مان نڪتل هونديون آهن، انهن جي تقريباً هر ڦير گهير کي اصل ٻوليءَ ۾ ڳولي سگهجي ٿو. حال، مستقبل ۽ مضارع، اسم مفعول ۽ ماضيءَ جا جيڪي اصول سنڌيءَ ۾ موجود آهن، اهي بلڪل ئي پنهنجي نوعيت جا آهن، جن لاءِ سنڌي ڪنهن به ڌارينءَ زبان جي مرهون منت نه آهي. ضميري پڇاڙين لاءِ اهو چئو وڃي ٿو ته ٻيئون پڇاڙيون جئن ته سنسڪرت ۾ نه آهن، ان ڪري ضرور عربيءَ مان آيون هونديون. مون انهن پڇاڙين جي قدامت تي اڳئي بحث ڪيو آهي، ۽ ثابت ڪري ڏيکاريو اٿم ته اهي نشانيون ماءُ-آدرشي ۽ پيءُ-آدرشي سماجن جي وقت جي نشاندهي ڪن ٿيون. اهو مڪمل نظام جڏهن ان وقت ئي موجود هو ته پوءِ عربيءَ جي اثر جو سوال پيدا ڪونه ٿو ٿئي. دراصل هند-يورپي ٻولين مان اڪثر پراڻين ٻولين ۾ ٻيئين پڇاڙين جو اصول موجود هو، جن مان ڪي زبانون، اهي پڇاڙيون وڃائي چڪيون آهن ته ڪن ۾ اڃا موجود آهن. فارسي هڪ هند-يورپي زبان آهي، جنهن ۾ ٻيئين پڇاڙين جو نظام اڃا تائين موجود آهي. مثال طور گوينمت (= آءٌ

توکي چوان) وغيره ۾ ٻنهي ون پچاڙيون موجود آهن، ۽ اهو پهلو فارسيءَ کي پهلوي ۽ اويستا سان ملي ٿو ـــ ۽ اويستا هڪ قديم هند-يورپي ٻولي آهي. ’چيٽيءَ واري رسم الخط‘ ۾ دارا جي زماني جو هي هڪ جملو ڏسو:

نَي آوَيڪَهه آهم، نَي دَروغنه آهم، نَي زورکر آهم، نَي آدَم، نَي مَنَي تَوما آوپاري آدشتام اوپري ايم.

(سنڌي: نه اريکو آهيان، نه کوڙو آهيان، نه زوور کندڙ آهيان، نه پاڻ نه منهنجو ڪٽنب. ٻئيان سچ جي پويانس لڳل آهيان.)

(فارسي: نه دشمنکام هستم، نه دروغگو هستم، نه زور کن نه خود-نه خاندانم. از پي راستي رفتم (پيروي کردم)(١).

مٿئين اوستائي جملي ۾ پچاڙڪي فقري ”اوپري ايم“ جي فارسي صورت آهي = از پي اش ام (رفتم)، يعني ”ان جي پويان لڳل آهيان“. ان ۾ ”اوپري“ جي ’ي‘ ان کان سواءِ متڪلم جي نشاني ”ايم-ام“ (=آءِ) بيٺي آهي. هن مان ثابت ٿئي ٿو ته ضميري ٻڌو نظام ان قديم دور ۾ به هند-يورپي ٻولين ۾ موجود هو. ان ڪري اهو پڪيءَ طرح چئي سهگجي ٿو ته سنڌي جئن ته انهن ۾ قديم ترين ٻولين مان آهي، ان ڪري ان لحاظ کان به ان ۾ ضميري نشانين جو ٻڌو نظام اصل کان موجود هو. سنسڪرت ۾ ته ضميري پچاڙين کان سواءِ ظرف جون نشانيون به موجود آهن، جيڪي عدد، جنس ۽ فعلي صورتن ۾ مٿجي وڃن ٿيون. ڪشميريءَ ۾ به سنڌي ٻئين نشانين جهڙو نظام موجود آهي. ان ۾ ته فعلي صورتن ۾ ٻن جي بدران ٽي پيرا ضميري نشانيون ڳنڍيون ٿيون پون ٿيون ـــ هڪ اڳيان ته ٻه پويان: مثال، ”اوءِ“ معنيٰ ”مارڻ“ مان

---

(١) تاريخ ادبيات ايران (فارسي-تهران)- تاليف آقاي دڪتر رضا زاده شفق ص ص ١٠٨-٠١٩.

”ملوءِ“ = آءٌ ماريان ٿو“؛ ان ۾ م متڪلم جي نشاني اڳيان
ٿي ڳنڍجي؛ ”مون هن کي ماريو“ لاءِ چئبو: ”ملوٽمس“
جنهن ۾ ”م“ پڇاڙي متڪلم جي اڳيان به موجود آهي ته
پويان به ۽ ’س‘ غائب جي پڇاڙي بمعنيٰ ”هن کي“ بلڪل
پويان ڳنڍجي ٿي — ۽ ان طرح اها صورت ٿي م+لوءِ+ٽم+س.
ڪشميري به هند-يورپي زبان آهي. جيتوڻيڪ ان تي داردڪ
اثر گهٽي ۾ گهٽو آهي. پر انهن ڪشميري نشانين لاءِ ڪوبه
عالم ائين ڪونه چوندو ته ڪشميريءَ اهي عربيءَ کان
اڌاريون ورتيون آهن. جيئن ته سنڌي ”ڳنڍجندڙ پدن وارين
ٻولين“ جون خصوصيتون رکي ٿي، ان ڪري اهي ٻنهيون
پڇاڙيون ان خصوصيت جو نتيجو آهن، ان ۾ عربيءَ يا ٻيءَ
ڪنهن زبان کي ڪو دخل ڪونهي.

اسان جا عالم عرب پرستيءَ ۽ عربي نوازيءَ ۾ ڪڏهن
ڪڏهن ته ڪل جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳن ٿا. ڪن عالمن
جو چوڻ آهي ته عربي وزن ”مفعول“ واريءَ ترڪيب مان آخري
”ل“ کڻي، سنڌيءَ پنهنجا اسم مفعول ٺاهڻ شروع ڪيا(١).
اسان جي انهن عالمن کي اها ڳالهه شايد وسري ويئي ته ’ل‘
جي خصوصيت رڳو مفعول نه، پر فعل، فاعل، فعيل، مفاعيل
وغيره ۾ به آهي. خود عربيءَ ۾ ”مفعول“ جي وزن ۾ ’ل‘
فقط انهن اسم مفعولن ۾ اچي ٿو، جن جي مصدرن ۾ پويون
اکر ’ل‘ هوندو آهي — جيئن، فعل، عقل، عمل، وغيره ۾ آهي.
”قرض“ جو اسم مفعول ”مقروض“ ٿيندو جنهن ۾ ’ل‘ موجود
ڪونه ٿيندو. جڏهن عربي اسم مفعولن ۾ ئي آخري ’ل‘
ڪا خصوصيت نه آهي، ته سنڌيءَ ڪهڙيءَ طرح ’ل‘ پڇاڙي
عربيءَ مان کنئي؟ ان کان ته بهتر اهو هو ته ائين چيو وڃي
ها ته ’ل‘ اکر ئي عربيءَ مان کنيون اٿئون، ان ڪري ’ل‘

---

(١) ڏسو ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ — ڊاڪٽر نبي بخش
خان بلوچ، ص ٣٠.

وارا جڪي به لفظ سنڌيءَ ۾ ملن ٿا سي سمورا عربي النسل آهن! ڪم از ڪم ان ۾ ڪو دليل ۽ معقول ڳالهه به ڪانهي ها!

هاڻي آءٌ اهڙن لفظن جا ٿورا مثال ڏيندس، جيڪي ظاهر ظهور سنڌيءَ مان ٻين ٻولين ۾ پهتا آهن، ڇاڪاڻ ته ٻين ٻولين ۾ سنڌي نج صورت ۾ ڪجهه نشانيون ڳنڍيل نظر اچن ٿيون؛ ۽ انهن ٻولين ۾ ڌارين لفظن کي پنهنجي ڪرڻ لاءِ اهي نشانيون عام طرح استعمال ٿين ٿيون؛ ۽ ٻيو ته انهن ۾ جيڪي خالص سنڌي اچار آهن، سي بدليل صورت ۾ موجود ملن ٿا. انهن لفظن کان سواءِ ڪيترا اهڙا لفظ ملن ٿا، جن ۾ سنڌيءَ جي بلڪل ابتڙ معنيٰ ٻين ٻولين ۾ ملي ٿي. ان جو سبب تاريخي دور ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ جي غلطين جي ڪري ٿي سگهي ٿو. مثال طور ڏئيت، دئيت، ديو— اسان وٽ جن ڀوت ۽ خوفناڪ بد روح جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي، پر سنسڪرت ۽ اويستا وغيره ۾ لفظ ”ديو“ ديوتا ۽ اوتار جي معنيٰ ۾ ڪم اچي ٿو. ٻيو مزيدار مثال ڏائي، سائي يعني کاٻي، ساڄي جو آهي. ڏائو اسين کاٻي هٿ يا طرف کي چئون، ۽ سائو ساڄي کي. سنسڪرت ۽ ٻين هند- يورپي ٻولين ۾ ان جي بلڪل ابتڙ معنيٰ ۾ اهي لفظ موجود آهن.

سائو- ساڄو: سنسڪرت- ساوِيه، اويستا- هويا، اولڊ سلاوڪ سجي وغيره = کاٻو

ڏائو- کاٻو: سنسڪرت- دائيه، هندي- اردو، دايان يا دهنه = ساڄو

تقريباً ساڳين لفظن جي اها ابتڙ معنيٰ يقيناً لکڻ پڙهڻ جي غلطيءَ جي ڪري آهي. موهن جي دڙي جو رسم الخط گهڻو ڪري ساڄي کان کاٻي لکيو ٿي ويو— ۽ ان مان جڏهن برهمي ۽ ديوناگري ٿاهي ويئي ته اهي کاٻي کان لکڻ لڳا. ممڪن آهي، ته انهيءَ سبب هو ساڄي کي ڏائو ته ”ڏائي“ کي ساڄو سمجهڻ لڳا.

سنڌي "ڏڌ" ۽ "کير" ۾ وڏو فرق آهي. ڏڌ معنيٰ کٽو ٿيل کير يا ڌونئري مان ڇڏي ٿيل پاٽيٿ. پر ٻين هند-يورپي ٻولين ۾ ڏڌ=ڌد=دود=دوڌ کير جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. [ڏڌ=سنسڪرت دڌ، اويستا-ددن، هندي-دودهہ وغيره]. "کير" لاءِ آءٌ ان جون ٻيون صورتون دراوڙي ٻولين واري بحث ۾ ڏيئي آيو آهيان. تازي ويائل ڳئون يا مينهن جي کير کي ڪاڙهي پِيسُ ۽ ٻرهي ٺاهيندا آهيون. اهو پِيسُ لفظ کير جي معنيٰ ۾ ڪن زبانن ۾ استعمال ٿيو لڳو. [سنسڪرت-پِيسُ، اويستا-پئنا، اولڊ لٿونين-پيناس وغيره]. اهڙا ڪيترائي لفظ ملن ٿا، جيڪي ٿوري تبديليءَ سان ٻين ٻولين ڪنيا آهن. مثال

اگر-اگار=سنسڪرت-آنگال-آنگار، اولڊ سلاوڪ-اوگلي، رشين-آگول وغيره.

داٽا =سنسڪرت-ڏاٽا، اويستا-دانا، لٿونين-دونا (ماني).

ساڳ =سنسڪرت-ساڪَ، لٿونين-سيڪاس.

شڪرو(باز)=سنسڪرت-شَڪُنُ، اويستا-شڪنا، اولڊ سلاوڪ سرڪول (Falcon).

آر =سنسڪرت-آرا، هومرڪ يوناني-آل، فنش-اورا، مارديون-آورؤ، هنگيرين-آر.

سون =سنسڪرت-هرنيم، اويستا-زرنيم، ووگل-سورن، سرن، مارديون-سرني، زرني، هنگيرين-ارني.

بگهڙ =سنسڪرت-ورڪَ، اويستا-وهرڪا، مارديون-ورگس، زرين-وورڪس.

کهڻ =سنسڪرت-هن، گهن، هٽي-ڪون، ڪهَن، گوَن،

گوڏو =سنسڪرت-ڪورپر(؟)، هٽي-گينو، لئٽن-گينو.

نيڻُ =سنسڪرت-نَينتِيي، هٽي-نيئنستي (مصدر-نيئن).

وار = سنسڪرت - وال، ٻال، اويستا - واريسا، اولڊ سلاوڪ - ولاس، رشين - وولاس، انگريزي - هيئر، ڊچ - جرمن - ڊئنش - هار.

ساهون - سام = اويستا - هام، پالي - سام، اولڊ سلاوڪ - سامو.

شهپر = سنسڪرت - شيپرا.

پر (گذريل سال) = سنسڪرت - پَرُت، يوناني - پروسي.

لونگ = سنسڪرت - لونگ (هي لفظ انڊونيشي لفظ "ٻوڻ" مان نڪتل ٿو ڀائنجي، جو ان ٻوليءَ ۾ لونگ جي لاءِ لفظ آهي. جڏهن ته لونگ اصل اتي جي پيدائش آهن، ان ڪري لونگ لفظ ان مان ئي ان وٽ نڪتو ٿو ڀائنجي.)

پرون = سنسڪرت - پرو، يوناني - اوفرس، اولڊ سلاوڪ - بروي.

ڦر - ڦار (هر جي چوٽي ۾) = سنسڪرت - ڦال، پهلوي - سپار.

حرف جملا "ته، نه، سو" هنيءَ ۾ ائين جو ائين موجود آهن — ۽ هوبهو ان نموني ۾ استعمال ٿين ٿا جهڙا سنڌيءَ ۾(١).

ٻوليءَ تي بحث ڪافي ڊگهو ٿي ويو آهي، ۽ جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ تي لڳايل بهتانن مان هڪ هڪ تي ويهي الڳ بحث ڪجي ته هيءُ ڪتاب يقيناً ختم ٿيڻ تي نه ايندو. ان ڪري مجموعي طرح سنڌيءَ جي انهيءَ اصلوڪيءَ حيثيت کي ثابت ڪرڻ لاءِ هي بحث ئي ڪافي آهي. هاڻ اچو ته سنڌ جي تمدن جو اڀياس ڪريون.

---

(١) انڊليڊهان - "لئنگويج" - باب ١٢، فوٽ نوٽ صفحو ٢٠٨.

# باب ٽيون

## سنڌي تمدن

سنڌ قديم تمدن جو ملڪ آهي، جنهن جو روشن ترين ثبوت موهن جي دڙي، ڪاهوءَ جي دڙي، جهڪڙ، آمري، ڪوٽ ڏيجي ۽ ٻين ڪوٽاين مان مليو آهي. موهن جي دڙي جي تهذيب تي ايترو ڪجهه لکجي چڪو آهي، جو ان تي منهنجي ڪجهه لکڻ مان ڪا نئين ڳالهه پيدا نه ٿيندي. هت آءٌ مختصر طرح سموري سنڌي تمدن جو خاڪو پيش ڪندس، جنهن مان چڱيءَ پر اندازو لڳي سگهندو ته سنڌي تمدن هر لحاظ کان هڪ شاهوڪار ۽ بلند تمدن رهيو آهي. ان خاڪي کي آءٌ هڪ جديد طرز جي بين الاقوامي اهميت رکندڙ حوالي سان شروع ڪريان ٿو.

"مهراڻ واديءَ جي تهذيب ان طلسمي جنت (يوٽوپيا) جي خواب جو تعبير کولي لڌو هو، جنهن ۾ دنيا امن ۽ آسودگيءَ جو آدرش حاصل ڪري چڪي هئي؛ جنهن جي دولت جو ڪو ٿورو حصو به دفاع يا اگرائي ڪرڻ لاءِ هٿيار بنديءَ تي خرچ نه ٿيندو هو— ۽ اهائي جنت ته آهي، جنهن جو تصور هر معقول انسان جي تصور ۾ آهي!"(۱)

هيءَ اها جنت هئي جت ڪو ڀڪ نه مرندو هو، جتي انسان جي ذهن تان ڏک ۽ ڳڻتي ميسارڻ لاءِ ناچ، سنگيت، نقاشي، بت تراشي ۽ ماڪيءَ مان ٺهيل مڌ موجود هئا؛ جنهن ۾ انسان کي گندگيءَ سان چڙ هئي؛ جنهن ۾ هر انسان ٻئي

(1) Edward Becon—"Digging for History" p. 213.



شڪل نمبر ١
موهن جي دڙي جي تهذيب جي هڪ چٽيل ٻاٽ



شڪل نمبر ٢ـ اوڻهين صدي عيسويءَ جي سنڌ جو هڪ چٽيل

انسان جو دوست ۽ پيارو هو، جنهن ۾ ملڪ ۾ پيدا ٿيندڙ
سموريون شيون، سڀني جي گڏيل ملڪيت هيون؛ جنهن ۾
مذهب جي نالي تي تنگدلي ۽ خونريزي وڏي ۾ وڏو گناهه
هو؛ جنهن ۾ ٻين کي رنجائڻ غيرانساني حرڪت سمجهيو
ويندو هو؛ جنهن ۾ پنهنجي پاڙيسري ــ ماڻهن يا ملڪن ــ
سان اگرائي يا جنگ حرام هئي ــ اهڙا هئي موهن جي دڙي
جي سنڌ. سميري ۽ سامي، بابلي ۽ مصري ان سنڌ جي نالي
جي مالا جپيندا هئا؛ هڪڙا ان کي ديوتائن ۽ زياسوترا جي
زمين سڏيندا هئا ته مصري ان جي مهراڻ جي پاڻيءَ کي
ڪوڙهه جو علاج سمجهندا هئا. ان سنڌ ۾ پنهنجي تمدن کي
شاهوڪار ڪرڻ لاءِ اديبن ۽ فنڪارن جي مرحبا ٿيندي هئي؛
جنهن ۾ هڪ ناچو ڇوڪري وڏي شان شوڪت سان هڪ فنڪار
جي اسٽوڊيو ۾ پنهنجي بت ٺهرائڻ لاءِ هڪ عجيب ادا سان اچي
بيٺي ٿي ــ ۽ فنڪار اهو بت ٺاهڻ کان پوءِ بجاءِ ان نازنين
جي حسين جسم جي، پنهنجي ان شاهڪار سان محبت ڪرڻ
لڳي ٿو. (اهڙا رقاصه اوهان کي ڪتاب جي ڪور تي نظر
ايندي). جتي عورت پنهنجي پاڻ کي زياده حسين بنائڻ لاءِ اهڙا
زيور پيدا ڪري چڪي هئي، جنهن جو جواب موجوده زماني
۾ به ڪونه ٿو ملي؛ جتي گهر صاف سٿرا ۽ هوادار هئا، جتي
گند جي نيڪال لاءِ ڍڪيل نالين جو نظام اهڙو هو، جو
فقط ويهين صديءَ عيسويءَ ۾ ئي ان جو مثال يورپ جي
ڪن ملڪن ۾ ملي ٿو؛ جتي هر گهر ۾ فن جا مختلف نمونا
ــ بت، چٽر، رانديڪا ــ فنڪارن جي مرحبا سان گڏ خوش
ذوقي سمجهيا ويندا هئا؛ جتي ڪاڏي جي ٿانون تي چٽسالي
۽ فنڪاريءَ کي لازم سمجهيو ٿي ويو ــ ۽ اهو تمدني سلسلو
هزارها ورهيه جاري رهيو. (سامهون هڪ پاسي موهن جي
دڙي ۽ هڙپا جي دور جي هڪ ٿالهي آهي، ۽ ٻئي پاسي تي
اوڻهين صدي عيسويءَ جي هڪ حقي جي چٽسالي نظر ايندي).

علم الانسان جي لحاظ کان اولان اول هٿ ماءُ-آدرشي
سماج هو، جنهن ۾ عورت سردار هئي، ڇاڪاڻ ته هن اناج
پوکڻ ايجاد ڪيو هو. هتي جي انسانن ڏٺو ته عورت ته هڪ
دلچسپ چيز هئڻ سان گڏ سموري تخليق جي ماءُ آهي—
نه رڳو هوءَ خوبصورت ٻارڙا پيدا ڪري ٿي، پر فصل به
هوءَ ٿي پيدا ڪري. ان ڪري عورت جي ان تخليقي قوت
کي ٿي پوڄا لائق سمجهيو ويو. هن کي ديويءَ جو درجو
ڏنو ويو— ڇاڪاڻ ته هر پيدائش جو مک هوءَ ٿي سمجهي
ويئي. ڪنهن کي ڪو باغ رکڻو هو ته ڪنهن زال جو ان
زمين تي ليٽڻ سٺو سوڻ ٿي سمجهيو ويو. اهو زالاڻو-آدرش
(Female Principle) نهايت قديم تمدنن جو اهڃاڻ آهي—
۽ ڇاڪاڻ ته عورت جي سموري تخليقي قوت عورت جي
جسم ۾ هئي— ان ڪري سندس جسم جي اظهار کي عين
فطري ڳالهه سمجهيو ٿي ويو. عورت جي شرمگاهه ۽ ٿڃن کي
تخليقي قوت جو مظهر ۽ منبع سمجهيو ٿي ويو— ان ڪري
انهن ٻن جسماني حصن کي سڀ کان وڌيڪ پوڄا لائق
سمجهيو ٿي ويو. سندس تخليقي مرڪز کي سڏڻ ٿي لڳا
"پيڪ" يعني ننڍڙو ٻرين، ننڍڙو محبوب، ۽ ان کي تشبيهه
ڏيندا هئا ڪنول گل سان— ۽ فنڪارن پنهنجي ڪوشش
۾ انهيءَ تخليقي مرڪز جا اهڃاڻ مختلف نمونن ۾ ڏيڻ شروع
ڪيا. ڪن ان مان گل ۽ ٻوٽڙا نڪرندا ڏيکاريا، ته ڪن
مختلف شڪلين ۾ ان کي ڪنول جي گل ۾ چٽڻ شروع
ڪيو— ۽ اهي چٽ سنڌ ۾ موهن جي دڙي کان به اڳ جي
پٿرواري دور ۾ ملن ٿا. مسٽر ڪارڊر ڪراچيءَ جي ويجهو
مول واديءَ ۾ اهڙا وڏا پٿر لڌا جن تي انهيءَ زالاڻي-آدرش
(Female Principle) جي هڪ صورت، ڪنول جا چٽ کوٽيل
آهن. اهڙائي ساڳيا چٽ بلڪل انهيءَ ئي مقصد سان بين
ملڪن ۽ هنڌن تي به ملن ٿا. سامهون تصوير ۾ هڪ ٻاسي



شڪل نمبر ٣- (مسٽر ڪارٽر جا لڌل پٿر، جن تي زالائي
آدرش جا چٽ آهن).
(انٽيڪئٽيز آف سنڌ- هينري ڪزنس)



شڪل نمبر ٥
سروتوڀدرا منڊلم (تنتر)



شڪل نمبر ۴
ست - چڪر (ست ڪنول)
تنترن ۾ زالاٽي آدرش
جو اهڃاڻ



شڪل نمبر ٦
پورن گهاٽ (تنتر)

مسڻر ڪارٽر جي لنڊن پٽرن جي تصوير آهي، ۽ پڻ ٻاسي انهيءَ ڪنول گل جي چٽن جا مختلف نمونا ڏنا وڃن ٿا. انهن جو مقصد اهو ئي هو جيڪو مون بيان ڪيو آهي. ان لاءِ ڪيترن ماهرن جا رايا پيش ڪري سگهجن ٿا(١). سنڌ جي شاهه جو تصور به انهيءَ سلسلي ۾ دلچسپيءَ کان خالي نه آهي، جڏهن هو چوي ٿو ته "ڪنواريون ۽ ڪونئر، هلو ته پسون ڪاڪ جا!"

موهن جي دڙي واري زماني ۾ به شروعاتي طرح اهوئي زالائي-آدرش جو دور رهيو. هيٺ ڏنل تصوير ۾



شڪل نمبر ٧- موهن جي دڙي جي هڪ مهر

موهن جي دڙي جي هڪ مهر ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ زال جي تخليق گاهه مان هڪ ٻوٽو اسرندو نظر اچي ٿو، جو چٽيءَ طرح ٻڌائي ٿو ته زال کي تخليق جو مظهر ۽ منبع سمجهيو ٿي ويو. سامهون تصويرن ۾ سنڌ ۽ ٻين ملڪن جون تصويرون ڏنيون ويون آهن، سي به انهيءَ ساڳئي اصول تي زالائي-آدرش جو نمونو آهن(٢).

اهي تصويرون ۽ خاڪا ان دور جا آهن، جڏهن زراعت اڃا مس ايجاد ٿي هئي — ۽ ان جون سنڀاليندڙ زالون ئي هيون. هي اهو دور هو جڏهن سنڌ ۾ ذاتي ملڪيت

(1) Bhandarkar—Vajasaneyi Samhita p. 146; Briffault—"Mothers" —iii-205-209; N. N. Bose—"Viswa Kosa"—xv-p. 545.

(2) Marshall—"Mohanjo Daro and Indus Civilization"(i)-p. 52.

شڪل نمبر ٨-



فونيشيا مان لڌل (٢٥٠٠ ق٠م)



موهن جي دڙي مان لڌل (٣٠٠٠ ق٠م)



پارٿ مان لڌل (٤٠٠ ق٠م)

شڪل نمبر ٩-



ٿريس مان لڌل



مصر مان لڌل (٢٠٠٠ ق٠م)



ميسوپوٽيما مان لڌل (١٣٠٠ ق٠م)

شڪل نمبر ١٠-



بوڪربن - رشيا
مان لڌل



ميسو پوٽيما مان
لڌل (٣٠٠٠ ق٠م)



صوبي سرحد
(پاڪستان) مان لڌل

شڪل نمبر ١١-



آسٽريا مان لڌل
چن جي وينس



فرانس مان لڌل
عاج جي ٺهيل وينس



آسٽريا مان لڌل
وينس

(وينس جون هي تصويرون ٻه، زالاڻي آدرش
جون مظهر آهن)

جو وجود نه هو، ۽ سماج ان سطح تي هو، جنهن کي ابتدائي اشتراڪيت (Primitive Communism) چيو وڃي ٿو. پر انساني سماج کي ڪڏهن به دائميت ڪانه رهي آهي. انساني سماج هميشه سياسي ۽ معاشرتي طرح پيدائش جي ذريعن جي ملڪيت ۽ معاشي تبديلين جي ڪري بدلجندو آهي. موهن جي دڙي جي ڪنهن دور ۾ — اٽڪل ٣٠٠٠ ورهيه ق.م ۾ — زرعي نظام جي پختي ٿيڻ سان سماج جي ماڻ - آدرشي حيثيت بدلجي پيءُ - آدرشي ٿي. ان ئي دور ۾ ذاتي ملڪيت جو تصور وڌي ان صورت کي پهتو، جو شايد پاڻهپ جو رواج به پنجي ويو. قبيلن جي زندگي ٽٽي پئي، ۽ پيدائش جا ذريعا ۽ دولت، سون ۽ ٽامي جي سڪن جي صورت ۾ بجاءِ قومي ملڪيت رهڻ جي، چند ماڻهن جي دولت بنجڻ لڳي؛ ۽ ان دولت جي بنياد تي منظم مذهب قائم ٿيڻ لڳو، جنهن ۾ پنڊت ۽ پروهت پنهنجي نئين پيدا ٿيل طبقي کي سي ڪان مکيه طبقو بنائڻ لڳا. ان ئي دور ۾ ذات پات جو فرق پيدا ٿيو، جنهن ڪيترن قبيلن کي هتان لڏڻ تي مجبور ڪيو — ۽ اهي لڏيندڙ قبيلا پنهنجو تمدن، ۽ پنهنجي ٻولي لڪيل توڙي ڳالهائجڻ واريءَ صورت ۾ ٻين ملڪن ۾ ڦهلائڻ لڳا.

سنڌ ۾ ان تمدن جو سلسلو ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ قائم رهندو آيو — ۽ جيتوڻيڪ قبيلن جي زندگي ٽٽي پئي، هڪ نئين طبقاتي نظام کي جنم مليو، پر فن ۽ هنر ان طرح ئي ترقي ڪندا رهيا. ڪاهوءَ جي دڙي، برهمڻ آباد، جهڪڙ، آمري، ننگر پارڪر ۽ ڀنڀور جون کوٽائيون ان تمدن جو هڪ ڊگهو سلسلو ثابت ڪن ٿيون. هر دور ۾ فن ۽ هنر کي اهميت رهي آهي — ۽ هر دور جا اهڙا بت تراشي ۽ ٻين هنرن جا نمونا مليا آهن، جو عقل حيران ٿيو وڃي. هالن جي جنڊيءَ جا پينگها ۽ کٽون اوهان ڏٺيون هونديون — هوبهو اهوئي نمونو اوهان کي اڄ کان ٽي هزار سال اڳ مليو ٿو،

شڪل نمبر ١٢



موهن جي دڙي جي هڪ حامله عورت، جا هڪ ٻار کي ٿڃ ٿي پياري رهي آهي.
(موهن جو دڙو ميوزيم نمبر D.K. 7250)



شڪل نمبر ١٣- موهن جي دڙي ۾ زالاٽي آدرش جي مورتي (موهن جو دڙو ميوزيم نمبر D.K. 9451) ھڪ

ماڻهون تصوير ۾ اهو جنڊيءَ جو ڪم اوهان کي نظر ايندو.
انهن لاءِ مسٽر بيلاسس چيو ٿي ته شطرنج جون ساريون آهن
— پر مسٽر ڪزنس چوي ٿو ته اهي پينگهي جون سرون
آهن(۱). اهي شطرنج جون ساريون هجن يا پينگهي جون
سرون، انهن مان اهو ته ثابت ٿئي ٿو اهو هنر ۽ فن سنڌ ۾
هزارها ورهيه پراڻو آهي. ننگرپارڪر جو چئن منهن وارو ٿامي
جو بت ڏسو يا ميرپورخاص ۾ هڪ ٻوڌي پوڄاريءَ جو بت
ڏسو، گوتم جا عاليشان بت ڏسو يا ٺڪاڻن مان مليل قديم
مورتيون، اهي اوهان کي بت تراشيءَ ۽ چترڪاري جا شاهڪار
نظر ايندا. ٻئي طرف عمارت جو فن ته اوترو ئي ترقي يافته
هو. اڳيان اوهان کي هڪ ٻوڌي مندر جي چونڪ جي
تصوير نظر ايندي. ان کي ڏٺي جي عمارت سازيءَ مان پيڙهي
ڏسو ته اوهان کي سنڌي عمارت سازيءَ جو اهو فن هزارها
ورهين جي پس منظر ۾ نظر اچي ويندو. اهو فنون لطيفه جو
دور دوران جيڪو هزارها ورهيه قائم رهيو، ۽ ان وچ ۾
ڪيترا ڌاريان ڪاهون ڪري آيا — يوناني، ايراني، سٿيا
وغيره پر اهو فني ماحول ختم نه ٿيو. پر جڏهن عرب فاتح
ٿي داخل ٿيا، تڏهن هنن ٺاهڻ جي بدران ڊاهڻ شروع ڪيو.
ان ۾ عربن جو ڪو ڏوهه ڪونه هو — هو ته پنهنجي ان
وقت جي تمدني سطح کان مجبور هئا ۽ ٿوري ئي عرصي
۾ سنڌ جي اهڙي حالت ٿي، جنهن جو نظارو پل ته ڪزنس
جي لفظن ۾ بيان ٿئي:

"Sind is a land of Sepulchres and dust of "holy" Shams and "holy" humbug. When the good old times under Hindu rule gave way to Mohammadan domination, the principal concern of its ruler seems to have been for the pleasures of the living and the

(1) Henry Cousins—"Antiquities"—p. 60.



شڪل نمبر ٣١- (برهمڻ آباد مان لڌل ٻنگهي جون سرون)

glorification of their dead"—Henry Cousins-Antiquities of Sind"-Page 1.

اڳتي هلي چوي ٿو ته:

The Arab destroyed but they did not build...(Page 10)

جئن آءٌ اڳئي عرض ڪري آيو آهيان، انهيءَ ۾ عربن جو هڪ قوم جي حيثيت ۾ ڪو به ڏوهه نه هو. هو هڪ نئين جذبي هيٺ اٿيا هئا — ۽ دنيا جي باهمي امن ۽ سلامتيءَ ۽ هڪ خدا جي بندگيءَ جي آدرش ڏيڻ لاءِ هنن ان کي ضروري سمجهيو. هنن اڳيان اها هڪ تاريخي ضرورت هئي — ۽ ان لاءِ تاريخ عربن کي ڪڏهن به ڏوهه نه ڏيندي. هنن جو مقصد ئي هو بت پرستي، بت تراشي ۽ اهڙن فنن کي تباهه ڪرڻ، جن مان بت پرستيءَ جي بوءِ ٿي آئي. انساني زندگيءَ جي اوسر ۾ عرب دور به لازم ملزوم ڪڙي آهي — ۽ ان کي تاريخي غلطي سڏي نه ٿو سگهجي. هنن جيڪي به طريقا اختيار ڪيا، اهي تاريخي طرح ضروري هئا: جهڙو حال تاتارين بغداد سان ڪيو، سڪندر ايرانين سان ڪيو، اهڙو ئي حال عربن ايران ۽ سنڌ سان ڪيو. پر هت رڳو اها حقيقت ظاهر ڪرڻي هئي ته فنون لطيفه کي ختم ڪرڻ ۾ عربن گهڻي ۾ گهڻي ڪوشش ڪئي — ۽ اهو هنن پنهنجي اوائلي زماني ۾ مذهبي فرض ئي سمجهيو. هر مذهبي حمله آور قوم ائين ڪيو آهي — ۽ هر مذهب ۾ ائين ٿيندو آيو آهي. هر ملڪ ۾، هر سماج ۾ مذهب فنون لطيفه جي مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. عيسائيت، هندو ازم ۽ اسلام پنهنجي پنهنجي دائري ۾ اهي ڪوششون ڪندا رهيا آهن. عربن ۾ وري به هڪ ڳالهه هئي ته ڪجهه عرصي کان پوءِ ڪم از ڪم دنيا جي هر حصي ۾ هنن علم کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌين هنن کي لکڻ، پڙهڻ جو چاهه سيکاريو، کين انگ سيکاريا، حساب سيکاريا، علم نجوم سيکاريو — ۽ هو سنڌي عالمن کي بغداد،

دمشق ۾ استادن جي حيثيت ۾ وڃي ويا، ۽ هنن کان علم ۽ فن سکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. عربن جي ذهن ۾ جيڪا سختي هئي، ان کي ۾ سنڌي تمدن ماٺو ڪيو ــ ۽ ڪيترا عرب سنڌ ۾ ئي رهي ماڻهن کي هڪ بهتر مذهب سيکارڻ لڳا، ۽ ان جي بدلي پاڻ انهن کان بهتر تمدني ڳالهيون سکڻ لڳا. انهيءَ امتزاج ئي پوءِ جي تصوف کي جنم ڏنو هو ــ جنهن ۾ سنڌي راڳ ۽ مذهب خلط ملط ٿيڻ لڳا هئا. البت ڪن ڳالهين ۾ عرب ذهن ايترو ته غلط نموني پرورش ٿيل هو، جو هتي جا ماڻهو انهن ڳالهين تي چڙڻ لڳا هئا ــ ۽ انهن ئي ڳالهين جي بنياد تي سنڌي سگهڙن ۽ شاعرن جي ذهن ۾ هڪ عرب جو تصور هڪ "بدو" جي معنيٰ ۾ رهجي ويو آهي، جنهن جي معنيٰ وٽن ڪا خاص چڱي نه آهي. هيٺين سنڌي سگهڙن جي بيتن مان انهيءَ "بدو" لفظ جي پس منظر جي چڱي ڄاڻ ملي ٿي(١). جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مرتب ڪيل مناظرن مان ڪي ٿي مثال هيٺ ڏجن ٿا،

(١) تون گهٽ آهين گونهن، تون بدو! بي آبو ڪرين.
(مناظرو ڪونري ۽ چلم جو ــ چيل چتي فقير مانگي جو. ص ١٠٤)

(٢) رکيم ماڪ 'سومري' تي، جو بدو ٿيو بي ايمان!
(مناظرو ڪڙمي ۽ ڏاند جو ــ چيل صاحب سومري جو. ص ٣٥٢)

(٣) بکيا مرون بڇڙ جا، ڪياءِ بدو! بيدادي، (مناظرو جوسب ۽ گدڙ جو ــ چيل جوسب مونډري جو. ص ٤١٧)

ڪو هڪڙو مثال هجي ها ته ان جي اهميت ايڏي نه رهي ها، پر جڏهن ته اهڙا مثال اسان جي ادب ۾ ڪافي ملن ٿا،

(١) مناظرا ــ لوڪ ادب اسڪيم (سنڌي ادبي بورڊ) ڪتاب نمبر ١٠ ص ص ٣٥٣ ۽ ٤١٧ وغيره.



شڪل نمبر ١٥- ننگرپارڪر مان لڌل چٽن سنهن وارو ٽامي جو بت

میرپورخاص مان لڌل هڪ
ٻوڌي پڄاريءَ جو بت



شڪل نمبر ١٦



شڪل نمبر ٧ — سنڌ مان لڌل ٻڌ جون مورتيون جن تي لکتون
پڻ ملن ٿيون.








شڪل نمبر ۱۸- سنڌ مان لڌل ٻڌ جون مورتيون



شڪل نمبر ٩١- سنڌ جي ٿڪاڻن مان لڌل مورتون ۽ عمارتسازيءَ
جا نمونا



شڪل نمبر ٢٠- ميرپورخاص اسٽوپا ۾ ٻڌ جي
مندر جي چوڪني

ان ڪري علم الانسان جي اصولن موجب انهن مان ماڻهن جي لاشعور ۽ ويڙهل تصور جو پتو پوي ٿو.

پر ڪابه قوم مجموعي طرح بري نه آهي. تمدنن جو امتزاج تاريخي رنجشن کي مٽائي ڇڏي ٿو — ۽ اڄ اسان جي سنڌ ۾ عربن جو هڪ لاثاني تحفو اسلام اسان وٽ موجود آهي ته ٻئي طرف سموري عربي دنيا ۾ فنون لطيفه ٺٺين طرح اسري رهيا آهن، جن جو ابتدائي اثر يقيناً سنڌي صحبت جو اثر هو. اڄ اسان تي يورپ جي علم ۽ تمدن جو گهرو اثر ٿيندو وڃي ۽ سنڌي قوميت لاءِ اهو ئي بهتر آهي ته انهن سمورين تمدني ذارائن مان بهترين چيزون هاڻ ڪٺي پنهنجي تمدن کي بهتر بنائيندو رهجي.

# باب چوڏون

## موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي(١)

انساني معاشرو هميشه پيدائشي قوتن جي بدلجڻ سبب بدلجندو رهيو آهي. اٽڪل ٣٠٠٠ ق٠م ۾ زرعي ترقيءَ مان گڏ، موهن جي دڙي جو سماج ماتا-آدرشيءَ مان پيءُ-آدرشي بنجي رهيو هو. ان دور ۾ ذاتي ملڪيت جو تصور به پيدا ٿي چڪو هو— ۽ قومي دولت طبقاتي نظام ۾ ورهائجي ويئي. پاڻهپ جو دستور به ان ئي دور ۾ پيدا ٿيو— ۽ دولت سون، ڏاس ۽ ٻانهن جي صورت ۾ چند ماڻهن ۾ گڏ ٿيڻ لڳي. ان طبقاتي نظام تنظيمي مذهب جو بنياد وڌو— ۽ انهن مان هڪ طبقي، پنڊتن ۽ پروهتن، پنهنجي دائمي تسلط قائم رکڻ لاءِ ذات پات جو نظام قائم ڪيو. اهي ذاتيون دراصل ڌنڌي جي لحاظ کان الڳئي جدا جدا هيون، ۽ هر هڪ ذات کي پنهنجو جدا جدا نشان هو، جنهن مان هنن جي ڌنڌي جي خبر پوندي هئي. اهي ذات پات جا نياتي نشان (Totems) موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي ڪيترين مهرن تي ملن ٿا. ماڇي، مهاڻا، وڳهامل، اوڏ، سنديلا ۽ ٻيا ڪيترائي سماٽ ذاتين جا نالا دراصل انهن نياتي نشانن جي ڪري پيدا ٿيا. اهي جدا جدا نيات واريون ذاتيون (Totemic Communities) پنهنجي پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول هونديون هيون. ماڇين جو نياتي نشان مڇي ۽ ڪچون هو ۽ مهاڻن جو مڇي ۽ ٻيڙي، وڳهاملن جو ڪهاڙو، سنديلن جو پکي وغيره(١)، جن مان انهن جي

(1) Asvalayana Saruta Sutra—xii, 10, 6 ff.

زندن جي ورهاست جو بنتو هوي ٿو. ۽ جڏهن اهي ذاتيون ۽ نياتيون تنظيمي مذهب جي دائري ۾ آيون، تڏهن ذاتيون محض مذهبي ذاتيون بنجي ويون — ۽ پورهيت ذاتين کي نيچ ذاتين ۾ شمار ڪيو وڃڻ لڳو. انهيءَ ٿي دور ۾ مذهبي بنيادن ۽ معاشي سببن جي ڪري ڪيترائي قبيلا سنڌ مان لڏڻ لڳا — ڪي پنجاب واري واٽ وٺي اتر هندستان ڏانهن پکڙڻ لڳا ته ڪي سرحد پار ڪري ايران ۽ ان جي آس پاس وارن ملڪن ۾ رهڻ لڳا. اهڙائي ڪي ٻيا قبيلا سمنڊ رستي اڳتي وڌيا، ۽ سمير، بابل، نينوا ۽ فونيشيا ۾ پنهنجون بيٺڪون ڄمائڻ لڳا. فونيشن يا پڻي لوڪ سڌو سنئون موهن جي دڙي واري زماني جي سنڌي ٻڻ (Scindhian Stock) مان هئا، ۽ هنن يورپي ٻولين جي آئيوينا، خود پنهنجي اصلوڪي مورتي ٻوليءَ مان پيدا ڪئي. هندستان ۾ وري ان مورتي ٻوليءَ مان برهمي رسم الخط پيدا ٿيو. ان ڳالهه تي عام ڄاڻو متفق آهن ته سمير جي مورتي ٻوليءَ جون ڪيتريون نشانيون سنڌي نشانيون آهن، جن کي سميرين محض پنهنجي نئين ٻوليءَ جا آواز ڏيئي لکڻ شروع ڪيو. لينارڊ وولي چوي ٿو ته سميرين ماڻهو اوڀر کان اچي فرات جي ڪناري تي آباد ٿيا هئا. نوح ڪريمر جي شاهدي اڳئي اسين ڏيئي آيا آهيون. هيرو ڊوٽس (Herodotus) به چوي ٿو ته فونيشين ماڻهو ايريٿرين سمنڊ (Erythereau Sea) يعني هندي سمنڊ جي ساحل کان ٻيڙين ۾ چڙهي آيا هئا. انجيل مطابق حضرت نوح جو اولاد اوڀر کان "شنار" (بئبيلان) پهتو هو. اهي اوڀر جا ماڻهو سنڌي هئا — ڇاڪاڻ ته ان دور ۾ تهذيبي طرح موهن جي دڙي جو تمدن ئي اوڀر ۾ ثابت ٿي سگهيو آهي؛ ۽ اهي سمورا قبيلا پنهنجي اصلوڪي زبان مهرن ۾ لکيتن جي صورت ۾ پاڻ سان کڻي ويا. وقت گذرڻ سان انهن ئي نشانين کي ڪتب آڻي، انهن کي نوون معنائون

۽ نوان اچار ڏيئي، نوان رسم الخط پيدا ڪيا. هنن ٻوليءَ ۾ ته نه رڳو نشانيون ساڳيون ملن ٿيون، پر خود ڪيترا لفظ هوبهو سنڌيءَ جا ملن ٿا، جيڪي موهن جي دڙي جي زماني جا آهن. چاڪاڻ ته هنن ٻولي موهن جي دڙي واري زماني کان اٽڪل ٥٠٠٠ ورهيه پوءِ جي آهي، ان ڪري اهو ته ٿي نه ٿو سگهي ته هنن لوڪن سنڌين کي اهي لفظ ڏنا هوندا. ان مان اهوئي واحد نتيجو نڪري ٿو ته هتان جا ماڻهو اهي لفظ پاڻ سان کڻي ويا، ۽ ان ڪري سندن ٻوليءَ ۾ شامل ٿيا.

تمدني طرح ڏٺو وڃي ته اتر هندستان جو ويدڪ تمدن، موهن جي دڙي جي تمدن جي ئي هڪ صورت آهي، جا هتان اوڏانهين پهتي. ويدن جي عمر ڪيتري به تصور ڪئي وڃي، پر ويدن ۾ جيڪي تمدني اهڃاڻ آهن، انهن جي بنياد تي چئجي ٿو ته اهي خصوصيتون سنڌ مان اتي پهتيون ۽ ان ئي بنياد تي ثابت ڪري سگهجي ٿو ته آرين جو ٻاهران اچڻ فقط هڪ يورپي اختراع آهي، جنهن جي پس منظر ۾ جرمن نسلي امتياز جهاتيون پائي رهيو آهي. اهو سڄو آريائي افسانو هڪ جرمن، ٻولي وگيان جي ڄاڻوءَ مئڪس ملر شروع ڪيو، جنهن سڀ کان پهرين لفظ ”آريا“ استعمال ڪيو هو. مئڪس ملر ويدڪ ساهت جو ڪجهه حصو ترجمو ڪيو، ۽ اڳي جن ٻولين کي هند-يورپي (Indo-European) ۽ هند-جرمنڪ ٻوليون سڏيو ويندو هو، تن کي هاڻي آريائي ٻوليون سڏڻ لڳا. جيتوڻيڪ سڌو سنئون مئڪس ملر ائين ڪونه چيو ته آريا ڪي خاص نسل سان لاڳاپيل هئا، پر هن جا اهي لفظ ته ”آريا اهي آهن، جيڪي آريائي ٻوليون ڳالهائين ٿا“(١)، تن مان يورپ جي نسلن ــ خاص ڪري جرمنن کي

(1) MaxMuller—"Biographies of words and the Home of the Arya"-pp. 245.

— آريا ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ جرمن ماهرن رات ڏينهن هڪ ڪري ڇڏيو. انهن آرين کي هو نٽشي (Nietzche) جي "ڀوري حيوان" (The Blonde Beast) سان تشبيهون ڏيڻ لڳا، ۽ غير-جرمن اثر وارن ملڪن ۾ ته انهن کي محض "گورا ماڻهو" (Whiteman) سان تعبير ڪرڻ لڳا.

ان دوران ۾ جرمنيءَ جا ديش-ڀڳت انهي ڀوري نسل جا نشان دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ڳولڻ لڳا، ۽ ڪي نشان ڏسي اهو نظريو عام ڪرڻ لڳا ته اهي ڀورا ماڻهو اصل ۾ اتر يورپ ۾ رهندڙ ڪنهن هڪ ئي ٻڻ مان هئا ۽ لڏي پلاڻي انهن ملڪن ۾ وڃي آباد ٿيا، ۽ ٿوري ئي وقت ۾— جيتوڻيڪ اهو نظريو حقيقتن جي بلڪل ابتڙ هو— يورپ جي ذهنن ۾ اهڙو پختو ويهي رهيو، جو باوجود ڪيترن ئي ماهرن جي چوڻ جي، اهو منجي نه سگهيو، ڇاڪاڻ ته اهو جرمن نسلي امتياز جي پاليسيءَ جو هڪ هٿيو بڻجي چڪو هو، جنهن جي بنيادن تي سموري جرمن سياست جو دارومدار هو. ١٩٤٣ع ۾ هڪ روسي ٻولي-وگيان ۽ علم الانسان جي ماهر، پروفيسر سترو ـو انهيءَ نام نهاد آريا نسل جي نازي افساني جي قلعي کولي ڇڏي، ۽ جنهن ۾ هن ايشيا ۽ ڪاڪيسس مان لڌل مواد ۽ ڪتبن کي پڙهي ثابت ڪري ڏيکاريو ته حقيقتون ان نظريي جي بلڪل ابتڙ هيون(١).

ان دوران ۾ يورپ جو سياسي ماحول نهايت بگڙجي چڪو هو— ايشيائي ۽ آفريڪي کنڊن تي سياسي تسلط، 'نيچ نسلن جي مسئلي' (Inferior races) ۽ 'گورن جي ذميداري' (Whiteman's responsiblity) جهڙا تخيل يورپي ذهن کي وڪوڙي ويا، ۽ علم جي هر شاخ کي انهيءَ تنگدليءَ ۽ تنگ نظريءَ جي ماحول کي وسيع ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو— ۽ ان ڪوشش ۾ ويچارا 'آريا' سياسي ۽ نسلي

(2) Moscow News – May 28th 1945.

ڪشمڪش جو اهڃاڻ بڻجي ويا. ڪڏهن هن کي 'نينڊرٿال
انسان' سان ئي ملايو ويو ته ڪڏهن ڪن جرمنڪ قبيلي
جي ماڻهن سان ئي ڪين ملايو ويو، جن جا مٿا وڏا، نڪ
سنهون، ۽ قد ڊگهو هوندو هو، ته ڪڏهن وري هنن کي
سانوري رنگ جي 'ڪيلٽ اوڪن' سان ئي مشابهت ڏني
ويئي، ته ڪڏهن ايشيا جي 'ڪرگان ماڻهن' جي ڪوپرين سان
تمثيل ڏني ويئي. ڪڏهن هنن کي موجوده جرمن ماڻهن
جهڙو ئي ثابت ئي ڪيو ويو ته ڪڏهن بنهه اتر يورپ جي
"هيرن ووڪ" ماڻهن سان!(١) مطلب ته جيترا هٿا چاڙهو،
اوترا هٿا نظريا. ان طرح ميڪس ملر جي آريل هڪڙي ئي
لفظ جي فتني، ايترن ته نظرين ۽ ان جي ردڪدن کي جنم
ڏنو، جو هاڻ ان تي هزارين ڪتاب لکجي چڪا آهن، پر
فيصلو نه ٿو ٿئي ته واقعي ڪو آريه نسل هو به يا نه.

انهيءَ سڄي تحريڪ جي پس منظر ۾ جرمن نسلي امتياز
جي پاليسي هئي، پر جڏهن جرمن ماهرن خود مصلحت جي
بنا تي ان افراد و نسل کي خالص جرمن سڏڻ بدران اتر يورپي
سڏڻ شروع ڪيو، تڏهن ٻين يورپي ملڪن جي ماهرن به
ان کي پنهنجو ڪرڻ ۾ ڪو اهم نه سمجهيو. جيئن اليگزينڊر موئر
چوي ٿو، اهو سمورو منگهڙت قصو جرمن ورڪشاپ ۾ تيار
ٿيو، جتان پوءِ انگلنڊ ۽ آمريڪا جي ماهرن ڪنيو. جڏهن
پئن-جرمنزم (Pan Germanism) جو فلسفو پير ڪوڙي نه
سگهيو ته وري "ناردزم" (Nordism) جو نظريو ڦهلجڻ
لڳو. انهي جو پس منظر ۽ مقصد ساڳيا هئا. هن نظريي جي
پوئلڳن مطابق اهي نارڊڪ يعني اترئين نسل جا ماڻهو وڏي
ڪوپري، ڊگهي نڪ وارا قداور مڙس هئا، جن جون اکيون
نيريون يا ڀوريون هيون. هڪ جرمن ماهر پاڊلر (Paudler)
ته وري انهن کي 'ڪرومنگنان' ماڻهن سان وڃي ملايو،

(1) Ripley – "Races of Europe".

جيڪو نسل پٿر واري زماني (Neolithic age) ۾ يورپ ۾ موجود هو. جنهن ته اهو نسل اتر يورپ کان اڳتي وڌيو هو، ۽ انهن ملڪن جا ماڻهو انهن جا ئي پونئا ڏوهٽا هئا، ۽ سندن ٻوليون به آرين هيون، ان ڪري اهي ئي ماڻهو نارڊڪ آريا هئا — ۽ انهن کان سواءِ ٻين (ايشيائي) ملڪن ۾ جيڪي ماڻهو آرين ٻوليون ڳالهائين ٿا، سي ضرور اتان ئي لڏي اوڏانهن ويا هوندا!

سويڊن جي هڪ نسلي جيو - وگياني (Race-Biologist) پروفيسر لنڊبرگ به اهڙوئي نظريو پيش ڪيو ته ڊگهي کوپريءَ ۽ سنهي نڪ وارا قداور ماڻهو نارڊڪ آريا هئا، جيڪي اتر يورپ جي ماڻهن جهڙائي هئا. مطلب ته ان طرح هڪ هٽراڊو ۽ من گهڙت ڪهاوت ويهي جوڙيائون ۽ ان ڪهاوت کي هاڻ تاريخي حيثيت ملي ويئي آهي. ايشيا جا مورخ ان ئي پس منظر ۾ هندستان جا قديم ڪتاب انهيءَ نقطهءَ نظر سان پڙهڻ لڳا. هنن لاءِ ته آرين جو اصلوڪو ماڳ جيڪڏهن سويڊن نه آهي ته ضرور جرمنيءَ ۾ هوندو؛ جرمنيءَ ۾ به نه آهي ته وچ يورپ يا لٿونيا، يا ڏکڻ رشيا ۾ هوندو. البت ڪي ماهر ان جي بلڪل ابتڙ نظريا به رکن ٿا: هنن جو مکيه نظريو اهو آهي ته جيڪڏهن آريا وچ ايشيا جا نه آهن ته ايشيا مائنر جا ضرور هوندا. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ جڏهن جرمن تنگدليءَ جو خاتمو ٿيو ته يورپ جا ماهر ٻيهر سوچڻ تي مجبور ٿيا. هيڪاري جو جرمنيءَ ۽ فرانس ۾ ڪجهه کوٽائيون ٿيون، ته هنن پنهنجي نظرين کي بنهه ته ڇڏي نه ڏنو، پر ان ۾ ترميمون ضرور آڻڻ لڳا. جرمني ۾ ”آفينٽ“ جي ڳوٺ ۾، ازيلين دور (Azlian Age - پٿر ۽ ٽامي جي دورن جي وچ وارو دور) جا ڪجهه هڏاون پڃرا مليا، جن مان ڪن جون کوپريون

ڏکيون ته ڪن جون سوڙهيون ۽ ننڍيون نظر آيون(١).
فرانس ۾ "سوليوتر" جي مقام ۾ موڪرين ڪوپراڻين جي ماڻهن
جا هڏا مليا(٢). انهن کوجنائن ناردزم واري نظريي کي
ڪاپاري ڌڪ هنيو، ۽ ڏکهي ڪوپري، سنهي نڪ وارن يورپ
انسانن جو اتر يورپ ۾ پهرين واري زماني ۾ هجڻ وارو مفروضه
رد ڪري ڇڏيو آهي. ۽ ان ۾ اها ترميم آندائون ته ناردڪ
انسانن کي پنهنجي قسمن جون، موڪريون ته ڊگهيون،
ڪوپريون هونديون هيون(٣) ۽ شايد اهي ٻن جدا نسلن جي
انسانن جي لڳ مان پيدا ٿيا هئا!(٤) ۽ ان کي وري هڪڙاد
نالو ڏنائون پروٽو- ناردڪ نسل!

اسين اڳتي چئي آيا آهيون ته پنهنجي انهن نظرين
کي علمي ۽ تاريخي ملمع چاڙهڻ لاءِ هنن سنسڪرت مخطوطن
کي به پنهنجي نقطهءِ نظر سان ٿي پڙهيو ۽ پنهنجون معنائون
ٿي ڏنيون. اسان جي بزرگ پيرومل مهرچند، ٻال گنگادر
تلڪ جي ڪتاب جي بنياد تي انهيءَ ئي معنيٰ کي قبول ڪيو
آهي، پر خود ڪن يورپي ماهرن ان نظريي جا بخيا ادوڙي
ڇڏيا آهن.

زمر (Zimmer) چوي ٿو ته ويدن ۾ اهڙو ڪوبه
اهڃاڻ ڪونه ٿو ملي، جنهن مان چئي سگهجي ته آرين جا
ابا ڏاڏا ڪي ڪنهن ٿڌي ملڪ (اتريورپ يا سائبيريا وغيره)
جا رهاڪو هئا. سڀ کان اتريون علائقو، جنهن جي آرين
کي خبر هئي، سو هو ڪشمير- ڪشير- جنهن جو اشارو "اتر
ڪورو" مان ملي ٿو. ان کان سواءِ، ويدن مان جيڪا آرين
جي ابن ڏاڏن جي پوشاڪ معلوم ٿئي ٿي، ان پوشاڪ سان

(1) Encyclopaedia Birttanica Vol. 12 pp. 263–64
(2) Keith—"Antiquity of Man" p. 139
(3) Gordon Child—"The Aryans" pp. 183–188
(4) Dixon—"Racial History of Mankind" pp. 33–34

ڪنهن ٽڏي ملڪ ۾ رهڻ ناممڪن آهي. هي هڪ اهڙو تمدني نڪتو آهي، جو انهيءَ سموري نظريي جي رد لاءِ ڪافي آهي.

يورپي ماهرن اصل آرين کي ڀوري يا گوري رنگ جو پيش ڪيو آهي. ويدن ۾ ان جي بلڪل ابتڙ شاهديون ڏيون ملن. يجر ويد ۾ "رودر ديوتا" کي سونهري رنگ جو سڏيو ويو آهي. انهن آرين جي سونهن ۽ رنگ جو معيار ڀورو يا اڇو نه هو، پر سونهري ۽ سانورو هو. هنن کي ڀورن وارن وارا (Blondes) پسند نه هئا، پر ڪارن وارن وارا سندن معيار مطابق هئا. "بوڌاين" جي سروتيءَ ۾ (ڌرم سوتر-١-١، ٣ ۽ ٥) هي جملو ڏيان جوڳو آهي: "جيسين سندس وار ڪارا آهن، تيسين ڀل ته پليدان جي اگني دکائيندو رهي." اهو ساڳيو جملو "ساور" پنهنجي "جيمني ڀاشيه" (١-٣-٣) ۾ به دهرايو آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته اصلوڪن ويدڪ ماڻهن جي وارن جو رنگ ڪارو هوندو هو. اٿر ويد ۾ وارن جو ويڙهو ٿاهڻ ۽ وارن وڌائڻ تي هڪ پورو باب آهي. ان ۾ هڪ هنڌ هيءَ پرارٿنا آهي ته "شل تنهنجي مٿي تي ڪارا ڪيس سرن وانگر اسرڻ شروع ٿين" (اٿر ويد - ڀاڱو ڇهون ١٣٧-٢-٣). انهن حوالن مان اسان کي سڌو سنئون پتو پوي ٿو ته ويدڪ ماڻهن ۽ سندن ديوتائن (جيڪي دراصل سندن قديم ابا ڏاڏا هئا، ۽ انهن کي محض ڌرمي طرح ديوتا سڏيو ويو آهي) جا وار ڪارا هئا، ۽ ڪارن وارن کي ئي پسند ڪيو ويندو هو. ان ڪري نارڊڪ آرين جي ڀورن وارن وارو مفروضو قطعي غلط آهي. اها ته ٿي ويدن جي اندروني شاهدي. هاڻ اچو ته ويدن کان ٻاهر علم الانسان جي شاهدي ڏسون. ترڪستان ۾ "پمپيلي" جي کوٽائين مان(١) اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته عيسوي سن

(1) Pumpelly's Explorations in Turkistan (Carnegie Publication No. 78).

ڪان اٽڪل ٻه هزار ورهيه اڳ وچ ايشيا جي ”اناو“(Anau) واري علائقي ۾ ڪو ڀونچ سمنڊ وارو يا ڀونوچولو (Mediterranean) نسل آباد هو. ”وان آئيڪسٽيڊٽ“ (Van Eikstedt) جي چوڻ موجب آخري برفاني دور (Glacial Period) کان وٺي ايران جي ڏکڻ پاسي هماليه جبلن تائين ڀونوچولو نسل آباد هو. ٻئي پاسي رپلي (Ripley) ته ڪافي وقت ٿيو اهو نظريو پيش ڪيو هو ۽ انهيءَ بناءَ تي موجوده هندستان جي ماڻهن کي ٻه ڀونوچولي نسل جو سڏيو آئس. ”سرگي“ (Sergi) پنهنجي ڪتاب ”يورپ ان ايشيا“ (Europe in Asia) ۾ هندستانين کي ميڊيٽرينين يعني ڀونوچولو نسل سڏيو آهي. خود موهن جي دڙي ۽ هڙاپا ۾ مارشل ۽ مئڪي کي ڀونوچولي نسل جا هڏا ۽ کوپريون مليون.

پوءِ ان ساري مواد جي بنياد تي ائين چوڻ ته ويدڪ ماڻهو ٻه انهيءَ ميڊيٽرينين نسل جي ايرندي شاخ مان هئا؟ انهن ڳالهين مان ايترو ته پڪيءَ طرح چئي سگهجي ٿو ته هندستان جا ماڻهو يا ويدڪ دور جا هندستاني ڪهڙي به نسل جا هجن، پر اهو مفروضو ته يقيناً غلط آهي ته ڪو يورپي، يا ٻاهريون نسل لڏي هندستان پهتو. تمدن ۽ ٻولين جي هڪجهڙائيءَ جي شاهدي به بلڪل ابتڙ آهي. ڪنهن به ٻن ملڪن جي ٻوليءَ ۾ هڪجهڙائيءَ کي ڏسي ائين چوڻ ته انهن ٻنهي ملڪن جي ماڻهن جو نسل به ساڳيو هوندو، بلڪل غلط آهي(١). ان ڪري هڪ ئي هند يورپي ٻوليءَ هجڻ جي بنياد تي به آريه نسل جو مفروضو قائم ڪرڻ صحيح نه آهي.

هاڻ اچو ته خود ”آريا“ لفظ کي ويدڪ دور ۾

(1) Gordon Child—"The Aryans" pp. 84-85

ڏسون ته ان جي معنيٰ ڪا نسلي معنيٰ ڏيکاري ٿي يا نه. ويدن ۾ لفظ "آريا" فقط 'تهذيب يافته'، 'سڪر ۽ چڱي ماڻهو' جي معنيٰ ۾ آيو آهي. ان ۾ نسلي مفهوم هرگز ڪونه ٿو ملي. ويدڪ انڊيڪس (فهرست) بڻائڻ وارا مصنف ته اهو ٿا چون ته "آريا" لفظ جي اصل معنيٰ آهي "هاري"-- يا کيتي ڪندڙ.(١) آءٌ اڳي اهو نظريو پيش ڪري آيو آهيان ته اسان جي "هاري" لفظ جو ڌاتو آهي هر ← ار ← معنيٰ کيڙڻ. اهو "ار" ڌاتو اڄ به اسان وٽ سنڌيءَ ۾ "آري" لفظ ۾ موجود آهي، جنهن کي شاهه لطيف "سڪر" يا ڪنهن چڱي مڙس جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي. ان جي معنيٰ ته قديم زماني ۾، کيتي ڪندڙن کي جئن ته سڪر ماڻهو سمجهيو ويندو هو، ان ڪري کين سڏيندا ئي هئا "آري"، جو وقت گذرڻ سان 'ا'، 'ه'، ۾ مٽجي هاري ٿيو آهي. اسان وٽ اڄا تائين هڪ تمدني چوڻي آهي-- "اتم کيتي، وچندڙ واپار..." کيتي کي اتم سمجهڻ سان کيتي ڪندڙ کي به عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو، ۽ اهو لفظ "آري" يا "آريو"، "سڪر" ماڻهوءَ جي معنيٰ ۾ اسان وٽ قديم زماني ۾ موجود هو، جئن آءٌ اڳي عرض ڪري آيو آهيان، ويدڪ دور جي اتر هندستان ۾ سنڌي قبيلا قديم زماني ۾ پهتا هئا، ۽ هنن وٽ "آريو" ۽ "آري" لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا هئا-- ۽ ويدن جي زماني ۾ اهو لفظ "آريو" صرف هارين کان بدلجي ڌرمي ذاتين جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو، ۽ ويدڪ دور ۾ جي ٽن ذاتين-- برهمڻ، کتري ۽ ويش-- لاءِ ڪتب اچڻ لڳو. آءٌ ويدڪ دور ان ڪري ٿو چوان ڇاڪاڻ ته ان دور کان اڳ اها ذات پات جي ڇوت ڇات نه هئي، ۽ محض ڌنڌن جي بنياد تي ڪٽنب ٺهيل هئا. ان ڪري خود

---

(1) Keith and Macdonnel—"Vedic Index" Vol. I pp. 64–66

اهي ماڻهو جيڪي پوئين دور ۾ شودر سڏجڻ لڳا، تن کي
ٻه آري ۽ آريو سڏيو ويندو هو، ڇاڪاڻ ته ڪيتي ته اهي
ٻه ڪندا هئا. جيڪڏهن ائين نه هجي ها، يعني ان ۾ ڪا
ذات پات جي معنيٰ هجي ها، ته هندورشي ڪڏهن به شودرن
سان لفظ آريو نه ڳنڍين ها. خود اوائلي ويدڪ حوالن ۾
سودراريو = سودر + آريو مرڪب لفظ استعمال ٿيو آهي-
ستپٿ براهمڻ (پاٺ تيرهون-٢، ٩، ٨) ۽ واجسنيه سمهيت
(پاٺ ٽيويهون-٣) مان اهو اهڃاڻ بلڪل واضح طور ملي
ٿو. خود پوئين دور ۾ به "آريو" انفرادي طرح سگهڙ ۽
بااخلاق ماڻهوءَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو رهيو، ۽ نه ڪنهن
نسل جي معنيٰ ۾. رامائڻ ۾ راڪشس اندرجيت پنهنجي چاچي
ببيشڻ کي دغابازي ڪرڻ لاءِ اڻ-آريو سڏي ٿو: جنهن
جي معنيٰ ته راڪشش، جيڪي بدروح سمجهيا ٿي ويا، انهن
کي به آريو سمجهيو ويندو هو، پر ڪنهن گندي ڪم ڪرڻ
جي ڪري هنن کي ان عزت واري خطاب ڏيڻ بدران، اڻ-
آريو سڏيو ٿي ويو. مهاڀارت مان به ساڳيو اهڃاڻ ملي ٿو:
۽ ان ۾ ڪورو راجا دريودن، "سنڌو" راجا جي وينتي نه
مڃڻ تي پڇتائي، پنهنجي پاڻ کي اڻ آريو ٿو سڏي. انهيءَ
ساڳئي مهاڀارت ۾ پانڊون جي راڻي دروپدي چوي ٿي ته
ڪن نيچ اڻ-آرين يڌشٽر کي جوا کيڏڻ تي اڀاريو هو.
گيتا ۾ (پاٺ ٻيو-اشلوڪ-٢) شري ڪرشن ارجن کي
اڻ-آرين وانگر هلڻ کان منع ٿو ڪري. ٻوڌ ين پنهنجي ڌرم
کي سڏيو ٿي "آريه ڌرم". گوتم پنهنجي قولن کي سڏيو
آهي- "آريه-ستيه" يعني "آريه-سچ". ان سچي اپٽار مان
اهو ظاهر ٿيندو ته 'آريا' لفظ ڪنهن نسلي معنيٰ ۾ نه، پر
محض تمدني ۽ تهذيبي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. ان ڪري
ويدڪ آرين کي هڪ الڳ ٻاهران آيل نسل سڏڻ بلڪل
غلط آهي.

هاڻ سوال آهي تہ جيڪڏهن آريا ٻاهران نہ آيا تہ ويدن ۾ ذڪر ڪيل قبيلا ڪير هئا؟ ان جو سڌو سنئون جواب اهو آهي تہ اهي ويدن جا مصنف ۽ اهي قبيلا اصل هندستان جا ئي رهاڪو هئا. تمدني بنيادن تي اهو پڪيءَ طرح چئي سگهجي ٿو تہ انهن ۾ مکيہ قبيلا موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي سنڌي تهذيب واري دور ۾ سنڌ مان لڏي اوڏانهن پهتا. پنهنجي آبائي وطن سنڌ کي وسارڻ جي بدران هنن سنڌ ۽ سنڌوءَ جي ساراهہ ۾ ڪتاب ڪارا ڪرڻ شروع ڪيا. ساڳئي وقت پنهنجي اصلوڪي مادري زبان سنڌيءَ کي -- جا ظاهر آهي تہ سندن لڏڻ واري دور ۾ ايتري پختي نہ هئي -- پنهنجي نئين علائقي، اتر هندستان جي مقامي ٻولين سان گڏي، هڪ نئين زبان کي جنم ڏنو، جنهن جو نالو رکيائون سنسڪرت يعني سڌريل زبان. موهن جي دڙي وارو رسم‌الخط هنن مان چند ماڻهو ڄاڻندا هئا، ۽ پنهنجي نئين ٻولي پيدا ڪرڻ سان گڏ، نئين لپي ”برهمي“ بہ وجود ۾ آندائون. ان جي لاءِ پڪا پختا ثبوت آهن. علم ڪيميا وانگر لکڻ جو علم بہ ديوتائن جو پراسرار علم سمجهيو ويندو هو - ۽ اهي لکيل پڙهيل پنڊت ۽ پروهت ان کي عام ڪرڻ جي بدران لڪائيندا وتندا هئا. تازو جيڪي کوجنائون ٿيون آهن انهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هو موهن جي دڙي جي ٻوليءَ جون اصلي نشانيون - ۽ انهن جا برهمي اچار سامهون لکي پنهنجي مٿن ۽ مڙهين ۾ لڪائي ڇڏيندا هئا. ڪن سنڌي نشانين جون پڇڙيون هو رڳو پنهنجي اولاد کي ڏيئي مري ويندا هئا، ۽ چاڪاڻ تہ اهو لکڻ پڙهڻ ئي سندن ڌنڌو بنجي ويو هو، ان ڪري سندن پويان بہ انهيءَ علم کي حتي‌الامڪان لڪائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. پر ڪيترا اهڙا بہ هئا، جن ان نئين لپيءَ ۽ پراڻي لپيءَ کي گڏي لکيو هو - ۽ ان مان ڪجهہ مواد هاڻ هٿ ڪيو ويو آهي، جنهن کي ”تنتر“

ويٺي ڪئي ماري مغز ڪافي تي تنترن انهن .ٿو وڃي سڏيو
رڪارڊ اهو جو نشانين جي دڙي جي موهن جڏهن .آهي
ڪي ٻوليءَ جي دڙي جي موهن ماهرن کان تڏهن ,مليو
ناڪام جي ڪوشش سندن .ڪئي ڪوشش جي ڪرڻ حل
سگهي پئجي نه خبر اها کي هنن ته هڪ .هئا سبب ٻن جا ٿيڻ
.کان ساڄي يا ٿين ٿيون شروع کان ڪاٻي لکڻيون اهي ته
پراڻي مان ان ،ڏيئي پڙهڻي برهمي کي نشانين انهن ته ٻيو
سنسڪرت ته چاڪاڻ ۽ —ويٺي ڪئي ڪوشش جي ڳاهڻ سنسڪرت
اهي ڪري ان ،ٿئي ڦيرو گهڻو گهڻو کان دڙي جي موهن
چڪاس جي انهن ته ٻيو ۽ ;ٿيا ثابت بيمعنيٰ لفظ گهڙيل
ٿي نه لفظ سان بدل رد ٿوري نشانيون ساڳيون سان ڪرڻ
ڪوششون جيڪي ٻين ۽ سوامي ٻه هوندي ان ،سگهيون ڳاهي
هڪ فقط کي هنن .هيون تي راهه صحيح ڪجهه سي ،ڪيون
ملڪ سنڌ لکڻيون هي ته هو گهربو رکڻ خيال جو ,ڳالهه
چاڪاڻ ڇو ?آهي سنڌي ٻولي لکيل تي انهن متان ،آهن جون
خيال وارو هيمچندر ۽ مارڪنڊيه ته ۾ ذهن جي هنن ته
کي جنهن ۽ ،آهي نڪتي مان اپڀرنش سنڌي ته هو ويٺل
تائين ڏهيل ۾ صديءَ يارهين يا ڏهين عالم ڏيهي ٻوڙي يورپي
اها ?آئي ڪٿان تي مهرن جي دڙي جي موهن سو ،سمجهن
پاڻي تي ڪوشش سندن جنهن ،غلطي بنيادي سندن هئي
نشانيون چند اهي آءٌ ۾ شڪل ساموهون .ڇڏيو ڦيري
ساڳيون ۾ تنترن ۽ دڙي جي موهن جيڪي ٿو ڏيان
نشانيون جون ٻوليءَ تصويري مصري ساموهون جي انهن .آهن
پٽ ٻه اها جي نشانين مصري .ٿيون ڏجن لاءِ پٽ ٻه
.آهي نه خالي کان دلچسپيءَ

،آهن ويا ڏنا ملهه سنسڪرت جيڪي ۾ فهرست ان
۾ تنترن مختلف ته چاڪاڻ ،آهن نه صحيح طرح قطعي سي
آهي مقصد ٻڌائڻ اهو محض هت .آهن ويا ڏنا ملهه مختلف

ته موهن جي دڙي جي ٻولي ٻنگال جي مٿن ۽ مڙهين تائين ٻڌڻ ۾ ايندي، ۽ هزارين ورهيه پنڊتن ۽ پروهتن جي سينن ۾ محفوظ رهي. تنترن جو اهو چڱو چوکو رڪارڊ سرجان ووڊ روف (Sir John Woodroffe) ايڊٽ ڪري، ليوزاڪ ڪمپني لنڊن مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هڪ تنتر لغت، ڊاڪٽر پي. سي. باگچيءَ، نيپال دربار لئبرريءَ مان هٿ ڪري، "ايڪشر ساموليپ" جي نالي سان ڇپائي پڌري ڪئي آهي. اهو سمورو تنتر رڪارڊ لغتن ۽ ڪوشن جي نموني تي آهي. ان مواد کي ڪڍ ڪري، صاف ڪري، صحيح نتيجا ڪڍڻ ۾ ماهر لڳا پيا آهن ۽ اميد آهي ته جلدئي ڪو ڪارائتو نتيجو ڪڍندا.

مٿين شاهديءَ مان اهو ثابت ٿيو ته موهن جي دڙي جي ٻولي اتر ۽ اوڀر هندستان، بهار ۽ ٻنگال تائين پهتي. ان جي پهچڻ جا فقط ٻه ذريعا ٿي سگهن ٿا: يا ته ڪي ماڻهو سنڌ مان اوڏانهن پهتا، يا اتان جا ڪي ماڻهو سنڌ ۾ پهتا. جيڪڏهن اتان ڪي ماڻهو سنڌ ۾ آيا، ته اهي ماڻهو ڪهڙي ڪلچر سان لاڳاپيل هئا؟ جيئن ته ان پاسي موهن جي دڙي جهڙي ڪا به تهذيب ثابت نه ٿي آهي، ۽ سنڌ ۾ موهن جي دڙي جي تهذيب موجود آهي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته هتان ئي اها ٻولي اوڏانهن ويئي. پيو ته ويدن ۾ سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن ۽ سنڌو دريا جي واکاڻ جا ڪيئي باب جو ملن ٿا، ۽ ويدن جا مصنف سنڌ کي پنهنجو اصلوڪو وطن سڏين ٿا -- سا شاهدي ڏيکاري ٿي ته اهي ماڻهو سنڌ مان لڏي اتر هندستان پهتا هئا. پيون به ڪيتريون ئي تمدني شاهديون ملن ٿيون، جن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ويدڪ لوڪ تمدني طرح موهن جي دڙي جي ماڻهن جي ئي مان هئا. انهن جو سڀ کان وڏو تمدني ثبوت آهي

ويدڪ ڌرمي رواج. موهن جي دڙي جي مهرن ۾ سواسيتڪا
جي نشاني عام ملي ٿي، جا ويدڪ ڌرم
۔ ڪٽيش پوڄا ـــ جي خاص نشاني بنجي
چڪي هئي. هڪ مهر ته اهڙي ملي آهي،
جنهن کي مارشل ۾ مڪي ٻئي اتفاق راءِ



سان شو جو خاڪو سڏين ٿا. مارشل ان راءِ جو آهي ته
ويدڪ ڌرم جي شڪتي پوڄا موهن جي دڙي جي شڪتي
پوڄا جي پڻ نير آهي. ازانسواءِ ماڻهن کي دفنائڻ جي سلسلي
۾ اهو ته چڱيءَ طرح ثابت ٿي چڪو آهي ته موهن جي
دڙي ۾ مُردن کي ٽن طريقن سان نيڪال ڪيو ويندو هو.
پهريون ۾ قديم ترين ته هو مُردي کي پورڻ. ٻيو هو مردا
جهنگلي جانورن جي کائڻ لاءِ اڇلي ڇڏڻ، جنهن کان پوءِ
بچيل هڏا پوريا ويندا هئا، ۽ ٽيون طريقو هو مڪمل طرح
جلائڻ(١). اهو ٽيون طريقو گهٽي ۾ گهٽ استعمال ٿيل آهي،
جاڪاڻ ته ڪيترائي اهڙا ٺپا ۽ دڪيون مليون آهن، جن ۾
مردن جي رک ملي ٿي. هاڻ جڏهن ويدن جي ساهت کي
ٿو ڏسجي ته ويدڪ ماڻهن ۾ به اهي ٽيئي طريقا مردن نيڪال
ڪرڻ جا ملن ٿا. رگ ويد (ڀاڱ ڏهون ١٨-١٠ × ١٣) ۾ هڪ
مردي لاءِ هيٺيون اشلوڪ ملي ٿو: ”اي ڌرتي، تون هن
کي ڀاڻ ۾ اهڙيءَ طرح ويڙهي ڇڏ، جئن ڪا ماءُ پنهنجي
ٻار کي چولي ۾ ويڙهي ويهندي آهي......... اي تنهنجي
چوڌاري مٽي پيو ساڌاريان ــ شل ان جا پتر تنهنجي بدن کي
نه لڳن...!“ هن مان ظاهر ٿئي ٿو ته منجهن مردن کي
سڄي جو سڄو پورڻ جو رواج موجود هو. ساڳئي رگ ويد
۾ ٻئي، جلائڻ جي ثابتي به ملي ٿي. هڪ هنڌ مردن لاءِ

(1) Marshall—Mohenjo Daro and Indus civilization Vol. I. pp. 79-81-89

هڪ اشلوڪ هيئن ٿو چوي: ”اي اگني، هن کي ٻنهي ڄاڃي نه ڇڏ، هن کي ٻنهي ساڙ نه، ۽ نه کي هن جي سنڌن، چمڙيءَ ۽ لڱن کي الڳ الڳ ڪج!“ (رگ ويد - ٻاڪ ڏهون، منڊل سورهون - ١). اهڙا ڪيترائي حوالا رگ ويد ۾ توڙي اٿر ويد ۾ ملن ٿا، جنهن مان اهو پڪيءَ طرح ثابت ٿئي ٿو ته ويدڪ دور ۾ مردن جي نيڪال جا اهي ساڳيا رواج موجود هئا، جهڙا موهن جي دڙي جي تهذيب مان ثابت ٿين ٿا. ظاهر آهي ته اهي رواج هتان جا ماڻهو اوڏانهن کڻي ويا، ۽ اتي وڃي اهي رائج ڪيائون. موهن جي دڙي جون اهي ڌرمي ۽ تمدني ڳالهيون چٽيءَ طرح اهو ثابت ڪن ٿيون ته جنهن کي هاڻ آريا نسل چيو وڃي ٿو، سو دراصل ڪو ڌاريو نسل نه هو، پر سنڌ جا کي قبيلا لڏي ڀلائي اتر هندستان واري سموري علائقي ۾ ڦهلجي، آباد ٿيا هئا. ويدڪ دور موهن جي دڙي جي تهذيب جي سلسلي جي هڪ ڪڙي هو، ۽ جڏهن ان ويدڪ دور جي ماڻهن مذهب، ٻولي، سماجي ۽ سياسي حالتن ۾ هڪ يڪرنگي ۽ هم آهنگي حاصل ڪئي، تڏهن هنن ۾ هڪ وحدت قائم ٿي ويئي هئي. ان وحدت هڪ نئين هندستان - آريه ورت، ۽ ڀارت ورش کي جنم ڏنو هو. اهو سماجي، سياسي ۽ تمدني ايڪو اٽڪل ٻه هزار ورهيه قائم رهيو. ان ۾ وچ وچ ۾، وري ٻه خانه جنگي، ذات پات جي لڙاين جي ڪري خودمختار حڪومتون ۽ رياستون پنجنديون رهيون، پر تمدني طرح ان ۾ هڪ يگانگت قائم رهندي آئي. جڏهن ٻڌ ڌرم زور ورتو، تڏهن به اها وحدت هڪ نئين شڪل ۾ بنگال کان سنڌ تائين قائم رهي - ۽ ان سڄي دور ۾ سنسڪرت ٻوليءَ تي اثرانداز ٿيندي رهي، ۽ جيڪي تمدني يا سياسي الفاظ خالص ويدڪ لهجي جا اسان جي ٻوليءَ ۾ نظر اچن ٿا، سي انهيءَ ڏکي دور جا آهن. اُهو وري به ڄاڻائڻ ضروري

آهي ته انهن نون لفظن مان ڪيترائي اهڙا لفظ هئا، جيڪي سنڌيءَ جا اصلوڪا لفظ هئا، ۽ نئين صورت ۾ رائج ٿيا ـ ۽ هاڻ اسان وٽ انهن لفظن جون ٻئي صورتون موجود آهن. ان طرح ٻولي وڌندي ويجهندي شاهوڪار ٿيندي رهي ـ ۽ ان جي اهائي پختي صورت اسان کي عربن جي ڪاهه وقت ملي ٿي. پيٽ، ڏيلي، چنا، ڪاڪا وغيره خالص سنڌي لفظ چچنامي ۾ ڏنل آهن، سي اصلوڪا سنڌي لفظ آهن. "چنا" لفظ اسان کي موهن جي دڙي ۾ به ملي ٿو، جنهن اڳئين باب مان اوهان کي خبر پوندي. ڏاهر جي زماني ۾ سنڌ ۾ سنڌي ڳالهائي لکي ۽ پڙهي ويندي هئي. اها ڏاهر جي زماني واري ٻولي، ڪجهه عربي فارسي لفظن مان شاهوڪار ٿي، اڄ به اسان



وٽ موجود آهي. هاڻ اچو تہ خود موهن جي دڙي جي ٻوليءَ کي جاچيون(١).

(١) سنڌي قبيلا، جيڪا، واٽ وٺي ويا، انهن جي سڌ ٻہ ٻئجي وجہ تسي. ڪئمبل پور پنجاب ۾ دريا جي پراڻي ڪناري جي ڇپن تي موهن جي دڙي جي تصويرن ۽ ٻوليءَ جا ڪيترائي اهڃاڻ ملن ٿا، جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ انهن هنڌن تي اهي قبيلا ڪجهہ وقت رهيا هئا. ڪئمبل پور جي ڇپن تي ڏنل خاڪن جو نمونو صفحہ ١١٧ تي فٽ نوٽ طور ڏنل آهي. هي خاڪو موهن جي دڙي جو آهي. ۽ ڪئمبل پور ۾ هوبهو ان قسم جا خاڪا مليا آهن. ان ڳالهہ جو تفصيلي ذڪر حوالن سوڌو، صفحي ٢٦ تي آيل آهي.

# باب پنجون

## موهن جي دڙي جي ٻولي—(٢)

هن باب شروع ڪرڻ کان اڳ هڪ ڳالهه ڌيان ڇڪائڻ مناسب سمجهان ٿو ته اسان جي ڪن عالمن محض تنگدليءَ جي ڪري موهن جي دڙي جو نالو مٽائي ”موئن جو دڙو“ لکڻ ۽ چوڻ شروع ڪيو آهي. سندن استدلال اهو آهي ته تاريخي طرح ”موهن“ نالي ڪوبه راجا سنڌ جي تاريخ ۾ نه گذريو آهي، ۽ ٻيو ته ان دڙي کي اهو نالو هندن جو ڏنل آهي، ان ڪري اهو نالو مٽائي ”موئن جو دڙو“ رکڻ گهرجي، جنهن مان اها معنيٰ نڪرندي ته اهو مثل ماڻهن جو دڙو آهي. اهڙي قسم جي هلڪڙي مذهبي تنگدليءَ جي بنياد تي سنڌ جي تاريخ مان اهڙا ويل وهائڻ ڪا نئين ڳالهه نه آهي: هندن ان تاريخ کي هندو بنائڻ شروع ڪيو، ۽ مسلمانن ان کي اسلام قبولايو. موهن جي دڙي ۾ ته هروڀرو هندو نالو ”موهن“ ڳولڻ جي تڪليف ورتي ويئي آهي. ان لفظ ”موهن“ جو هندو نالي ’موهن‘ سان ڪو ٻري جو به واسطو ڪونهي. هي نالو اصل ۾ هڪ قبيلي جو نالو آهي— ۽ ان دڙي جو اصل نالو هو ”مُهن جو دڙو“، جو وقت گذرڻ سان، اچار ۾ وڌي، واڌ کائي مُهن ← موُهن ← موهن بنيو آهي. مُهن هڪ قبيلي جو نالو هو، جو مڇيءَ تي گذران ڪندو هو، ۽ ٻيڙين ذريعي وڏي توڙي ننڍي پيماني تي مڇي ماري، پنهنجو گذر ڪندو هو. موهن جي دڙي ۾ جتي ڪٿي انهن جي نياتي نشاني (Totem)

سالن کان اچ تائين سنڌ ملي ٿي. اهو ٿي قبيلو هزارين سالن کان اچ تائين سنڌ ۾ رهندو اچي. ان ساڳئي قبيلي کي شاهه "مـهاڻن" جو قبيلو سڏيو آهي. ان قبيلي جون شاخون يا ذاتيون "مي"، "مهاڻا" وغيره اوهان کي سنڌ ۾ اجا تائين ملندا. اچ تائين ٺٽي، ماڇر، دادو وغيره طرف ويٺل غريب مهاڻن جي ڪن ذاتين وٽ، اوهان کي اها نياتي نشاني ذڪر جي ٿانون، ۽ ويندي پيڙين جي پاسن تي کوٽيل ۽ اڪريل ملندي.

موهن جي دڙي جو تمدن ان قبيلي جي ناليي پويان اسان وٽ ڪنهن طرح مشهور ٿي ويو آهي. ان ڪري ٿيي اسان جي آڳاٽين ڪتابن ۾ ان کي مـهن جو دڙو سڏيو ويو آهي، جئن مرزا قليچ بيگ جي ڪتابن ۾ ملي ٿو — ۽ اچ به ان ناالي سان ذوڪري ۽ ان جي آس پاس جا ساڻهو ان دڙي کي سڏين ٿا. ان 'مـهن' جو هندو نالي موهن سان ڪوبه واسطو نه آهي. ان جي باوجود، جيڪي صاحب محض تنگدليء جي ڪري موهن کي 'موئن' بنائڻ تـي سندرو ٻڌي چڪا آهن، انهن کي پيو نه ته به ايترو ته ضرور سوچڻ گهرجي ته پراڻين تهذيبن جا جيڪي به دفن ٿيل شهر سنڌ ۾ ملن ٿا، سي سمورا هڪ طرح ان مئلن جا ۽ موئن جا دڙا آهن — پوء انهن سمورن دڙن کي، ڪاهوء جي دڙي، آمريء جي دڙي بدران موئن جو دڙو نمبر ٻهريون، موئن جو دڙو نمبر ٽيو سڏڻو پوندو!

ان کان پوء اهو اعتراف ڪرڻو اٿم ته موهن جي دڙي جي ٻوليء کي حل ڪرڻ جي علمي لياقت ڪنهن ڊگريء جي صورت ۾ مون وٽ بنهه ڪانهي. مون محض هڪ طالبعلم جي حيثيت ۾، ٻولين — ۽ خاص ڪري ڪهنين ۽ قديم ٻولين جو مطالعو ٿئي ڪيو آهي، ۽ انهن مطالعن کان هي اهڃاڻ وڏيڪ دل لڳائيندڙ محسوس ڪيو اٿم. ڪجهه ته علمي ونڊر، ۽ ڪجهه موهن جي دڙي جي پراسراريت مون کي ان ۾ گرفتار ڪيو، پر ان گرفتاريء اهڙي محويت جي صورت

اختيار ڪئي، جو پنجن سالن جو ڊگھو عرصو ان جي نذر ڪرڻو پيو. هت جيڪي نتيجا بيان ڪندس، تن لاءِ مون کي ڪا خوش فهمي نه آهي. آءٌ اها ڳالهه ويري ورجائڻ گهران ٿو ته ان لاءِ مون کي ڪا خوش فهمي نه آهي: ممڪن آهي ته منهنجي هيءَ ڪوشش بنهه غلط هجي، پر ساڳئي وقت اهو امڪان به آهي ته آءٌ صحيح راهه تي آهيان. پر ايترو يقين اٿم ته منهنجيءَ هيءَ ڪوشش ڪيترن عالمن کي چرڪائيندي، ۽ سوچڻ تي مجبور ڪندي. جيڪڏهن ائين ٿيو ته آءٌ ائين سمجهندس ته منهنجي ڪوشش بارياب ٿي. جن ته ان ٻوليءَ جي نشانين جا جيڪي مليا، مون وٽ ڪيا آهن، سي ڪنهن ڦيرگهير ۽ تبديليءَ کان سواءِ هر هنڌ اڪثر ۽ گهڻي ڀاڱي ڪن سمجهه، ۽ اچڻ جهڙن لفظن کي جنم ڏين ٿا، ۽ ٻوليءَ جي صورت به اڻ گهڙيل ۽ ڪچي (Crude) نظر اچي ٿي، ان ڪري شڪ گاڏڙ اميد ٿئي ٿي ته آءٌ صحيح آهيان. پيو ته اهي سمورا مليا، موجود علم جي بنياد ۽ دليلن سان ڏنا اٿم، ان ڪري جيڪڏهن نتيجا بلڪل صحيح به نه آهن، تڏهن به هن موضوع تي آئيندي جي لکندڙن لاءِ چڱو مواد سهيڙيو اٿم. بهرحال آءٌ پنهنجي محنت جو نتيجو ماهرن اڳيان ان اميد سان پيش ڪريان ٿو ته هي منهنجي پيار جو پورهيو آهي: جيڪڏهن ان جو نتيجو بنهه غلط آهي ته ان کي هڪ طالبعلم جي ڪوشش سمجهي درگذر ڪن. ٻي ڳالهه جا هتي آءٌ گوش گذار ڪرڻ گهران ٿو، سا هيءَ ته هي اهڙو ڪم آهي، جنهن لاءِ پين ملڪن جا عجائب خانا ۽ ڪتبخانا لاڳاپيل مواد سان ڏٽيا پيا آهن ــــ اسان جي ملڪ ۾ ان جي ڪا هٽي به موجود نه آهي. خود موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان لڌل انمول شيون برٽش ميوزيم، لوور ۽ پين يورپي عجائب خانن ۾ بند آهن ــــ ۽ اسان کي محض نقلن سان واسطو پوي ٿو. ڪاش موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان هٿ آيل سموريون مهرون ۽

هيو سامان، ۽ انهن تي هيستائين ٽول سموري ريسرچ جو اصلي مواد منهنجي اڳيان هجي ها ازانسواءِ موهن جي دڙي جي سمورين نشانين وغيره جا ايترا سارا بلاڪ ڪڍائڻ ۽ ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ تي جيڪو خرچ ايندو، سو ڪوبہ اديب انفرادي طرح ڀرڻ جي قابل بہ ڪين ٿيندو. ان ڪي تہ ڪا يونيورسٽي يا علمي ادارو ئي برداشت ڪري سگهندو. (هن ننڍڙي ڪتاب جي ٻن سون ڪان مٿي بلاڪن جي قيمت جو بار ئي منهنجي سهڻ ڪان وڌي ويو آهي.) ان ڪري مون ڪوشش ڪري، پنهنجي ريسرچ هيٺ آيل سمورين نشانين مان فقط اهي چونڊي هت پيش ڪيون آهن، جيڪي اشد ضروري آهن.

موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان اٽڪل ٨٠٠ کن مهرون ۽ ٽائٺ لڌا آهن، جن تي شڪليون، تصويرون ۽ نشانيون اڪريل آهن. انهن مان مک نشانيون — خاص طرح سچائپ ۾ ايندڙ چڙيون ۽ مڪمل نشانيون — ٤٠٠ کن ملن ٿيون. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ ٣٩ حرف صحيح آهن، ۽ ١٠ حرف علت. انهن مان ٩ صرف صحيح گ، ڙ، ڻ ۽ ڄ — شروع ۾ استعمال ڪونہ ٿين. (البت ڳگ، ڙي وغيره جهڙا ايڪڙ ٻيڪڙ لفظ انهن مان بہ ٿهن ٿا، جن کي ڳاڻيٽي ۾ ڪونہ آڻبو.) باقي ٣٥ حروف صحيح کي ١١ حروف علت سان ملائڻ، اچارن ٿاهڻ لاءِ ٣٨٥ آوازي نشانين جي ضرورت پوندي. ان حساب سان، موهن جي دڙي جون مک نشانيون — جيڪڏهن آوازي ۽ اچاري نشانيون (Phonetic Signc) آهن تہ — سنڌي اچارن سان لڳ ڀڳ ملي ٿيون اچن.

هيستائين جن ماهرن انهن لکتن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تن مان ڪوبہ ڪامياب نہ ٿيو آهي. مصري، سميري، هٽي ۽ ٻين رسم الخطن کي حل ڪرڻ ۾ اها سولائي هئي تہ انهن ۾ ٻہ ٻوليون ڪم آيل هيون. جن مان هڪڙي ٻولي اڳئي سمجهيل حالت ۾ موجود

هئي، جنهن جي ڪري پيءَ نئين ٻوليءَ کي پڙهڻ ۾ آساني
ٿي پيئي. موهن جي دڙي جي رسم الخط ۾ اها ڳالهه نه ٿي
ملي. ٻيو ته ان لاءِ جيڪي ڪوششون هيستائين ڪيون ويون
آهن، انهن ۾ اهو جتن ڪيو ويو ته انهن مان ماهرن جي
خيال ۾ ڪا اڳ رٿيل پراڻي ٻولي نڪري اچي. هنن جي
ذهن ۾ سنڌيءَ جي قدامت جٽن ته فقط چند سو ورهين تائين
محدود هئي، ان ڪري هنن جي دماغ ۾ اهو خيال ئي نه
آيو — ۽ جي آيو به هوندو ته هنن اڳيان اهو ڪل جهڙو
هو — ته ڪو انهن نشانين ۾ سنڌيءَ جي ڪا صورت ڏٺي
سگهي ٿي. پروفيسر لئنگڊن پهريون عالم هو، جنهن انهن
نشانين مان هڪ هندستاني رسم الخط — برهمي لپيءَ — کي
ڳولي لهڻ جي ڪوشش ڪئي. جن ماهرن هن رسم الخط
تي محنتون ڪيون، تن ۾ منڪي، سڊني سمٿ، سي. جي. گئڊ
۽ لئنگڊن قابل ذڪر آهن. انهن صاحبن جي ريسرچ جو سلسلو
قائم رکندي، ڊاڪٽر جي. آر. هنٽر، ان تي وڌيڪ تفصيل
سان محنت ڪئي. هنٽر به ان خيال جو آهي ته برهمي
رسم الخط موهن جي دڙي جي خط مان ڦٽي نڪتو هو.
هندستان ۾ مدراس جي هڪ پادري، فادر هيرئس، ان مان
ڪا دراوڙي ٻولي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪرنل ونڊل
اهو خيال ڏيکاريو ته موهن جي دڙي جا ماڻهو سنسڪرت
ڳالهائيندا هئا. مسٽر هرانزي به ان طرح جي خيال آرائي
ڪئي آهي. ١٩٣٥ع ڌاري بنگال جي هڪ پنڊت سوامي
سنڪارانند، تنترن ۾ ڏنل ڪوشن موجب ان مان پراڻي
سنسڪرت ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. ٿورا سال ٿيا ته مولوي
ابوالجلال ندويءَ "ماهِ نو" ۾ مضمون ذريعي مرڳو اها دعويٰ
ڪئي ته موهن جي دڙي جا ماڻهو عبراني ۽ عربي ڳالهائيندا
۽ لکندا پڙهندا هئا. انهن سمورين ڪوششن مان اڃا تائين
ڪو به نتيجو نه نڪتو آهي، ۽ اهي ڪوششون ناڪام

رهيون آهن.

هيستائين جيڪي ڪوششون صحيح علمي بنيادن تي ڪيون ويون آهن، انهن مان البت اهڙا نتيجا اخذ ڪري سگهجن ٿا، جن کي اصولي طور پنهنجي سامهون رکي، وڌيڪ ريسرچ ڪري سگهجي ٿي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر هنٽر جي ريسرچ وڌيڪ ڪارائتي آهي، جنهن پنهنجي مقالي کي ”هڙپا ۽ موهن جي دڙي جو رسم الخط“ (The Script of Harapa- and Mohenjo Daro) جي نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هت مختصر طرح اهي نظريا ۽ نتيجا بيان ڪجن ٿا، جن تي موجوده دور ۾ اڪثر عالم متفق آهن.

۱- هي نشانيون گهڻي ڀاڱي صوتي يا آچاري (Phonetic) آهن — يعني هر نشاني هڪ حرف صحيح سان ڪو حرف علت گڏي نڪرندڙ اچار کي ظاهر ڪري ٿي.

۲- انهن جي اصليت ”انوماني ۽ مورتي“ (Ineographic and Pictographic) آهي. قديم ٻولين ۾ ٽن قسمن جا خط دستياب ٿيا آهن- انوماني، مورتي ۽ ڇيٽي جهڙا يا مخروطي. انوماني (Ideographic) نشانيون اهي آهن، جن ۾ هر شڪل کي ڏسي ڪو انومان يا خيال (Idea) ذهن ۾ پيدا ٿئي، اهائي معنيٰ ۽ مطلب يا ان جا لفظ ان مان نهندا- مثال طور جيڪڏهن ڪنهن خط ۾ ماڻهوءَ جو ڏڙ نظر اچي ته ان مان لفظ ٻ اهڙو ئي ڏڙ جي معنيٰ جو نهندو. مورتي (Pictogrophic) نشانيون اهي آهن، جن ۾ جنهن شيءِ جي مورت يا تصوير نظر اچي، ان شيءِ جي نالي جو لفظ يا ڪو ٻيو اچار طور ان ۾ سمايل هوندو. مخروطي يا ڇيٽي جهڙي (Cuneform) لپيءَ ۾، ڇيٽيءَ سان ڪيل نشانين مان ڪو اهڙو مرڪب نهي ٿو، جنهن ۾ مورتي لحاظ کان لفظن جا ٻه جزي ٿا پون. موهن جي دڙي جي ٻوليءَ ۾ اڪثر نشانيون مورتي (Pictographic) آهن. ٻر جڏهن ته انهن جي

اصليت انومانڪي آهي ۽ هئي، ان ڪري ان ۾ ڪي ڪي نشانيون انوماني به ملن ٿيون. ڪي نشانيون وري مرڪب آهن، جي انوماني به آهن ته مورتي به. مخروطي نشانيون فقط ايڪڙ ٻيڪڙ ملن ٿيون.

٣- هن رسم‌الخط جي قدامت گهٽ ۾ گهٽ ٣٠٠٠ ورهيه ق.م آهي. ڪي نشانيون ۽ مهرون ان کان پوءِ جون به آهن. پر ويجهي ۾ ويجهي دور واريون نشانيون به ٣٥٠٠ ورهيه ق.م جون آهن(١) مختلف دورن جي نشانين جي ڀيٽ ڪري، ساڳين نشانين جون مورتون به بدليل نظر اچن ٿيون. ڪن حالتن ۾ هڪ ئي اچار لاءِ حرف علت جي تخفيف جي ڪري مختلف نشانيون پڻ ملن ٿيون جئن 'م+حرف علت' جي صورت ۾ ٿيو آهي.

٤- هن رسم‌الخط جي هڪجهڙائي سميري، ۽ ايلمائيٽ (پروٽو ايلامائيٽ) خطن سان آهن. سمير جي قديم ترين دور "جمدة النصر" (ق.م ٣٥٠٠ ورهيه) جي نشانين سان وڌيڪ هڪجهڙائي اٿس بنسبت اتان جي پوئين دور ٢٠٠٠-٣٠٠٠ ورهيه ق.م جي نشانين جي. هن مان هنٽر اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته سميرين سنڌي نشانين مان جيڪي ڪجهه نشانيون اڌاريون ورتيون، سا ڳالهه ڪنهن به طرح ٣٠٠٠ ق.م کان پوءِ جي نه هوندي(٢).

٥- ڪريٽ جي رسم‌الخط سان پڻ ان جي هڪجهڙائي نظر اچي ٿي. ان مان ڊاڪٽر هنٽر اهو نتيجو ڪڍيو آهي ته شايد نهايت قديم زماني ۾ هڪڙوئي نسل اهي مورتي نشانيون

(1) Hunter—Script of Harapa and Mohenjo Daro p. 21.

(2) ibid

موهن جي دڙي جي رسم‌الخط کي هنٽر پروٽو-انڊين (Proto-Indian) سڏيو آهي — ۽ مون ان کي اصل سنڌي يا پروٽو-سنڌين (Proto-Sindhian) سڏيو آهي.

دنيا جي مختلف هنڌن تي استعمال ڪندو رهيو. ان مان منهنجي ان نظريي جي پڻ تائيد ٿئي ٿي ته اهي سنڌي ڦيلا ٿي هتا جن پين ملڪن ۾ اهو لکڻ جو هنر پکيڙيو هو.

٦- برهمي(١)، سبائين (سبا جي ملڪ جو Sabaen)، صفائين (صفا جو Safaon)(٢)، سائپريٽ (سائپرس يا قبرص جو Cypriot) ۽ فونيشن (Phoenecian) رسم الخط- هن رسم الخط منجهان ٿي اپريا ۽ اسريا آهن(٣). ڊاڪٽر هنٽر ته ان حد تائين خيال ڏيکاريو آهي ته ممڪن آهي ته ان وقت جي سنڌين ڪي سئيز جي نار تائين ساموندي آمدرفت ۽ جهازراني ۾ هڪ هٿي حاصل ٿيل هئي، ۽ اها حقيقت انجيل ۾ ذڪر ٿيل هرم بادشاهه ۽ حضرت سليمان عليه السلام جي وچ ۾ ٿيل معاهدي جي روايت کي ثابت ڪري ٿي، جنهن معاهدي موجب فونيشين لوڪن کي ايزئنجبر ۾ بيڙڪ قائم ڪرڻ جي

---

(1) ibid—"If as I think Professor Langdom is right in deriving Brahmi Script from that of Harapa and Mohenjo Daro, it follows that some of the latter's signs had acquired phonetic values, by the time they were borrowed by the Hindus or—that which is equally possible—by on earlier race who passed them on to the Hindus—p. 17.

(2) ibid—"Another alphabetic script that may owe some thing to that of Hirapa and Mohenjo Daro is the South Semetic..." (Sabaen and Safaen)—p. 17.
(ڏنگين ۾ ڏنل لفظ منهنجا آهن — سراج)

(3) ibid—"......that the Brahmi, Sabaen, a portion of Cypriote and a portion of Phoenecian script are derived from proto-Indian, due in the last three cases to commercial intercourse by sea via the Arabian Sea, the Red Sea and the Mediterranean."—p. 22.

اجازت ملي هئي (١).

٧- مسٽر جي . ڊي. هيوزي جي چوڻ مطابق، ايسٽر ٻيٽن (Easter Island) مان لڌل مهرن ۽ ڪاٺ جي تختن تي لکيل رسم الخط ته سنڌو سنڌون موهن جي دڙي جي رسم الخط مان نڪتل آهي ۽ بلڪل ساڳيو آهي(٢). پروفيسر لئنگڊن به ان خيال جو آهي ته اهي ٻيئي رسم الخط ساڳيا آهن. اڃا تائين ان کي به ماهر حل نه ڪري سگهيا آهن!

اهي آهن چند نظريا جن تي سمورا يورپي ماهر متفق آهن. ان مان پيو نه ته چند ڳالهيون ته روز روشن وانگر ثابت ٿين ٿيون ته موهن جي دڙي جو رسم الخط قديم ترين رسم الخطن مان آهي، ۽ دنيا جي ڪيترن ئي قديم رسم الخطن جو منبع پڻ هيءَ رسم الخط ئي آهي. ان کي حل ڪري نه سگهڻ جو هڪ ئي سبب رهجي وڃي ٿو ته ڪنهن به ماهر ان ڳالهه کي خيال ۾ نه آندو ته هيءَ رسم الخط جڏهن ته سنڌ ۾ ڄائو ۽ نپنو، سنڌ جا قديم رهواسي ان کي ڪتب آڻيندا هئا، ان ڪري ممڪن آهي ته سنڌيءَ جي ڪا پراڻي صورت ان ۾ مضمر هجي. پر، جئن آءٌ اڳي ئي عرض ڪري آيو آهيان، ته هيمچندر ۽ مئڪس ملر جهڙن عالمن جي ان غلط مفروضي سبني کي ان ڳالهه کان باز رکيو جنهن موجب سنڌي ٻولي اپڀرنش مان ڦٽي نڪتي... ۽ يارهين صديءَ ڌاري

(1) ibid—pp. 22......"It is possible that the Indians (Sindhis) had the monopoly of Sea-faring as far as the Gulf of Suez, which would account for Hiram's eagerness for an alliance with Solomon that would allow the Phoenecians to establish a base at Eziongeber"—(3rd. Kings--Chapter IX, pp. 26-28)

پراڻن هندستانين مان هت مقصد سنڌين لاءِ آهي — سراج

(2) Bulletin de la Societe Pre-historique Francaise 1933, 7-8 Sur Une Ecriture oceamienne.—(Quoted by Langdon).

موجوده شڪل ۾ آئي. اِهي اهي مفروضا غلط ثابت ڪري آيو آهيان. موهن جي دڙي جي ٻوليءَ سان ڪا ٻي ٻولي شامل نه آهي — جنهن ڪين قديم رسم الخط جي حالت ۾ آهي، ان ڪري جيڪڏهن اهو مفروضو قائم ڪجي ته ممڪن آهي ته اهي قديم سنڌي ٻوليءَ جون نشانيون هجن، ته عقل کان بعيد ڳالهه نه آهي. مون ان رسم الخط کي حل ڪرڻ لاءِ اهو ئي مفروضو قائم ڪيو آهي — ۽ ان سان جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، سي ان مفروضي کي ثابت به ڪن ٿا. اِهي اهو ته ثابت ڪري آيو آهيان ته سنڌي اصلوڪي زبان آهي، نه ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ مان نڪتل پراڪرت يا محاورو.

موهن جي دڙي جي ڪيترن ئي مهرن ۾ انگن جا نشان ملن ٿا. اهو ته سمورا ماهر مڃين ٿا ته انگن جو مهرن تي اچڻ هڪ خاص ڳالهه آهي، جنهن مان به نتيجا نڪرن ٿا: ڪن هنڌن تي اهي انگ محض ڳاڻيٽي جي انگن طور استعمال ٿين ٿا، ۽ ڪن هنڌن تي اهي انگ پنهنجي پوري اچار جي صورت ۾ ڪتب آيل آهن(١)، يا وري انهن جي اچار جو اکيون مڪمل پد لفظن جو ترڪيبي جزو بڻيو آهي.

هت اهو ذڪر ڪرڻ به مناسب آهي ته اڪثر ماهر، هنٽر سوڌا، ان خيال جا آهن ته مهرن تي گهڻو ڪري بادشاهن ۽ راجائن، ۽ ديوين ۽ ديوتائن جا نالا لکيل آهن. هن وقت تائين موهن جي دڙي منجهان ۽ هڙپا مان اٽڪل ٨٠٠ کن اڻ پڳل، مڃيون ۽ اڻ ڏٺل مهرون موجود ملن ٿيون. اجا ڪيتريون ته لڌيون ئي نه آهن — ۽ وقت گذرڻ سان سڙي گري به ويون هونديون. ازانسواءِ ڪيتريون پڳل ۽ ڏهي ويل مهرون ۽ ٽڪرا الڳ ملن ٿا. هاڻ ان هڪ ئي تهذيب جي هڪ ئي شهر ۾ ايترا سارا بادشاهه يا راجا ۽ ديوين ۽ ديوتائن جو هجڻ عقل ۾ نه ٿو اچي. منهنجي خيال

(1) Hunter—p. 96–99.

۾ انهن مان ڪجهه ماڻهن جا نالا ــ عام ماڻهن جا نالا ــ آهن، ڪجهه ڏيتي ليتيءَ جون رسيدون آهن، ڪجهه وقت جي حڪومت جا پروانا آهن. ڏامي جون لکتون ته سدا سنوان وقت جا سڪا آهن. ڪن حالتن ۾ محض نياتي نشان (Totemic Symbols) مليا ٿا.

ان ڪان پوءِ جا ڪپالهه خيال ۾ رکڻ جوڳي آهي، سا آهي لکڻ پڙهڻ جي ڏس. منڪي ۽ هنڙ چون ٿا ته موهن جي دڙي وارا انسان ساڄي ڪان ڪاٻي طرف لکندا پڙهندا هئا، جيتوڻيڪ اهو به مڃن ٿا ته ڪن حالتن ۾ انهن ٻئي ڏسي لکٽي به ملي ٿي. شايد آهي به ائين، ڇاڪاڻ ته جيڪي مهرون مليون ٿيون، سي هونئن ته ڪاٻي کان ساڄي لکيل آهن، پر جڏهن ته اهي لکيتون مهرن جي صورت ۾ آهن، انهن جي ڇاپي اُبتي مان ساڄيون لکيتون ساڄي ڪان ڪاٻي نظر ايندي يون. منهنجي پڙهڻيءَ موجب به ائين آهي ته جيڪي مهرون ڇاپي لاءِ آهن، انهن جي لکٽي ڇاپي ڪان پوءِ ساڄي ڪان ڪاٻي پڙهبي. پر انهن ۾ ڪي اهڙيون به لکيتون آهن، جيڪي ڇاپي لاءِ نه به آهن ــ سوال آهي ته انهن ڪي ڪيئن پڙهجي؟ مٿئين بيان ڪيل اصول جي بنا تي، منهنجي خيال ۾ اهڙين لکتن کي ڪاٻي ڪان ساڄي پڙهڻ گهرجي. پر جڏهن ته اڪثر لکتون مهرن جي صورت ۾ مليون ٿيون ان ڪري هڪ سوال ان مان ضرور جاڳي ٿو ته موهن جي دڙي جي ماڻهن وٽ اهڙو ڪو عام دستور هو ڇا، جنهن موجب هو هر لکت لاءِ پهرين مهرون ٺاهيندا هئا، ۽ پوءِ پوءِ ان کي ڪنهن ٻي شي ــ پئپيرس (Papyrus) يا هٿرادو ڪاغذ جهڙي ڪنهن شي، چمڙي، وڻن جي ٻنن يا ٻي ڪنهن اهڙي وٽ تي اهي مهرون ٺپي، ڇاپي پوءِ پڙهندا هئا؟ ان لاءِ يقين سان ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ ته اهڙي ڪا شي يا ڇاپي جو ذريعو (Medium) نه مليو آهي. منهنجي تجربي

موجب، جيڪي مهرون اڄ پڙهي سگهيو آهيان، سي چاهي
کان پوءِ ساڄي کان کاٻي پڙهجن ٿيون، پر ڪي لکتون
اهڙيون به آهن، جيڪي جئن ته چاهي لاءِ نه آهن، ان ڪري
انهن کي کاٻي کان ساڄي پڙهبو — مثلاً ٽڪر جي ٿانون
تي ۽ سڪن تي لکيل نوشتا ان قسم جا آهن. ساڳئي وقت
جيڪي لکتون هڪ کان وڌيڪ سٽن ۾ آهن، انهن مان
ڪي سٽون ساڄي کان کاٻي آهن ته ڪي کاٻي کان ساڄي—
يعني ٻئي طريقا استعمال ٿيل آهن. اهڙين لکتن کي "ٻه ـ ڏسي
لکٽي" (Boustrophedon) چئجي ٿو. هت هڪ نڪتو خيال
۾ رکڻ گهرجي ته مون جيڪي لکتون نقل ڪيون آهن،
سي هت ساڄي کان کاٻي ترتيب ڏنيون اٿم ته جئن ترتيب
هڪ ساريڪي رهي، جيتوڻيڪ انهن ۾ جيڪي سڪا وغيره
آهن سي کاٻي کان ساڄي ئي پڙهبا. هت جئن ته انهن جو
ٻه چاهو ساڄي کان کاٻي ٿيندو، ان ڪري انهن جي اصل
پڙهڻيءَ ۾ فرق نه پوندو.

هي رسم الخط جيتوڻيڪ قديم ترين لکيل صورتن مان
آهي، پر ان ۾ ڪٿي ڪٿي، انوماني ۽ مورتي نشانيون اهڙيءَ
طرح ڪينديون ويون آهن، جو انهن مرڪبن جي مڪمل
نظام تي واهه واهه نڪريو وڃي. هڪ ته اهڙين نشانين جي
پروڙ جهٽ ٿئي ٿي، ۽ ٻيو ته غلطيءَ جو امڪان گهٽ ٿو
رهي. مورتن ۾ جيڪو انومان، رسم الخط جي شروعاتي دور
۾ سنڌين رکيو هو، سو به ايترو باقاعده ۽ باشاهدي آهي،
جو حيرت ٿي وڃي. ساڳئي وقت ساڳئي آواز لاءِ مختلف
نشانيون ان ڪري رکيون اٿن جو انهن جا حرف علت اهڙيءَ
طرح منجن ٿا، جن ۾ باقاعدگي ته آهي، پر انهن ۾ مرڪب
هجڻ جو گمان ٿي پوي ٿو. ان ڪري هنن ساڳيءَ نشانيءَ
۾ مختلف حرف علتن گڏڻ جي بدران اڪثر نشانيون ٿي
الڳ قائم ڪيون. ان ڪري ئي اٽڪل ۳۹ حروف صحيح

جي اچارن لاءِ مک نشانيون چار سو کن ٻنجي ويون آهن. هيءَ ڳالهه اوهان کي نشانين متعلق پڙهڻ وقت وڌيڪ چڱيءَ طرح سمجهه ۾ اچي ويندي.

هاڻ اچو ته انگن جو اڀياس ڪريون. قديم دور ۾ سنڌ تمدني طور ايتري شاهوڪار رهي آهي جو دنيا جي دور دراز ڪنڊن ۾ علم ڦهلائڻ جو سهرو به سنڌ جي سر تي آهي. اها ته ڳالهه ئي جدا آهي ته هن وقت اسان سنڌين وٽ فقط تمدن ۽ علم جي ياد وڃي باقي رهي آهي، ۽ اها ياد به ڪن عالمن کي ڏکي ٿي لڳي! اها ته پراڻي تاريخي روايت آهي ته عربن علم هندسه ــ يعني انگن جو علم ــ هندستان ۽ خاص طور سنڌ مان ڪان سکيو، پر ان کان به پراڻي تاريخي روايت آهي ته انگي حساب هندستان مان ئي فونيشن لوڪن وٽ پهتو، جن جي پونين سڄي يورپ ۾ ڦهلايو. موهن جي دڙي جو انگن جو حساب ڏسي اهو يقين ڪرڻو ٿو پوي ته دنيا جي موجوده ڳڻپ جي طريقو ايڪن، ڏهاڪن ۽ سون جو موجوده سلسلو موهن جي دڙي جي ماڻهن جي ايجاد آهي، جتان پوءِ مصر، سمير، بابل، فونيشيا ۽ قبرص وغيره پهتو.

ٻوليءَ تي بحث ڪندي، مون سنڌي انگن تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. ان ۾ خاص ڪري ”ٻ“ ۽ ”ٽ“ تي بحث ڪندي مون اهو ثابت ڪيو آهي ته اهي ٻئي انگ سنڌي انگن جي بنيادي هجڻ کي ثابت ڪن ٿا، ۽ ٻين ٻولين سنڌي انگن کي ئي پنهنجو ڪيو آهي. مون اهو ڏيکاريو آهي ته جيتوڻيڪ پراڻين انڊو يورپين ٻولين ۾ ــ سنسڪرت سميت ــ ’ٻ‘ لاءِ لفظ ”دوي“، ”دوُ“ وغيره ملن ٿا، جن ۾ پهريون اچاري پد د + حرف علت آهي، پر ان جا صفاتي ۽ پاسيرا لفظ (Oblique)، بوٽ (انگريزي)، باءِ (لاطيني)، بائيد (يوناني)، ٻو (پراڻي انگريزي)، ۽ هندستاني زبانن ۾ ڏهاڪن سان شامل ٻن جي انگ جو اچار ــ ٻارهه، ٻائيس، ٻاونجاهه وغيره ــ ۾

’ب + حرف علت، جو اهو استعمال هڪ ئي ڳالهه ثابت ڪري ٿو ته اصل ۾ ٻن لاءِ لفظ ٻ يا ٻه ئي هو، جو سنڌيءَ مان ٻين زبانن ۾ داخل ٿيو. سنڌيءَ ۾ ان جو استعمال ساڳيوئي رهيو، پر ٻين زبانن ۾ جيئن ته ”ٻ“ اچار جذب نه ٿي سگهيو، ان ڪري ڪنهن دور ۾ اهو اچار مٽجي ويو ۽ دو، دوي يا دوُ جي بنيادي اچار د + حرف علت جون مختلف صورتون استعمال ٿيڻ لڳيون. پر جن صفاتي صورتن ۾ ’ٻ‘ استعمال ٿيڻ لڳو هو، سي قائم رهجي ويون — ۽ جيئن ته صفاتي صورتن ۾ ان جو ثبوت ملي ٿو، ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته انهن سمورين زبانن ۾ پڻ ’ٻ‘ جو وجود انفرادي نه ته ٻنهيءَ صورت ۾ ضرور موجود هو. اسان جي دوست محترم عبدالڪريم سنڌيلي ٻارنهن، ٻاويهه، ٻٽيهه، ٻائيتاليهه وغيره جا ڌاتو سنسڪرت ڏيکاريا آهن، سي غلط آهن. مثلا سنڌي ٻائيتاليهه جو ”داچتوارنشت“ مان، ٻٽيهه جو ”دواترنشت“ سان ڪو لاڳاپو ڪونهي. اسان جي ڳاڻيٽي جا اهي لفظ بنيادي آهن — ۽ خالص سنڌي، بلڪ هندي، اردو، ۽ ٻين پراڪرتن ۾ بائيس، بياليس، بتيس جهڙن لفظن ۾ سنڌي ’ٻ‘ جو ثبوت ”ٻ“ جي صورت ۾ ملي ٿو. اهوئي ساڳيو ”ٻ“ انگريزي- بوٿ، يوناني- بائيد، وغيره ۾ پڻ موجود آهي.

موهن جي دڙي جي انگن جو حساب هن ريت آهي.



انهن انگن لاءِ سواءِ ’ڏهن‘ جي ڪنهن ڪي ٻه ڪو اختلاف ڪونهي. يارنهن ۽ ٻارنهن به ان ئي صورت ۾ (اٺن ۽ نون وانگر) ملن ٿا. سڀ ماهر متفق آهن ته اهي انگ آهن، ۽ ساڳئي وقت اهي لفظن جي اچاري ٻڌن طور پڻ استعمال ٿيا آهن.

هاڻ هت منهنجي کوجنا موجب ذهن جي لاءِ نشاني آهي.
جنهن ته قديم دور ۾ انگن ۽ سنڌن اچارن ۾ هڪ گهرو
لاڳاپو هو، ۽ خود انگن کي اچاري پدن جي صورت
۾ استعمال ڪيو ٿي ويو، ان ڪري جيڪي به مهرون انگن
جي استعمال جون مليون ٿيون، انهن ۾ نشاني ڏيان
ڇڪائي ٿي. جتي جتي اها نشاني ملي ٿي، اتي
هڪ کان ٻارنهن تائين انگ مٿين صورت ۾ پڻ ملن ٿا،
جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته ان نشاني جو انگن سان گهرو
لاڳاپو آهي. ان کان سواءِ پراڻين ٻولين ۽ لاڳاپيل خطن ۾
جيڪو مواد ملي ٿو، سو به اهو اهڃاڻ ڏي ٿو ته اها نشاني
اچاري هجڻ سان گڏ انگن جو مفهوم ضرور رکي ٿي. هوبهو
ان جهڙي نشاني اسان کي پروٽو ايلشمائيٽ ۾
۾ پڻ ملي ٿي. اچار جي لحاظ کان پراڻي برهمي
خط ۾ ، نشانيون مليون ٿيون، جن جو صوتي ملهه
آهي س + حرف علت يعني سُ ← سو ← سوَ
وغيره. منهنجي خيال ۾ برهميءَ جي اها نشاني موهن جي دڙي
نشاني مان ئي نڪتي آهي، جنهن جو اچار هو 'سو' ۽
انگن جي صورت ۾ ملهه هوس (١٠٠). جيڪڏهن
اهو مفروضو صحيح آهي ته پوءِ ان منجهان ئي اسان کي ذهن
جو انگ پڻ ملي ٿو. نشاني ٻن نشانين جو
مرڪب آهي. هن مان اهو چٽو ظاهر آهي
ته هڪ ئي نشاني ٻي نشانيءَ تي چڙهيل آهي.
جيڪڏهن انگن جو حساب ذهن ۾ رکبو ته پوءِ هڪ ئي انگ
ٻئي ساڳئي انگ سان گڏيل صورت ۾ اچڻ جو مطلب اهو ئي
نڪرندو ته ساڳيو انگ، ان انگ جيترو: يعني ڏهاڪو ڏهه
ڀيرا. جيڪڏهن اهو دليل صحيح آهي ته ان مان
نشاني اسان کي ذهن جي انگ جي ملي ٿي. ان مان
البت هڪڙو سوال هي جاڳي ٿو ته جيڪڏهن اها نشاني

'ڏھ' لاءِ آھن تہ ان کي مرڪب طور ○ ○ يعني ٻ
ٻيرا رکڻ سان 'سوَ' ٿيڻ گھرجي، ۽ نہ انهن
کي هروڀرو هڪٻئي تي چاڙهڻ سان. دراصل
جڏهن ان وقت جي سنڌين ا کي ا لکڻ شروع ڪيو ۽

ٻن لاءِ || تڏهن هنن اهوئي سوچيو هوندو تہ ○ ○
لکڻ سان تہ 'ٻن' جي مثال موجب

+، جي تمثيل تي ○ ○ يعني ڏھ + ڏھ ٿيندو ۽ نہ
سو. ان ڪري ٻنهجي فڪر کي استعمال ڪري،

جڏهن هنن ○ ڏهاڪو بنايو تہ ان کي ساڳي نشانيءَ تي
چاڙهي واٽي ملائي چاڙهي ڇڏيو اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ ان
سان مقصد اها نشاني ٻہ ٻيرا نہ، ٻر ان نشانيءَ جي
انگ جيترا ٻيرا آڻڻ جو مقصد آهي. ان سان نہ رڳو سندن
فڪر جي گهرائيءَ جو اندازو ٿئي ٿو، ٻر اهو ٻڻ معلوم ٿئي
ٿو تہ هو موجوده انگي حساب جو بنياد ٻڻ رکي چڪا هئا.
ان لاءِ هڪ ٻيو ثبوت ٻڻ ملي ٿو. ٻراڻي تانترڪ رڪارڊ

۾ هڪ نشاني ⊙ ڏا يا دا جي اچار ۾ ملي ٿي. برهميءَ ۾
جو ملهہ ⊙ ٿ يا د + حرف علت ٻڻ ملي ٿو— ۽
اهي ٻئي اچار ○ = ڏھ جي نهايت قريب آهن. ڊاڪٽر
هنٽر کي بہ اهو شڪ جاڳيو هو تہ ⊙ نشاني يا ڏهن
جي انگ يا سو جي انگ برابر نہ هجي. شڪ ان ڪري ٿو
ڇوان جو هن ○ ان جي برابر ڏھ ۽ سو لکي، ٻنهي جي
ٻويان سوالي نشاني ڏيئي ڇڏي. ٻر هن جو شڪ غلط نشاني
تي ٻيو آهي. دراصل ڏهن جي نشاني ○ آهي، ۽ نہ ⊙،
جيتوڻيڪ ٻنهي نشانين جو نهايت ويجهو تعلق آهي، ۽ اهو
بہ صحيح آهي تہ ⊙ ۾ ڏهن جو نشان بہ موجود آهي.

پر ان جي وچ ۾ جا ٻڙي آهي، سا ماهي يا ماڻ جي نشاني
— جيئن ڏهه سيري ڏڙي يا ڏهن ٻاٽين جو ماڻ وغيره آهي.

مهرن تي بحث ڪرڻ کان اڳ ضروري آهي ته
نشانين تي انفرادي طرح بحث ڪجي، ۽ انهن جا ملهه مقرر
ڪري، پوءِ ٻوليءَ جي حيثيت جو اڀياس ڪجي. موهن جي
دڙي توڙي هڙاپا جي مهرن ۾ هڪ ڳالهه ڌيان جوڳي اها
آهي ته ڪيترن ئي هنڌن تي ٻنهه هڪجهڙيون نشانيون
ٿوريءَ ڦيرگهير سان — ڪٿي ڪا اڙي وڌيڪ، ته ڪٿي ٻه
اڙيون ڏنل، ڪٿي مٿان ڪا اڙي ڏنل ته ڪٿي هڪ اڙي
هيٺان ڏنل — ملن ٿيون. منهنجي خيال ۾ اهو نقليءَ ين ليڪن
يا اڙين جو نظام، چڙين نشانين کان پوءِ جي دور جو آهي
— ۽ انهن مان حروف علت جو ڪم ورتو ويو هو. شروع
۾ جڏهن ٻه اچار مٿبو هو ته ان لاءِ نشاني ٻنهه. مٿجي ويندي
هئي جيتوڻيڪ انهن ۾ هڪ طرح انوساني همآهنگي رهندي
هئي. اها حالت اوهان ڪي ڪ ۽ ۾ جي نشانين ۾ نظر ايندي.
جيڪڏهن "ڪا" لاءِ هڪ نشاني مقرر ٿي ته "ڪو" لاءِ ٻي
نشاني مقرر ڪئي ويئي — اهڙا مثال گهٽا ئي ملن ٿا. پوءِ
ڪنهن دور ۾ جڏهن اڙين يعني ماترائن ذريعي حروف علت
ايجاد ٿيا ته ان طريقي کي ڇڏي ڏنائون. اهوئي سبب آهي
ته شروعاتي دور ۾ چڙيون نشانيون گهٽيون ملن ٿيون، ۽
پوئين دور ۾ اڙين ۽ ماترائن واريون. ان ئي دور ۾ نشانين
کي مرڪب ڪيو ٿو ڏسجي — ۽ مرڪب ٿاهڻ جو اصول
به ڪو نهايت وسيع ٿو ڏسجي، ڪٿي ڪنهن نشاني ۾ ٻي
نشانيءَ جو اڌ ملايو ويو آهي ته ڪٿي هڪ نشانيءَ ۾ ٻي نشاني
پيئي ۽ ٻئي ملائي ويئي آهي: مثلاً ٻه مختلف نشانيون

جنهن [sign] هن طرح ملايون ويون آهن [sign] ۽ [sign]

۾ نشاني ٻئي مرڪب ڪئي ويئي آهي. ڪٿي ڪٿي ته ان ساڳي نشانيءَ جو اڌ هڪ پاسي ته اڌ ٻئي پاسي ملايو ويو آهي. ڪٿي ڪٿي وري نشانين کي آڏو، ابتو يا اونڌو ڪري رکيو ويو آهي. انهن سمورين ڦيرين گهيرين ۾ هڪ خاص مقصد رکيو ويو آهي — ۽ اهو مقصد اهو آهي ته جتي به اهڙي ڪا نمايان نشاني اونڌي ابتي نظر اچي، اتي ڪو لفظ ختم ٿئي ٿو ۽ اتان ئي ڪو نئون لفظ شروع ٿيڻو آهي.

نشانين ۾ هي ٻي ڳالهه جو به خيال رکڻو آهي، سا هيءَ ته قديم رسم الخطن وانگر، جن ته هن جو بنياد ٻڌ انومانن آهي، ان ڪري ڪيترين نشانين "اهڃاڻي نشانيون" (Determinatives) ٻڌ آهن. مثال طور ڪنهن ٻانهي جو ذڪر هجي ته ان کي زنجيرن پيل ماڻهوءَ جي شڪل ۾ ڏيکارڻ مان ٻانهي هجڻ جو اهڃاڻ ملي ٿو، ۽ اهڙي نشاني کي "اهڃاڻي نشاني" (Determinitive) سڏجي ٿو — ۽ اهڙي نشاني جتي استعمال ٿيندي، اتي مطلب نڪرندو، "فلاڻي جو ٻانهو"، "فلاڻي ٻونءَ جو راجا" وغيره وغيره. موهن جي دڙي ۾ ڪجهه نشانيون اهڙيون به مان ٿيون، جن مان "ڪوٽ"، "ديوي" يا "ديوتا" وغيره جون نشانيون اهم آهن. اهي ڳالهيون جن پراڻن رسم الخطن کي حل ڪرڻ لاءِ بنيادي ۽ اصولي ڳالهيون آهن، ان ڪري هتي جو تمهيدي طرح ذڪر ضروري هو.

نشانين مان اچو ته ٻهرين هيءَ نشاني کڻون هن نشانيءَ جي خصوصيت اها آهي ته هيءَ نشاني جتي جتي ڪتب آئي آهي، انهن سمورين لکتن جي پڇاڙيءَ ۾ آئي آهي. جيڪا نشاني پڇاڙيءَ ۾ اچي ان لاءِ پراڻن رسم الخطن ۾ هڪدم اهو شڪ جاڳندو آهي ته متان اها اهڃاڻي نشاني هجي، ۽ ڪنهن خاص شي يا ڳالهه جو اهڃاڻ

هجي. هن نشانيءَ ۾ اهڙو شڪ ان ڪري صحيح نه ٿيندو،
جو هيءَ نشاني تمام گهڻي استعمال ٿيل آهي، ۽ ان ڪري
ان جو ڪنهن ڳالهه جي اهڃاڻ هجڻ جو امڪان تمام گهٽ آهي.
اهڃاڻ گهڻو ڪري راڄا (King)، ٻانهي (Slave) يا ڪنهن
ليکڪ يا ڪاتب (Scribe) جا هوندا آهن. ظاهر آهي ته
هڪ ئي تمدن ۾ ايترا سارا راڄا ته هوندا ڪونه. ٻانهي جي
اهڃاڻ جو شڪ به ڪونه ٿو پوي، ڇو ته ٻانهي کي ايتري
اهميت ملڻ، جو ان جو ايترين سارين مهرن ۾ ذڪر اچي،
عقل ۾ ڪونه ٿو اچي. هاڻ هن نشانيءَ لاءِ فقط هڪڙي ئي
ڇانٽ باقي رهي ٿي ته هيءَ نشاني ڪنهن اچار يا لفظي پد
لاءِ اچي ٿي، جو لکتن جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو ۽ شروع ۾
هرگز نه ٿو اچي. جيئن ته منهنجو مفروضو ( Hypothesis )
اهوئي آهي ته هنن لکتن ۾ پراڻي سنڌي ٻولي لکيل آهي،
ان ڪري هيءَ نشاني سنڌيءَ جي اهڙي اچار لاءِ ٿي سگهي
ٿي، جيڪو لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو. اسان وٽ اهڙا
اچار گ، ج، ڙ ۽ ڻ آهن، جيڪي سدائين پڇاڙيءَ ۾ يا
وچ ۾ اچن ٿا ــ ۽ شروع ۾ ڪڏهن به نه ٿا اچن. انهن
مان گ، ۽ ج تمام گهٽ استعمال ٿين ٿا، ۽ باقي ڙ ۽ ڻ ساڳئي
ڪٽنب جا اچار آهن. ’ڻ‘ ڪنهن قديم دور ۾ ’ن‘ غني ۽ ڙ
جي مرڪب مان ٺهي آهي. اسان وٽ ڻ ۽ ڙ متبادل ۽
منجند ڙ اچار آهن ــ جيئن ماڻهو ← ماڙهو وغيره. منهنجي خيال
۾، موهن جي دڙي واري دور ۾ نشاني انهن ٻنهي
اچارن لاءِ تصور ڪري سگهجي ٿي. ان بنياد تي
منهنجي ڏنل ملهه موجب، اها نشاني برابر آهي ڻ يا ڙ +
حرف علت. ڊاڪٽر هنٽر ان جو ملهه برهمي نشاني
جي برابر هه + حرف علت مقرر ڪيو آهي، جو منهنجي
خيال ۾ صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ ته هڪ ته ۽ مٿين
نشانيءَ ۾ ڪا انوماني توڙي مورتي مماثلت نه آهي،

۽ ٻيو ت، ه، + حرف علت اهڙو اچار آهي، جنهن لاءِ
ٻهراڙيءَ جي اچار هجڻ جي خصوصيت نہ آهي، ۽ اهو اچار
سمورين ٻولين ۾ شروع جو اچار ۽ پد تي سگهي ٿو.
دنيا جي ڪابہ اهڙي ٻولي نہ آهي، جنهن ۾ اهو اچار محض
ٻهراڙيءَ جو اچار هجي. اها نشاني ڀاڻي جي ڪنگريءَ جي
شڪل جي آهي. تنترن ۾ ان کي ”گرهڻي“ سڏيو ويو آهي،
۽ ان جو ملهہ ”م“ — ميم غنون ملي ٿو. قبرص جي پراڻي
رسم الخط ۾ هڪ اهڙي نشاني ملي ٿي ان جو ملهہ
آهي ”نہ“ يا ”ني“. قبرص جي ان رسم الخط
لاءِ پڻ چيو وڃي ٿو تہ موهن جي دڙي جي رسم الخط
مان ڦٽو آهي. انهن سمورين ڳالهين کي خيال ۾ رکي،
اسين ڪافي وثوق سان جو ملهہ ڙ يا ڻ + حرف علت
رکي سگهون ٿا.

ان کان پوءِ گهڻي استعمال ٿيل نشاني آهي. ان
جي شڪل مڇيءَ جهڙي آهي، شايد ان وقت
بہ ان ئي نالي سان سڏبي هئي. آءٌ اڳئي عرض ڪري آيو
آهيان تہ هيءَ نشاني ڪنهن قبيلي جي نياتي نشاني پڻ آهي
— ۽ منهنجي خيال ۾ ان جو ملهہ م+حرف علت آهي.
برهميءَ ۾ اها نشاني اهڙي شڪل ۾ ملي ٿي، جا بہ
مڇيءَ جي شڪل آهي ۽ ملهہ اٿس ”م“. مصري
هيروگلفس ۾ بہ هڪ نشاني آهي، جا يا تہ مڇيءَ جي
شڪل آهي، يا ڪنهن پکيءَ جو ڌڙ، ۽ ملهہ اٿس ’م‘.
ڊاڪٽر هنٽر بہ ان جو ملهہ م + حرف علت مقرر ڪيو آهي،
جو موجوده شاهديءَ جي بنياد تي صحيح آهي.

هيءَ نشاني جنهن تہ اڪري ۾ مهريءَ جو اهڃاڻ ڏنل آهي، تنهن کي ڏسي سڃاڻي سگهجي ٿو ته اهو ئي نشان سنڌو تهذيب ۾ به ملي ٿو. تانترڪ رڪارڊن ۾ هڪ نشاني ملي ٿي جنهن کي 'يني' يا 'لنگ' چيو ويو آهي. اهو نشان سنڌس ملهه آهي "يي" يا "لي". هيءَ نشاني ۾ روڻو.

ايلمائيٽ ۾ بہ بنهه ساڳي صورت ۾ ملي ٿي. برهميءَ ۾ ان جي قريبي صورت آهي، ۾ ملهه انس 'يا'. ڏکڻ سامي زبانن مان صفا جي جي خط ۾ ان جهڙي نشاني ملي ٿي، جنهن جو ملهه بہ 'يا' ئي آهي. صفا ۾ سبا جي خطن لاءِ بہ چيو وڃي ٿو تہ موهن جي دڙي جي رسم الخط مان اپريا آهن. ان سموري شاهديءَ جي بنياد تي ان جو ملهه 'ي' (حرف صحيح) + حرف علت مقرر ڪري سگهجي ٿو. هونئن بہ انوماني نقطہ نگاهہ کان ان جي شڪل "يوني" ۾ تخليقي قوت سان مشابهہ آهي، جنهن لاءِ سنڌيءَ جو جهڙو موزون لفظ آهي، ان ۾ بہ شروع ۾ 'ي' حرف صحيح اچي ٿو!

هيءَ نشاني زمين يا ڀوميءَ جو تصور ذهن ۾ آڻي ٿي. ان ڪري ان جو ملهه ب يا ڀ + حرف علت مقرر ڪيو اٿم. برهميءَ جو ملهه 'ب' آهي. ڏکڻ سامي زبانن ۾ بہ جو ملهه 'ب' آهي. مصريءَ ۾ ان جو ملهه 'پ' آهي. تانترڪ رڪارڊن ۾ 'ڀومي' جوملهه 'ب' ملي ٿو. ان سموري شاهديءَ جي بنياد تي ان نشانيءَ جو ملهه ب يا ڀ+حرف علت مقرر ڪري سگهجي ٿو.

هيءَ سج جي نشاني آهي، ۽ ، نشانيءَ کي
ويجهي آهي. تانترڪ رڪارڊ ۾ جو مطلب 'ش' يا 'س'
آهي. مصري هيرو گلفس ۾ اها نشاني سج جي
اڇاڻي نشاني آهي. مون سج جي تعلق سان ان جو مطلب
س+حرف علت رکيو آهي. نشاني فقط 'سو' يا 'سوَ'
جي اچار يا پد جي آهي. ان ڪري 'س' آواز سان
ٻين حروف علت ڳنڍڻ لاءِ هيءَ نشاني آهي.

وغيره. هن نشانيءَ ۾ ماڻهوءَ جو انومان ڇڙو
ملي ٿو — ۽ گهڻو ڪري سمورن پراڻن رسم الخطن
۾ ملي ٿي. ڪٿي اچاري نشاني آهي ته ڪٿي اڇاڻي. موهن
جي دڙي وارين نشانين ۾ ماڻهوءَ جي "تن" جو خاڪو نظر
اچي ٿو. تانترڪ رڪارڊ ۾ ماڻهوءَ جي تن جو هڪ خاڪو
جي صورت ۾ ملي ٿو، جنهن جو مطلب آهي 'تَ'.
برهميءَ ۾ ۽ ذڪر سامي زبانن ۾
جو مطلب پڻ 'ت' ملي ٿو. مون به ماڻهوءَ جي خاڪي
سان مناسبت رکندڙ نشانين کي ت+حرف علت مطلب ڏنو آهي.

هن نشاني مان انڪاري انومان ملي ٿو. مون ان
جو مطلب ن+حرف علت مقرر ڪيو آهي. پروٽو
ايلمائيٽ ۾ ان جي قريبي نشاني ملي ٿي، جنهن جو
مطلب به 'ن' آهي. قبرص جي خط ۾ هيءَ نشاني ابتي
شڪل ۾ ملي ٿي ۽ مطلب ساڳيو 'ن' اٿس. برهميءَ
توڙي تانترڪ رڪارن ۾ ان جي مخفف نشاني
ملي ٿي، جنهن جو مطلب "نا" آهي. فونيشن ۾ ان
نشانيءَ جي صورت آهي. ڊاڪٽر هنٽر به ان جو
مطلب ن+حرف علت مقرر ڪيو آهي. ان سموري

شاهديءَ جي بنا تي ان کي ن+حرف علت مڃي سگهجي ٿو.

هن نشانيءَ مان وڻ جي ڏار جو انومان ٿئي ٿو. برهمي ۾ ان جي قريبي نشاني ملي ٿي جنهن جو منهن به ساڳئي پاسي نظر اچي ٿو، مطلب انس د. تنترن ۾ "تريريکا" جو مطلب "دا" ملي ٿو. مصري هيرو گلفس ۾ پڻ تنترن جهڙي تريريکا ملي ٿي. مون به وڻ جي ڏار جي انومان مان ان ۾ د يا ڏ+حرف علت جو مطلب قائم ڪيو آهي.

هي سموريون نشانيون مختلف حروف علت سان 'ڪ' جو اچار رکن ٿيون — جنهن ڪاٺين جي پريءَ جو انومان نڪري ٿو. برهميءَ ۾ ان جي قريبي نشاني آهي، جنهن جو مطلب 'ڪ' آهي. تنترن ۾ نشاني ورڪش=وڻ يا ڪاٺ جي معنيٰ ۾ ملي ٿي جنهن جو مطلب "ڪا" انس. قبرص جي خط ۾ نشاني ملي ٿي، جنهن جو مطلب 'ڪ' آهي. سميريءَ ۾ نشاني ملي ٿي، جنهن جو مطلب 'ڪَس' آهي. انهن سمورين شاهدين جي بنا تي انهن جو مطلب ڪ+ حروف علت مقرر ڪري سگهجي ٿو.

هن نشاني جي انوماني صورت آءٌ معلوم ڪري نه سگهيو آهيان. مون ان جو مطلب ج يا ڄ+ حرف علت مقرر ڪيو آهي. برهميءَ ۾ ان جي قريبي صورت

آهي جنهن جو ملهه 'ج' ملي ٿو. هن نشانيءَ جي هڪ بدليل صورت ـــ اهو انومان ڏيکاري ٿي ته ڇڻ
ڪو ماڻهو هٿ تي ڪا ٻاٽ وغيره کڻيو بيٺو آهي،
۽ منهنجي خيال ۾ نشانيءَ جي اها صورت اڇائي آهي، جنهن جو مقصد اضافت ڏيکارڻ جو آهي، ۽ ان جا اچاري ٻدـــ جو جا، جي وغيره ـ (OF) آهن. ان ٻنهين صورت ۾ هيءَ نشاني مصري، ايلشمائيٽ ۽ سميريءَ ۾ ملي ٿي. سميريءَ ۾ ان جو جو ملهه آهي "گل". گ ۽ ج جو صوتي لاڳاپو نهايت پڌرو آهي. مصري ماڻهو اڄ تائين مسجد کي مسگد ۽ جمال ناصر کي گمال ناصر چون ٿا. ان سميري شاهديءَ جي بنا تي هن نشانيءَ جو ملهه ج يا ج + حرف علت مقرر ٿئي ٿو.

هن نشانيءَ جي انوماني شڪل آءٌ ڪولي ٿو سگهيو آهيان. برهميءَ ۾ ان جي قريبي نشاني آهي، جنهن جو ملهه 'ق' آهي. مصري ۽ سميري ۾ اها انوماني نشاني آهي. سون ان جو ملهه و+ حرف علت مقرر ڪيو آهي. هت ان ڳالهه جو اشارو ڪرڻ دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندو ته ۽ نشانين ۾ ٿوروئي فرق آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌي و ۽ ب کي
هندستاني ٻولين ـــ سنسڪرت، بينگالي ۽ ٻين سنسڪرتي پراڪرتن ـــ سنجهائي وڌو. ان ڪري ئي سنسڪرت ۾ سا ڳيا لفظ ٻنهي حرفن سان ملن ٿا ـــ مثلاً و ر ـ ب ر وغيره. اهڙا مثال آءٌ ٻوليءَ جي بحث ۾ ڪافي ڏيئي آيو آهيان. ٿيو ائين آهي ته ڪنهن دور ۾ ڪاتبن جي لکڻ جي غلطيءَ يا ڪنهن پنڊت پروهت جي پڙهڻ جي غلطيءَ جي ڪري، اها غلطي زبان زد عام ٿي وئي ۽ ان جو درجو غلط العوام جهڙو بنجي ويو.

هيءَ نشاني ڪنهن ٽڪريءَ جي انوماني صورت آهي. برهميءَ ۾ ان جي قريبي صورت آهي، ۽ ملهه انس "اي". ڏکڻ سامي زبانن — صفا ۽ سبا جي خطن ۾ نشانيون ملن ٿيون — ۽ ملهه انن "آ". تانترڪ رڪارڊ ۾ گريش ← ٽڪريءَ جي صورت ۾ ان جو ملهه 'هه' ۽ 'اي' ملي ٿو. مون ان جو ملهه آ — حرف صحيح مقرر ڪيو آهي.

هن نشانيءَ جي انوماني صورت ڪنهن طرح معلوم نه ٿي سگهي آهي. البت ان ۾ ڪنهن تور جي ڏڙي يا هڙ جي انومان جو گمان ڪري سگهجي ٿو. منهنجي ڄاڻ موجب ان جي ڄاڻ ٿي ڏ + حرف علت آهي. ان کي ويجهيون نشانيون صفا ۽ سبا جي ڏکڻ سامي خطن ۾ ملن ٿيون، جنهن جو ملهه 'د' آهي. برهميءَ ۾ هڪ قريبي نشاني ملي ٿي، جنهن جو ملهه "ڏ" ملي ٿو.

هيءَ نشاني ڪنهن ٿانو يا ٻاٽ جو انومان ڏيکاري ٿي. برهميءَ ۾ هن جي قريبي نشاني آهي جنهن جو ملهه آهي "پ". تنترن ۾ ان انومان جي نشاني ملي ٿي جنهن جو ملهه ٻن 'پ' آهي، ڏکڻ سامي خطن ۾ اهائي نشاني ابتي صورت ۾ ملي ٿي، جنهن جو ملهه ’ ب ‘ آهي. سميريءَ ۾ اها نشاني جي صورت ۾ ملي ٿي. فونيشن ۾ اها نشاني ٻاسيري ملي ٿي، ۽ ان جو ملهه ’ ب ‘ آهي. انهن سمورين شاهدين جي بنياد تي هن نشانيءَ جو ملهه پ+حرف

علت مقرر ٿئي ٿو.

هيءَ نشاني ڏسڻ ۾ ٿي مرڪب نظر اچي ٿي — جنهن ۾ ماڻهوءَ جو ڌڙ نظر اچي ٿو. سندس ڪڇيءَ ۾ ڪو ڪِٽ پيل ٿو ڏسجي، يا ائين به چئي سگهجي ٿو ته ڍال ڪنهو بچاءَ ڪرڻ جو انوسان ڏئي ٿو. ماڻهوءَ جي ڌڙ لاءِ 'ت' جو اچار موجود آهي. باقي مٿئين حصي لاءَ قريبي نشاني سميريءَ ۾ ملي ٿي جنهن جو ملهه آهي "گد". برهميءَ ۾ نشانيءَ جو ملهه ڳ ملي ٿو. ڏکڻ ساميءَ زبانن ۾ جو ملهه، پڻ ڳ ملي ٿو. سميريءَ ۾ هڪ ٻي به نشاني ملي ٿي جنهن جـو ملهـ "گگ" ملي ٿو. تانترڪ رڪاڊن ۾ بـ نشاني ملي ٿي، جو ملهه اٿس "گا". ان سموري شاهدي جـي بنياد تي اسين پنهنجي نشانيءَ جو ملهه تڳ ← ڳ + حرف علت مقرر ڪري سگهون ٿا.

هيءَ نشاني شايد مسلسل ٽڪرين جي قطار جو اهڃاڻ آهي. سون ان جـو ملهه م + حرف علت مقرر ڪيو آهي — پر اهو "م" جو اچار جو وچ ۾ اچي. "م" لاءِ ٻي نشاني آءَ اڳئي ڄاڻائي آيو آهيان. پر جئن ته اها نشاني نواتي نشاني پڻ آهي، ان ڪري ان اچـار لاءِ هيءَ ٻـي نشاني ان دور جي آهي، جڏهن حرف علت جـي ڦيرگهير لاءِ بلڪل نيون نشانيون وجود ۾ ايندڙيون هيون. سبا جي خط ۾ ان جـي قريبي شڪل ٽيڏي هي جو ملهه اٿس "م". قبرص جي خط ۾ نشاني جو ملهه، پڻ "م" آهي. فونيشن ۾ ان جو خاڪو نشاني طور ملي ٿو — جو ملهه اٿس "م". (فونيشين نشانين منجهان ئي موجوده يورپي الفابيٽ ٺهيون آهن — هن نشانيءَ مان يورپي الفابيٽ جو M اکر ٺهيو آهي.)

هيءَ نشاني ڪنهن ٻوٽي يا ول جو انومان ڏئي ٿي،
مون ان جو ملهه ل+حرف علت مقرر ڪيو آهي. قبرص
جي رسم الخط ۾ ان جي قريبي صورت ملي ٿي جنهن
جو ملهه لي يا لَ آهي. برهميءَ ۾ ان جي شڪل
آهي، جنهن جو ملهه پڻ ل آهي. ان ڪري ان جو
ملهه ل+حرف علت مقرر ڪئي ٿو.

هيءَ نشاني تمام ٿورين مهرن ۾ آئي آهي — هيءَ هميشه
ٻڇاڙيءَ ۾ اچي ٿي. اڪثر اهڙن هنڌن تي آئي آهي،
جتي ان کان اڳيان اهڙيون نشانيون ملن ٿيون، جن ۾
ماترائون يا اڙيون ملن ٿيون جنهن مان مقصد اهو نڪري
ٿو ته اتي اهو لفظ پورو ٿيو. ان ڪري جڏهن هيءَ نشاني
اڪيلي رهجي وڃي ٿي، تڏهن ان مان هڪ ئي مقصد نڪري
ٿو ته هيءَ اهڃاڻي نشاني آهي. مصري هيروگلفس ۾ به هيءَ
اهڃاڻي نشاني آهي. هن نشانيءَ جي شڪل مان ڪنهن صدر
دروازي يا قلعي جي برج جو انومان ٿئي ٿو. منهنجي خيال ۾
جيئن ته هن نشانيءَ جون اهڙيون صورتون به ملن ٿيون جن
مان 'ڪ' جي اچار جو گمان ٿئي ٿو، ان ڪري مون ان
جو اهڃاڻ "ڪوٽ" بمعنيٰ قلعو مقرر ڪيو آهي.

جيئن ته موهن جي دڙي جي سمورين نشانين تي ان
قسم جو بحث نهايت طويل ٿي ويندو، ان ڪري آءٌ مٿين
چند نشانين تي ئي اڪتفا ڪريان ٿو. نه رڳو سمورين نشانين
تي بحث ڪرڻ جي هت گنجائش نه آهي، پر هر نشانيءَ تي
مڪمل بحث ڪرڻ جي پڻ هت گنجائش نه آهي. هت نشانين
تي جيڪو بحث ڪيو اٿم، سو نهايت مختصر آهي — چاڪاڻ
ته انهن تي بحث ڪرڻ لاءِ سمورين لاڳاپيل نشانين تي بحث
ڪرڻو پوندو، جن جا بلاڪ ئي ايترا ٿيندا جو منهنجي وس
کان ٻاهر آهن. ان ڪري هن مختصر بحث کان پوءِ آءٌ لکتن
تي بحث ڪندس.

موهن جي دڙي جي ڪتبن دور جي مهرن ۾ اسان
کي هڪ ٻه ٻن چا انگ ننڍي سائيز ۾ استعمال ٿيل ملن ٿا —
مثلاً | || ||| | وغيره. سميريءَ ۾ ٻن
انهن | | ـــ نشانين جي اها صورت
ملي ٿي — ۽ سمورا ماهر ان تي متفق آهن ته اهي نشانيون
حرف علت جون مظهر آهن. | نشاني اِ ۽ || نشاني اِي
لاءِ آيون آهن. موهن جي دڙي جي ماڻهن هوندي ته
مختلف حروف صحيح جي نشانين سان، شروعاتي دور ۾ حرف
علت جي پابندي نه رکي هئي، پر پوءِ جڏهن حرف علت
مقرر ڪيائون ته انهن جو استعمال يا ته خود نشانين سان
مرڪب طور يا الڳ حرف صحيح کان پوءِ ماترائن جي
صورت ۾ ڪيائون. منهنجي تعجب جي حد نه رهي جڏهن
'ر' جي ماترا جو استعمال ٿيل ڏٺم. هند-يورپي ٻوليءَ ۾ 'ر'
حرف صحيح به آهي، ۽ ري يا رِ حرف علت ٻي — جيئن
"پريت" لفظ ۾ آهي. سنڌيءَ ۾ ٻن 'ر' نيم-حرف علت ٿي
ڪم اچي ٿي. گجراتي، بنگالي وغيره پراڪرتن جي لپي نه
برهميءَ جي واسطي سان سنڌي لپي يعني موهن دڙي جي
رسم الخط مان ڦٽي نڪتي آهي. انهن پراڪرتن ۾ چوٿي "ر"
جو استعمال فقط اڪيلين حرف صحيح تي هڪ ننڍي اڙي يا
ماترا جي صورت ۾ ٿئي ٿو: هت گجراتيءَ جو مثال ڪافي
ٿيندو પ્રેમ પ્રીત پريم يا پريت ۾ پ تي ماترا ملائڻ سان
اچار ۾ 'ر' اچي وڃي ٿي. اتي اها ماترا ئي استعمال ٿيندي نه
"ર"="ر" حرف صحيح. ساڳي حالت هندي، بنگالي، اڙيا وغيره
۾ ملي ٿي. ساڳي صورتحال موهن جي دڙي ۾ ٻن ملي ٿي
— ۽ فقط هڪ اڙي ڏيڻ سان 'ر' جو ننڍو اچار پيدا ٿئي ٿو.
هيءَ هڪ بلڪل نئين ڳالهه آهي — ۽ منهنجي ان تحقيق کي
ثابت ڪري ٿي ته برهمي، ۽ هندستاني پراڪرتن جون لپيون
موهن جي دڙي جي رسم الخط مان پيدا ٿيون آهن.

نشانين جي بحث کان پوءِ اچو ته اسين ڪن مهرن ۽ لکتن کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪريون. هت مثال تمام ٿورا ڏنا اٿم — انهن کان سواءِ تقريباً اڍائي سو کن لکتون پڙهون ۽ آءٌ پڙهي چڪو آهيان. ايترو عرض ڪندس ته جيتوڻيڪ اڪثر لکتون پڙهڻ ۾ اچي وڃن ٿيون، پر جيئن ته ٻوليءَ جي صورت نهايت ڪچي ۽ اڻ گهڙيل (Crude) آهي، ۽ نهايت قديم آهي، ان ڪري ڪيترين لکتن جو پورو مقصد سمجهه ۾ نه ٿو اچي. ان جي باوجود منهنجو اهو مفروضو ته انهن ۾ موجوده سنڌي ٻولي جي ماءُ ۽ مک ٻولي ”پراڻي سنڌي“ (Old Sindhi) سمايل آهي، سو ضرور ثابت ٿئي ٿو. هت مجبوريءَ جي ڪري اختصار کان ڪم وٺڻ لاءِ آءٌ وري به معافي طلب آهيان.

(١) میوزیم نمبر (Vs 1026): هي لکت ان ترتيب ۾ هڪ ٽانوَ تي اڪريل آهي.

ٽانوَ تي ان قسم جي لکت هيءَ اڪيلي ٺي ملي آهي — ۽ ٻئي ڪنهن تمدن ۾ ٻي ان جو مثال ڪونه ٿو ملي. جيئن ته هي لکت چاڪي لاءِ نه آهي، ۽ ٺڪر تي اڪريل آهي، ان ڪري ان جي پڙهڻي ڪاٻي کان ساڄي ٿيندي. ان ۾ ٻه ٻرين نشاني چئن جي انگ جي آهي، جنهن جو اچار آهي ”چار“، ۽ ٻي نشاني آهي ڻ+حرف علت، ۽ هن نشاني جي پڙهڻي ٿيندي ”چارڻ“ يا چارڻ+ڪو حرف علت - چارڻي، چارڻو وغيره. پر جيئن ته چارڻ، نالي جي حيثيت ۾ اسان وٽ اڄ به موجود آهي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته هيءُ نالو، ان ٽانوَ جوڙيندڙ فنڪار ڪنڀر جو هو.

(٢) میوزیم نمبر (Vs 2541): هيءَ چن جي ٺهيل هڪ چورس مهر آهي. هن ۾ ٻه ٻرين نشانيءَ ج يا ج+حرف علت آهي. هونئن ته هيءَ

نشاني اهڃاڻي آهي، پر جڏهن ته لکت جي شروع ۾ آئي آهي ان ڪري اڃاري آهي. هي نشانيءَ ۾ مڇيءَ جي چئن ئي پاسن تي چيڪي چار پڙيون آهن، سي هڪ ته ان نشانيءَ کي نياتي نشاني بنائين ٿيون — ۽ ان سان گڏ غني جو اڇار پڻ ڏين ٿيون. هيءَ مهر ان ڪري نياتي نشان هجڻ سان، نالو پڻ آهي — ۽ اهو نالو آهي "جام" يا "ڄام". هي اسان وٽ عام نالو آهي. هن ۾ اها پڻ خصوصيت ملي ٿي ته هتي مڇي جي نياتي نشان واري قبيلي جي سردار جو اهڃاڻ آهي. اسان وٽ اڄ تائين مهاڻن ۾ مڇيءَ تي گذران ڪندڙ قبيلن جي سردار کي "ڄام" يا "ڄاموٽ" سڏيو وڃي ٿو!

(٣) ميوزيم نمبر (Vs 2040) هيءَ ٻه هڪ چن جي چورس مهر آهي. ان لکت جي هيٺان هڪ سڱي ڍڳي جي (Unicorn) مورت آهي. هن ۾ پهرين نشاني آهي ٻ+حرف علت، ٻي نشاني آهي ڳ+حرف علت ۽ ٽي نشاني آهي ي+حرف علت. منهنجي پڙهڻي موجب هي ٻه هڪ نالو آهي — ۽ ڪنهن چڱي مڙس جو نالو هو "ٻاڳيو"!

ميوزيم نمبر (Vs 192): هي ٽامي جو هڪ مستطيل سڪو آهي. ٽامي جا ٿورا سڪا ئي ڪنهن ٻه تهذيب جي کوٽائين ۾ دستياب نه ٿيا آهن. هن لکت ۾ پهرين نشاني دراصل ٻن نشانين جي مرڪب آهي — هڪڙي پ+حرف علت، ۽ ٻي جينوٽيڪ ظاهري طرح ٻي نشانيءَ جو شڪ گهٽ پوي ٿو. حقيقت ۾ موهن جي دڙي جي ماڻهن لکڻ جي هنر پيدا ڪرڻ سان گڏ، ان کي فني خوبصورتي ڏيڻ جو خيال

ٻه ھٿان نه ڇڏيو آھي. ان ڪري بجاءِ V نشاني جي ھڪ
ئي پاسي تي E نشاني رکڻ جي ھنن V اڌ E نشاني
V جي E ھڪ پاسي تي رکي آھي ته E اڌ ٻئي
پاسي. اھو ساڳيو اصول ھن نشاني ۾ پڻ ملي
ٿو، جنھن ۾ نشانيءَ کي سان ملائڻ
لاءِ ھنن ھڪ گولو ان نشانيءَ جي ھڪ پاسي
ڏيکاريو آھي ته ٻيو ٻئي پاسي — ان ڪري نه رڳو ان مرڪب
جو مفھوم ادا ٿئي، بلڪ نشانين ۾ خوبصورتي پيدا ٿئي ٿي.
اھا ترتيب ڄڻ ته ھڪ قسم جي طغرائي ترتيب آھي. مٿين
نشانيءَ ۾ ھڪ ٻي ترڪيب به مضمر آھي، سا آھي E
نشانيءَ کي اڳيان ليڪ ڏيئي بند ڪرڻ جي ترڪيب يعني

B جنھن جو مقصد آھي ان کي نون غني جو اچار ڏيڻ.
نون غني لاءِ جتي ڪٿي اھوئي طريقو استعمال ڪيو
ويو آھي. اوھان ڏسندا ته ان نشانيءَ جي اھا صورت ٻنھي
پاسي ساڳي آھي، جنھن مان ثابت ٿئي ٿو ته اھا ساڳي ئي
نشاني ٻنھي پاسن ۾ استعمال ٿي آھي. ھاڻ اسان جي حاصل
ڪيل ڄاڻ موجب ان لکت جو ملھه ٿيندو پ + ج + نون
غنون + ڙ يا ڻ = يعني پجنڙ، پنجڻ وغيره. منھنجي خيال ۾
اھو لفظ آھي "پنجڙ" ۽ جو ڪنھن سڪي جو نالو ھو. ان جو
ملھه ته الائجي ڪيترو ھو. اسان وٽ اڄ تائين اھو لفظ
بي معنيٰ ۽ مھمل لفظ طور استعمال ٿيندو اچي. روزمره جي
گفتگو ۾ اسين "پئسو پنجڙ"، "ايڪڙ ٻيڪڙ"، "ماڻھو چيٽو"،
"ڏانءُ ڏپو" فقرا استعمال ڪندا آھيون — ۽ انھن ٻنن لفظن
کي اڪثر بي معنيٰ ۽ مھمل چيو ويندو آھي. پر اصل ۾ ائين
نه آھي. اھي لفظ ڪنھن دور ۾ پنھنجي معنيٰ رکندڙ لفظ

هٿا، جي تاريخي طرح پنهنجي معنيٰ وڃائي چڪا آهن، ٻيو تمدن جو اهم حصو هجڻ ڪري اچا تائين ٻوليءَ ۾ ڳنڍيا اچن. اهو لفظ "پنجڙ" به اصل ۾ هڪ سڪي جو نالو هو. جڏهن اهو سڪو هزارين ورهين جي مٽيءَ ۾ دفن ٿي ويو، تڏهن به اهو لفظ ويچارو ٻرتيءَ جي لفظ طور اسان جي ٻوليءَ ۾ ٽڪندو آيو آهي.

هت اهو ذڪر ڪرڻ مناسب آهي ته هنن ٻيا ماهر ان خيال جا آهن ته انهن سڪن تي مله، لڪيل نه آهي، بلڪ بادشاهن جا نالا وغيره آهي، چاڪاڻ ته اهي سڪا هڪ جيڏا ۽ تور ۾ هڪ جيترا آهن، ۽ انهن تي لڪتون جدا جدا آهن. سندن دليل اهو آهي ته جيڪڏهن مله، ذڪر هجي ها ته ساڳي تور جا سڪا هڪ ئي مله، جا هجن ها، ۽ انهن تي مله، جي لحاظ کان لڪتون به ساڳيون هجن ها. منهنجي خيال ۾ اها راءِ صحيح نه آهي. اهو قطعي ضروري نه آهي ته جيڪڏهن ساڳي سائيز ۽ ساڳي تور جا سڪا هوندا ته انهن جو مله، به ساڳيو هوندو. اهو سونن سڪن جي صورت ۾ ٿي سگهي ٿو، نه ٽامي يا ٻئي ڪنهن ڌاتوءَ جي حالت ۾. جيتوڻيڪ سوهن جي دڙي جو دور ٽامي جو دور سڏجي ٿو. پر ان مان اهو ثابت هرگز نه ٿو ٿئي ته ڪو ٽامي ڪي ئي ناڻي جو قيمتي ڌاتو سمجهيو ٿي ويو. قيمتي ڌاتو ته ان وقت به سون ئي هو، جنهن لاءِ زيورن مان ثابت ٿئي ٿو. ٻيو ته جيڪي سڪا مختلف لڪتن جا مليا آهن، ان لاءِ ڏوتي وگيان موجب (Geologically) اهو ثابت ٿيل آهي ته سمورا هڪ ئي دور جا آهن — ۽ ان ڪري هڪ ئي دور ۾، هڪ ئي راڄ ۾، هڪ ئي تهذيب ۽ ڪلچر ۾ ايترن سارن بادشاهن جو هجڻ ۽ انهن جو پنهنجا پنهنجا الڳ سڪا مروج هجڻ عقل توڙي تاريخي ڇان تسليم نه ٿي ڪري. ازانسواءِ مختلف لڪتن جا ٻه ٻه يا چار چار پنج داڻا هوبهو ساڳيا

مليا آهن. ان ڪري منهنجو خيال آهي ته اهي لکتون انهن
سڪن جا نالا آهن — جن جو ملهه هن وقت جي ناڻي موجب
ڪٿي نه ٿو سگهجي. ماڻهو انهن سڪن کي رسيدن وانگر لکتن
جي بنياد تي ناڻي طور ڪم آڻيندا هئا، ۽ تسليم ڪندا هئا،
۽ نه انهن جي ٽامي يا ڌاتوءَ جي تور جي بنياد تي. ڌاتوءَ جي
تور جو بنياد ناڻي ۾ گهٽو پوءِ جو ۽ تاريخي وقتن جو آهي.
ناڻي جي سڃاڻپ ان وقت اهو ڪافي هئي ته اها ٽامي جي
سڪن جي صورت ۾ هو، ۽ مٿن ملهه لکيل هو.

(ميوزيم نمبر Hr 456, Vs 3320
(Vs 1988 ۽ Hr 4337, Hr 723



هي سڪا گهڻا دستياب ٿيا آهن — انهن تي ساڳي لکت ملي
ٿي. هن لکت ۾ اسين پويون ٻه نشانيون مٿين سڪي ۾
معلوم ڪري چڪا آهيون — ۽ انهن جو ملهه "پنجڙ" مقرر
ڪيو اٿئون. باقي ٻن اڳين نشانين مان آهي آ ۽
برابر آهي ڏ + حرف علت جي — ۽ هن سڄي
لکت جو مطلب ٿيو "اڌ پنجڙ"! يعني هي سڪو
پهرئين ڏنل سڪي جي اڌ ملهه جو آهي. هن ساڳئي سڪي
کي هڪ نئين مخفف صورت ۾ ٻن رائج ڪيو ويو آهي — ۽
ان کي لکيو ويو — يعني مٿين لکت
مان رکو ڪڍي ڇڏيو ويو. (هي سڪو ميوزيم نمبر
Vs 3500 ۽ Vs 2590 تي مليو ٿو) — ۽ هن جي
پڙهڻي آهي اڌڙ يا آڌيڙو. صحيح پڙهڻي هوئين اٿس،
چاڪاڻ ته وچين نشانيءَ ۾ اڙيون وڌائي ڏکهي حرف علت
جو اهڃاڻ ڏنل آهي. اهو آڌيڙو يا آڌيلو ٻه صدين ڪان اسان

جي ناڻي ۾ ملي ٿو — ۽ اڄ ٻولي جي بحث ۾ مٿڪي جو
حوالو ڏيئي عرض ڪري آيو آهيان ته اسان وٽ جيڪو
سڪن جو رواج هلندو آيو آهي انهن جا نالا نهايت قديم
پس منظر رکن ٿا.

(ميوزيم نمبر Vs 11560) هي ٻه هڪ
ٽامي جو سڪو آهي — ۽ پڙهڻي اٿس
ٻ + ڪ + حرف علت + ڊ = ڏ + حرف علت يعني ٻه ڪوڏ يا
ٻه ڪوڏيون!

(ميوزيم نمبر
D. K. 1606
L. 559
Sd 1758 ۽ Vs 2109) هي ٻه ٽامي جا سڪا آهن، ۽ چڱي
تعداد ۾ مليا آهن، دراصل هي نه رکو سڪا ثابت ٿين ٿا،
پر ان وقت ناڻي جي رسيدي صورت کي پڻ ظاهر ڪن ٿا.
هن جي پڙهڻي اجهو هيءَ آهي. ما + يا (م جي مٿان ٻه اڙيون
ان جي ڊگهي حرف علت کي ظاهر ڪن ٿيون)؛ ٽي + سو؛
ڏ + حرف علت + ڪ + حرف علت + ڏ + حرف علت — يعني ”مايا
ٽي سو ڏوڪڏ!“ هن مان اسان کي ڏوڪڙ لفظ جو ڏاتو پڻ
ملي ٿو ته اهو اصل ۾ ڏوڪڏ هو، جو ساڳئي اچار شروع
۽ پڇاڙيءَ ۾ اچڻ ڪري، اچاري سهل پسندي ۽ روانيءَ
جي اصول تي، اسان کي ان ڏوڪڏ بدران ڏوڪڙ بنائي
ڇڏيو آهي!

هيءَ هڪ چڻ جي مهر آهي، جنهن
۾ پهريون ٻئي نشانيون پڙهي چڪا
آهيون — ۽ ٽي نشاني ”ڪوٽ“ جي اهڃاڻي نشاني آهي —
۽ هن مهر جي لکت آهي ”مان ڪوٽ“ يا ”مون ڪوٽ“.
اهڙيون ئي ساڳيون مهرون ميوزيم نمبر Hr 4623 ۽
DM 56 تي ملن ٿيون جن ۾ هڪ ته حرف علت جي ڦيرگهير

آهي، ۽ ٻيو ته اڳيان "دي" يا "ڏي" پد ملي ٿو، جنهن جي
معني يا ته ڏيءُ جي آهي يا "دي" پد ڪو احترام جو لفظ
هو. اهي مهرون جي
شڪل ۾ ملن ٿيون
انهن جي پڙهڻي آهي "دي مان ڪوٽ" يا "دي مون ڪوٽ".
ڪي ڪي مهرون لفظ "تڙ" ڏيکارين ٿيون — ۽
ائين ٿو ڀانئجي ته ان وقت جڏهن ته اهو شهر دريا جي ڪپ
تي هو، ان ڪري شهر کي مختلف گهاٽ، پتڻ ۽ تڙ هئا،
جن تان ماڻهو مال آڻيندا هئا، ۽ هر تڙ تي ڪو رکو هوندو
هو، جو ايندڙ ويندڙ مال تي ان تڙ جي مهر هڻندو هو.
شايد ڪنهن محصول جو سرشتو ٻ ان ۾ مضمر هجي. هڪ
اهڙي مهر (ميوزيم نمبر DK 1542) ملي آهي جا هن ريت آهي

۽ پڙهڻي انس
"ويانيءَ جو تڙ"!

هڪ ٻي مهر (Hr 4318) ۾ ملي آهي جا هن طرح آهي

۽ پڙهڻي انس "دي لمن جو تڙ" يا "ديلمن جو تڙ".
ان مهر مان مون کي ڊاڪٽر ڪريمر جي "دلمون" واري
حوالي سان، هڪ ٿي ٿي ته "دلمون" نالو موهن جي دڙي
جي شهر جي هڪ تڙ جو نالو هو، جو سميرين کي ياد رهيو،
ڇاڪاڻ ته اتان هنن لاءِ سون ۽ عاج وغيره ايندو هو، جنهن
تي دلمون يا ديلمن جي تڙ جي مهر ڇاپيل هوندي هئي.

سڀ کان مزيدار هڪ ٻه-ٻاسي لکت آهي. هر ٻاسي
تي هڪ سٽ لکيل ملي ٿي. اها لکت ميڪي کي ملي هئي
[ميڪي - فردر ايڪسڪيويشنس - پليٽ نمبر (CI) - شڪل ستين]

اهڙي ساکي لکت مارشل کي ٻن ملي هئي، پر ڀڳل حالت ۾، جنهن ۾ ٻه سٽون هڪ پاسي تي لکيل هيون ۽ باقي ٽي سٽ هڪ پاسي. ان جو ڇاپو اجهو هن ريت آهي. مٿڪي سان اختلاف ڪندي، مون سٽن جي ترتيب هن طرح مقرر ڪئي آهي.

پهرين سٽ



ٻي سٽ



ٽين سٽ



ان تي ڪافي بحث ڪيو ويو آهي ته هن لکت کي ٻين لکتن وانگر ساڄي کان کاٻي پڙهجي، يا کاٻي کان ساڄي. مٿڪي جو خيال آهي ته هيءَ ٻنهي ڏسي لکئي آهي. ان ۾ ٻه سٽون ساڄي کان کاٻي پڙهجن ۽ هڪ کاٻي کان ساڄي. منهنجي خيال ۾ ته پاسي لکت کي ٻرزم جي اصول تي مسلسل پڙهڻ گهرجي. ان سان گڏ هي خيال ۾ ٻه رکڻو آهي ته هي تانئي لکت ڇاپي لاءِ نه آهي — ان ڪري ڪم از ڪم شروع

واري سٽ تہ کاٻي ڪان ساڄي ٿي پڙهبي. اها ختم ٿي تہ
ان جي سلسلي جي ڪڙي ملائي رکڻ لاءِ، ٻي سٽ ساڄي ڪان
کاٻي پڙهبي — ۽ وري ٽي سٽ کاٻي ڪان ساڄي پڙهبي. اها
ترتيب ڪجهہ هن ريت ٿيندي.




منهنجي پڙهڻ موجب هيءَ ان وقت جي سنڌين جي
ڏيتي ليتيءَ جي هڪ رسيد آهي. ان جا ٻہ نمونا جو مليا
آهن، ان مان اهو ٿو ڀائنجي تہ ٻنهي ڌرين پاڻ وٽ يادگيريءَ
لاءِ يا ثبوت طور اها لکت پاڻ وٽ رکي آهي. ان ۾ گهٽيون
ٽيون نشانيون تہ اسين مٿي سمجهائي آيا آهيون. البت ٻہ
نشانيون اهڙيون آهن جيڪي سمجهائڻ گهرن ٿيون. ان ۾
نشاني توجہ طلب آهي. منهنجي خيال ۾ هيءَ هڪ
اڇاڻي نشاني آهي، ۽ ڏينهن جو اڇاڻ ڏي ٿي. ان ۾
نشاني ڏهن جي انگ ۾ اچي ٿي ۽ ان جي وچ ۾ ٻڪيءَ
جي چوڙي جو اڇاڻ ڏيکاري ٿو تہ اتي اها نشاني
اڇار جي حيثيت ۾ ايندي. ڪنهن آني ۾ ٻڪيءَ جي ڀڃڙي
ڏيکارڻ ۾ "نسرڻ" يا "ڦٽڻ" جو اندازو ٿئي ٿو — يعني ڪا
نئين شي جنم وٺي رهي آهي، نسري رهي آهي. ڏينهن
ڌرتيءَ جي پيٽ مان پيدا ٿئي ٿو ۽ سج ان کي پيدا ڪري
ٿو — اهڙو تصور پراڻين تهذيبن ۾ تمام گهڻو ملي ٿو. ازانسواءِ

ڪيترن ئي مهرن ۾ ٻڪيءَ جي نشاني ملي ٿي، ٻرهميءَ ۾ ان جي قريبي نشاني =ڻ يا ن جي ملهه ۾ ملي ٿي. هاڻ انهن ٻن نشانين کي ملائي، اسان ان کي ڏ+ڻ="ڏڻ" پڙهي سگهون ٿا — ۽ اها صورت اهڃاڻي، انوماني توڙي اچاري لحاظ کان ملي اچي ٿي. ٻي منجهائيندڙ نشاني آهي جا بظاهر مرڪب نشاني آهي، جڏن ته جملي جي آخر ۾ آهي، ان ڪري زياده شڪ اهو ٿو ٿئي ته هي اهڃاڻي نشاني آهي — ۽ نه اچار جي. ان لاءِ هڪ منفي ثبوت ٻه آهي ته ان کان اڳيان 'ن' جي اچار جي نشاني آهي، ۽ 'ن' جي اچار کان پوءِ ڪنهن موڪب اچار اچڻ جو امڪان نهايت گهٽ آهي. ٻئي طرف اچار جي لحاظ کان ان ۾ جيڪي ٻه نشانيون نظر اچن ٿيون، تن جو اچار ساڳيو آهي — ان ڪري ٻه ان کي اچاري مرڪب سمجهي نه ٿو سگهجي. شڪل مان ڪنهن ٻنيءَ يا باغ جو انومان ٿئي ٿو. بهرحال صحيح اهڃاڻ اڃا کولي نه سگهيو آهيان پر انومان اهو آهي ته هي وڻن يا ٻوڪ جي ديويءَ يا ديوتا جي اهڃاڻي نشاني آهي. ان کان پوءِ نشاني منهنجي پڙهڻيءَ موجب، ٻرهميءَ ۽ ٽنترن جي بنياد تي "آن" جي اچار جي نشاني آهي.

هاڻ انهن ٽن سڀني کي مٿين اصولن جي بنياد تي مون پڙهيو آهي: ان ۾ ٻهريون ٻه سڀون مسلسل پڙهيون — ۽ ٽي جدا.

ست ٻهرين ۾ ٻي: ٻ؛ سو، ڏڻ، ت+حرف علت، ڙ يا ڻ+ حرف علت، ت+حرف علت، ڪ+حرف علت، ڻ يا ڙ+حرف علت، آن، پ+

حرف علت، س + حرف علت، ٻ (يا جوڙا)، ست، آن + جو يا جا، ت + حرف علت + ڻ يا ڙ + حرف علت.

ست ٽي: ڪ + حرف علت، پ + حرف علت، پ + حرف علت، پ + حرف علت، تسو، ڻ + حرف علت، چ يا ڇ + حرف علت ن + حرف علت، وڻ يا ديويءَ جو اهڃاڻ.

اوهان ڏسندا ته ت اچار مختلف ماترائن سان آيو آهي. ان ڪري ان ڪي مختلف حروف علت سان اچارڻو پوندو. هاڻ ان رسيد جي پڙهڻي منهنجي خيال مطابق هيٺين ريت آهي.

ٻ سو ڏڻ توٽي (تاڻي) تو ڪٽان (ڪنان)
ٻسو (ٻهون) ٻ (جوڙا) ست آنجا، تيٽا
ڪوپو ٻي پتسوڻي چنو (يا چنا؟) — ديويءَ جو اهڃاڻ.

معنيٰ ڪجهه هن طرح ٿيندي:
”ٻن سو ڏينهن تائين توڪنان ٻهون جوڙا ست اوهان جا — ان لاءِ (هيءَ لکت لکي ويئي)!
ڪوپو ٻي پتسوڻي چنو. (وڻ - ديويءَ جي چانوَ سهن تي هجي)!“

اها آهي موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي! ڪچي، ڦڪي، بي ترتيب، بت پرست، پر ڪيتري نه پياري، ڪيتري نه سهاڃهي!

هن مختصر ڪوشش کي هاڻ آءٌ سنڌي ٻوليءَ ۽ ٻوليءَ جاڻ جي وکيائين ۽ چاڙن اڳيان پيش ڪريان ٿو: فقط ان گذارش سان ته سنڌي هڪ مهان ۽ عظيم ٻولي آهي، جنهن مان شايد اڄ دنيا جون ٻوليون گهڻيون ڪير ٻي وڏيون ٿيون آهن. ان ناتي سان سنڌي ٻوليءَ کي ايترو حق ضرور آهي ته ان جي حيثيت، جي مڃيري نه، ته ٻ بنيادي ٻولين جي صف ۾ ضرور تسليم ڪئي وڃي! ديسي دوستن کي اها گذارش

ڪندس ته محض مذهبي تنگدليءَ جي ڪري، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي تمدن کي لوڙهه سان. هو سنڌيءَ جي عظمت گهٽائي ڪنهن ٻي ٻوليءَ جي عظمت وڌائي نه سگهندا! علم جي ميدان ۾ اچو ته گڏجي سنڌ، سنڌيءَ ۽ سنڌي تمدن کي شاهوڪار ڪرڻ ۾ جنبي وڃون، ڇاڪاڻ ته اسان جي زنده رهڻ جو اهوئي هڪ رستو آهي — ۽ ان جي ذريعي ئي اسين پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي خدمت ڪري سگهنداسون.

سپردم بتو مايهء خويش را!

# غلط نامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٩ | ٤ | افساني | افسانو |
| ١٠ | ٢٠ | دگ ويد | رگ ويد |
| ٥٣ | ٢٢ | اٿ ڏئل ۾ لکين | اٿ ڏئل ۽ اٿ لکين |
| ٥٧ | ٧ | النسان | انسان |
| ٦٥ | ٨ | Astan | Astau |
| ٦٥ | ٢٧ | نويجنتي | ويجنتي |
| ٧٠ | ٨ | مائٽالا | مائٽاٿا |
| ٧٢ | ٢٠ | Matriavhical | Matriarchal |
| ٧٧ | ١٣ | مارٽڪنڊيه | مارڪنڊيه |
| ٩١ | ١٣ | سامهون | ايندڙ صفحي تي |
| ٩٠ | ١ | سامهون | ايندڙ صفحي تي |
| ١١٢ | ١٢ | سوامي | سوامي سنڪارانند |
| ١٢٣ | ١٢ | ڪوي ڪيڻ | ڪولي ڪيڻ |
| ١٢٤ | ١٣ | Ineographic | Ideographic |

## مصنف جا ٻيا ڪتاب

(١) اي درد هلي آءُ (افسانا) مطبوعه

★★★

(٢) منهنجي دنيا، مرگهه ترشنا
(ناول) زير طبع

★★★

(٣) ويران اکيون، زخمي دل
(ناٽڪ) "

★★★

(٤) ڏاهپ ڏاهپ ڏنگ (افسانا) "

★★★

(٥) سنڌي تمدن (مضمون) "